

اوسر (وڪاس Evolution) چترڪار: بُنگي



28- آڪٽوبر 1961ع تي سنڌي ادبي بورڊ جي هڪ ميٽنگ: تڏهوڪي ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن ۽ بورڊ جي چيئرمين مرحوم نيازاحمد ان جي صدارت ڪئي. فوٽو ۾ سامهون: تڏهوڪو سيڪريٽري سيد شاهه محمد شاهه ۽ ميمبر سيد ميران محمد شاهه، مخدوم محمد زمان طالب المولى، عبدالغفور پرڳڙي...




سنڌي ادبي بورڊ جو علمي ۽ ادبي دستاويز

جلد 27] [نمبر 4

آڪٽوبر، نومبر ۽ ڊسمبر

1978ع





ايڊيٽر: امداد حسيني

مئنيجنگ ايڊيٽر: ظفر حسن

اسسٽنٽ ايڊيٽر: پرڀو "ناشاد"





# سنڌي ادبي بورڊ

سنڌ يونيورسٽي نيوڪئمپس، ڄامشورو سنڌ.

پوسٽ باڪس نمبر 12، حيدرآباد سنڌ.

---

قيمت في پرچو 00-6 رپيا سالينو چندو 00-20 رپيا

## سٽاءُ



### [1] شاعري



### [2] ڪهاڻيون/ناٽڪ/ڳالهه ٻولهه/خاڪو



### [3] ترجمو



### [4] مقالا/مضمون



### [5] اڀياس/تبصرا



[ٽائيٽل ڊزائين ۽ الدريون چٽر: پڪي. بئڪ ٽائيٽل : قيس ابڙو]

# سوچ – لوچ

## سوچ پريو مهراڻ

سَلاحيظو سَهراڻَ جو، سُورِ رَ لاءِ سَناءُ،
سامُونڊي! سنڀال ڪيِ! سَمهڻ آيءِ ساءُ،
جاڳيي جَرَ سڻاءُ، تاري وانءُ تَرازَ ڪي.

78 جو هي چوٿون ۽ پڇاڙڪو پرچو جڏهن پڙهندڙن جي اکين اڳ هوندو، تڏهن 78 جو سورج ڪڏهوڪو اُلهي چڪو هوندو— ۽ 31 ڊسمبر 78 جي رات جي ڪُڪ مان 79 جو سونَ ورن سورج جنم به وٺي چڪو هوندو— 78 جي اُن پڇاڙڪي رات، 12 وڳي، جڏهن گهڙيال جا ڪانٽا ٺيڪ هڪٻئي مٿان هئا، تڏهن رڳو هڪ لحظي لاءِ، پنهنجي اندر ۾ جهاتي به پاتيسين؟ اهو به ڪو ويچاريوسين، ته گذريل سال اسان جي ٻولي ۾ ڇا پائي ويو؟ ٻوليءَ، ادب ۽ فن متعلق اسان جي هٿ ڪهڙيون اهم رٿائون هيون؟ ۽ الهن تي ڪيتريقدر عمل ٿي سگهيو؟ ڪلا-ڪيتر جي مختلف ڏسن: ساهت، سنگيت ۽ چترڪاريءَ ۾ اسان جي وِڪ ڪيترو اڳتي وڌي؟ زنده قومون ته پل پل جو حساب رکنديون آهن.

جڏهن ماضي، مستقبل کي جنم ڏيئي اسان جي هٿن مان ناتر واري گوهي ڏيئي کسڪي رهيو هو، تڏهن سومل جهڙي ماڳ ڏانهن ويندڙ مارڳ تي ڪيڏي آتساهه سان پير ڌريوسين؟ سياڻ جي اڄيان لاءِ اکين ۾ ڪهڙا اُمنگ ڪٺي جاڳندا رهياسين؟ يا ماڳهين ايندڙ خطرن کان بي خبر رَليي تاڻيو سُتا رهياسين؟

پيڙ ياتا! پيٺيي، تو لء ڦيڻڌڀُون ڳالهڙيُون،
سَچيُون راتيون سُمهين، پَرُ سُڪاڻ ڏيئيي،
صُباح سيپيئيي، پارُ پُڇندءِ خَبرؤن.

پر اسان وٽ ڳالهيون ڦپڻهيون رهيون آهن. پڇاڙو ته پري رهيو: پر ڪنهن به فرد/ اداري جي ڪارڪردگيءَ بابت ڪجهه به ڪچڻ جي معنيٰ آهي ته اُنهئي لاءِ وير پرائڻ: ”سچ چئو ۽ ويس پرايو!“ جڏهن ته اسان جي چوڏاري ”الڪيءَ ڪنڊي“ واري ڪار آهي.

مصلحتون آهن؛ ذاتي وڏت/اٿوڏت ئي پرک جو معيار وڃي رهيو آهي؛ گروهه بنديون آهن؛ ذاتي مفاد آهن. ادب ۾ وڏيرن کي لوئي اسين پاڻ ادبي وڏيرا بڻجي ويهي رهيا آهيون. اِن صورتحال ۾ ڪنهن به ڏس وڌان اها دعويٰ، ته سنڌيءَ ۾ اعليٰ ادب سرجي رهيو آهي، صحيح ڪينهي. هتي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي، ته ائين صحيح ڇو ڪينهي؟

سنڌي ٻولي پاڪستان جي هڪ قديم ۽ شاهوڪار ٻولي آهي ۽ پاڪستاني ٻولين جي گلدستي ۾ سهڻي ۽ تازي گل جيان آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ لطيف جهڙو شاعر آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ لوڪ ادب جو ذخيرو، دنيا جي مڙني ٻولين کان وڌيڪ آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ مختلف موضوعن تي ڇپيل، مواد توڙي پيشڪش جي لحاظ کان، اعليٰ ڪتاب موجود آهن. لئين دؤر جي تقاضائن موجب سنڌي ٻولي هڪ اهم ۽ زبردست ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي — ان حوالي به سنڌي ٻولي اڃا آهو اوچو پد نه ساڍي سگهي آهي، جنهنجي هوءَ حقدار آهي!

صفائيءَ ۾ اسان وٽ هڪ جملو گهڙيو تهيو رکيو آهي: ”وسيلا محدود آهن“- پر ڳالهه رڳو محدود وسيلن جي ئي ناهي. ڳالهه انهن جي صحيح استعمال جي آهي. ٽي. وي جو ئي مثال وٺو. اڄ به گهڻو ڪئي ٿي وڃي ته: ’ٽي. وي تي سنڌي پروگرام جو وقت وڌايو وڃي‘. اها به هڪ جائز گهُر آهي؛ پر ڪڏهن وڪڏ سنڌي پروگرامن جي معيار سڌارڻ جي گهُر به ڪرڻ جڳائي.

ظاهر آهي ته اها هڪ گنڀير صورتحال آهي ۽ سنڌي ٻوليءَ، ادب ۽ آرٽ جي گهڻگهرن لاءِ ڳڻتيءَ جوڳي پڻ. ان جي تدارڪ لاءِ ضروري آهي، ته سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب سان واڳيل سمورن مسئلن تي کُلي ڳالهايو وڃي. بيهڪ جي نشانين کان وٺي لفظ کي معنيٰ ڏيڻ تائين — صورتخطيءَ کان وٺي اديب جي اقتصادي حالت تائين -! سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب کي درپيش مسئلن جي حل لاءِ ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن ته ائين ڪرڻو ئي پوندو- پوءِ ڇو نه اڄ ئي ٻلڪ هاڻ ئي ائين ڪجي؛ پر اهو سڀ سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان ٿيڻ گهرجي.

دراصل ڪنهن به مسئلي جو بنيادي حل اهو ئي هوندو آهي ته: اسين پنهنجو پاڻ کي سچ چئي ڏيڻ جو ساهس ڌاريون. اسان ادب کي ڏنو ڇاهي؟ آڳاڙيو ڇاهي؟ اهڙن سوالن جي جوابن لهڻ کان پوءِ ئي اسان ۾ سچ ٻڌڻ جي همت پوندي-۽ ادب ۾ اها هڪ نئي روايت ٿيندي.

هتي جيڪڏهن توهان اهو چئو ته: ”ان سموري عرصي ۾ سواءِ دير جي روايت کي قائم رکڻ جي خود مهراڻ جي ڪهڙي ڪارڪردگي رهي آهي؟“ ته ان جو جواب ڏاڍو سولو-پر چوڻ لائق ناهي. ان دير جي ڪارڻن جو وستار ڏکائيندڙ، وقت ۽ پني جو زيان ئي ٿيندو، ادارو ان دير کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهي.

ان سموري عرصي ۾ مهراڻ کي ڪيترن علمي ۽ ادبي دستاويز بڻائڻ جي جاکوڙ پئي ڪئي الم. لکندڙ ۽ پڙهندڙ ان جاکوڙ ۾ سون سان هڪ ئي پاڇاريءَ ۾ جوٽيل آهن، ان

عرصي ۾ مون تہ اهوئي چاتو آهي، تہ ڇڙوڇڙ پڙهندڙ حلقو ڪنو ڪرڻ ايڏو ڪو ڪٺن ڪم ناهي. **اداري** پاران ڀرين ٽماهيءَ ۾ هلايل خريداري مهم جي ڪاميابي ان جي ساک آهي. پڙهندڙ جو تہ ڇڙو ڏيان ڇڪائڻو آهي. آن ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن کي رڳو سندن فرض جي يادگيري ڏيارڻي آهي.

ان سطح تي بہ پڙهندڙ جي اهميت مون وٽ لکندڙ کان وڌيڪ آهي. هڪ ڏاڍ لکندڙ جي پيٽ ۾، اهو سڄاڻ پڙهندڙ ئي آهي، جيڪو ڪنهن بہ تخليق جي وجود ۾ اچڻ، آن جي صحيح مُلهہ ـ ڪٿ ڪري سگهي ٿو. ۽ اها هڪ حقيقت آهي تہ ويجهڙائيءَ ۾ اسان وٽ سڄاڻ پڙهندڙ جي پيٽ ۾ ڏاڍ لکندڙ وڌيڪ آيڙيو آهي.

ٿي ائين ٿو تہ ڪيترائي پڙهندڙ يڪدم لکندڙ بڻجيو وڃن. ۾ قافيا ملائي 'ڏيڙو' يا 'الو ميان' ٽائيپ جي 'وائي' رهڙيو وٺن. گهٽا تہ شاعريءَ جي شروعات ئي لٺري لظم سان ٿا ڪن. ان کان پوءِ ٿيان سندن 'ڪهاڻي' اچي ٿي ڪڙڪي. انهن کان سنڌي ادب جو سڀ کان ڀريون ۽ آخري مسئلو آهي ـ"سندن ڇپجڻ"، ٿئون جي ٽالي ۾. همت‌افزائيءَ طور ڇپڻ ادب ۾ ڪا نئي روايت تہ ڪانهي! پنهنجي لکڻين جو سڀ کان ڀريون نقاد لکندڙ پاڻ هوندو آهي. جيڪڏهن توهان موضوع، لفظن ۽ صنف سان انصاف ڪري سگهڻ جي سگهہ ساريو ٿا، مطالعي، مشاهدي ۽ تجربي کي اظهارڻ چاهيو ٿا، تہ ان لاءِ ٻوليءَ جي گهري ڄاڻ بہ ضروري آهي. جيڪڏهن ڪنهن بہ لفظ کي ٻڌل ۽ پڙهيل معنيٰ ۾ ئي ڪم آڻي ٿو، تہ اهو لفظ جي حرمت کان واقف ڪونهي.

هتي هڪ ڳالهہ اڳواٽ ئي ڪري ڇڏيان، تہ مون کي سيني لکندڙن لاءِ عزت ۽ عقيدت آهي. پوءِ اهو ڪهڙي بہ مڪتب فڪر جو ڪٿي ڇو نہ هجي (هتي مان گروهہ يا ٽولو لفظ استعمال نٿو ڪريان)! سيني لکندڙن سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي خدمت ڪئي آهي. ڪيترن هنڌن تي انهن سان اختلاف ڪري سگهجي ٿو ۽ اهو ادب ۾ هڪ صحتمند علامت آهي ۽ ساڳئي وقت ادب کي متحرڪ رکڻ لاءِ ضروري پڻ آهي؛ پر سنڌي ادب ۾ سدائين ٽڪراءُ اختلاف کي هٿيو ٺي ويو آهي ۽ ائين سنڌي ٻوليءَ جي سائي‌ستائي ٺيءَ مان لاڀ وٺڻ بدران آن کي پيليو ٺي ويو آهي. ان سموري ڪٿا ۾ ڏک جو ڏيک اهوئي آهي، تہ اهو سڀڪجهہ ڏاڍن مهٺن نعرن ۾ پٺي ڪيو ويو آهي. ٿوري ۾ ائين ڪٿي ڇٽجي تہ اسين جنهن ڏار تي ويٺل آهيون، ان کي ئي ڪپي رهيا آهيون.

ڪيترن پڙهندڙن کي ڏارين لفظن جي واهپي تي مٺيان لڳي آهي. مان مڃان ٿو تہ لفظن جي چونڊ جي سڄي جوابداري لکندڙ تي آهي. هن کي پنهنجي اکر اکر سان سچو ۽ کرو رهڻ گهرجي. مان اهو بہ مڃان ٿو تہ ڪيترائي ڏاريان لفظ فيشن طور ڪتب آندا ويا آهن؛ پر 'لفظ' جي ان واهپي تي ساڳيو اصول 'سنڌي لفظ' تي بہ لاڳو ٿئي ٿو. ڪو بہ لفظ ڏاريون

يا پنهنجو، فيشن يا پراڻي طور اجوڳو ۽ هروڀرو ڪتب آيو آهي، ته اصولي طور تي ان جي مخالفت ڪرڻ گهرجي. سٺي لسيک مان مراد: ٻي معنيٰ نيٺ سنڌي اڪرن جو ڏيهر ڪڏهن به ناهي.

اڄ جڏهن سڀ رسالا ٺپ آهن، تڏهن مهراڻ جون جوابداريون تهائين وڌي ٿيون وڃن. ساڳي ڳالهه لکندڙ ۽ پڙهندڙ سان پڻ لاڳو سمجهڻ گهرجي. انڌي تقليد ۽ ورجاءُ، سهل پسنديءَ جي آڳري روايت کي جنم ڏيندي آهي- ۽ ادب لاءِ اهو هڪ اهڙو خطرو آهي، جنهن کي جيڪڏهن اڳندي ئي پڳنجو نه ڏٺو ويو، ته پوءِ نئين اد جو حشر به روايتي ۽ ترقي پسند ادب کان گهٽو پري ڪونهي.

ڪيتريون ئي اهڙيون صنفون آهن، جيڪي قلم جي چڱائي لاءِ واجهائي رهيون آهن، جيئن: ڳالهه، ناٽڪ، سارونيون، خاڪا، ڳالهه ٻولهه، خط، ڊائري، لوڪ... لکندڙ ڪي انهن صنفن ڏانهن به ڌيان ڏيڻ کپي. اٿين ادب ۾ variety ايندي ۽ ساڳئي وقت ادب کي نوان موضوع پڻ ملندا. ٻران ڏس ۾ اهم ڳالهه اها ئي آهي ته، فرض ادا ڪرڻ ۽ آگ لهرائڻ ۾ جيڪو فرق آهي، ان کي سمجهيو وڃي.

بهرحال مهراڻ لکندڙ ۽ پڙهندڙ جي وچ ۾ ڳانڍاپي جو اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. مهراڻ لکندڙ جي سوچ کي پڙهندڙ ڏانهن Convey ڪرڻ ۽ منجهس لوچ پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو آهي، اهڙي سون کي پڪ آهي. دراصل مون چوڻ اهو ٿي چاهيو ته اها ڪاميابي لکندڙ، پڙهندڙ، پريس ورڪرز... سڀني جي گڏيل ڪوشش ۽ محنتن جو ڦل آهي ۽ پڙهندڙ به وڪون اڳتي وڌي مهراڻ جي آجيان ڪئي آهي. تخليق توڙي تحقيق ۾ اهميت اهڙين تحريرن کي آهي، جن کي ور ور پڙهڻ تي دل ٿئي- ۽ منهنجي ٻاران ڪوشش اها ئي آهي، ته مهراڻ ۾ اهڙو وکر وهائجي، جيڪو ڪڏهن به پُٺي پُراڻو نه ٿئي. ان ڪوشش ۾ ڪيتري قدر ڪاميابي ملي آهي، ان جو فيصلو مهراڻ جي سُڄاڻ پڙهندڙن تي ٿو ڇڏيان.

● هند ۾ ڇپيل "قاضي قادن جو ڪلام" سنڌي ادب جي هڪ اهم تصنيف آهي. شري هيري ٺڪر جنهن آڪير ۽ محنت سان، قاضي قادن جي ڪلام کي، پراڻي ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل دستخطي نسخي تان آتاري، سوڌي ۽ سنواري سنڌيءَ ۾ پيش ڪيو آهي، ان لاءِ هن کيرون لهڻيون. سنڌ جي عالمن "قاضي قادن جو ڪلام" جي ان جي شانَ سانَ وڏان آجيان ڪئي آهي. مهراڻ جي هن پرچي ۾ ان تصنيف بابت سنڌ جي بزرگ عالمن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي ۽ تنوير عباسيءَ جا اهم مقالا شامل آهن. سنڌ جي لاميار عالم ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جو مقالو ان تصنيف جو هر پهلو کان هڪ مڪمل آڀياس آهي: جنهنجو پهريون ڀاڱو هتي پيش ڪيو ويو آهي، ٻيو ڀاڱو ايندڙ پرچي ۾ پيش ڪيو ويندو.

● ٻُڪي ۽ قيس پنهنجا چتر عطيي طور ڏنا آهن، جنهن لاءِ سندن ٿورائتو آهيان.

— امداد حسيني

# لطيفي لات

سڄڻ سنهيون ڪن، لوڪان ليڪي ونگيون،
سنڌي سپرين، ٻر پروڙڻ ڏاکڙو.
(آسا – د-3، ب-8)

گولهه هٿ نہ ٻيو، ورهه منجهين وهٿو،
ڪُڙهه ۾ قطارون ڪري، سورن لايا سير،
سون جنهن گهاري ڪير، هيڪلي ره سچئين؟
(رپ – د-1، ب-3)

جاهه نہ سچو ڏينهن، هنڙو اوني وڪ جئن،
مون ٻريان سين ليڪهن، چنڊ ڪارڻ نہ ڪيو.
(رپ – د-1، ب-7)

مون منجهئي مينهن، ڪوهه ڪريند بس ڪرين؟
سڙلو سارو ڏينهن، سون ٻريان جو نہ لهي.
(رپ – د-1، ب-10)

چنڊ رهي نہ چيٽ، ويٺين واڳيو نہ رهي،
رئيءَ لنجي نيت، هنڙو واٽ ورڪ جئن.
(رپ – د-1، ب-12)

چيتاريان چٽڪن، وساريان نہ وسري،
ويروتار ڏنڪن، سڄڻ ٻڪي هنڌ جئن.
(رپ – د-1، ب-14)

ڳولي ڳولي، ٻرين ٻتائين ڪج جئن،
جي منَ مجوني، سي ڪئن وجن وسري؟
(رپ – د-2، ب-3)

الدر اندريون، جئن سي والجهيءَ لٺ ۾،
مون تنَ تيتريون، تہ ڪئن ميلبو مچئين؟
(رپ – د-2، ب-4)

آترَ ڏلي اوتَ، نہ مون ستوڙ نہ ڪبرو،
چارئي چنيءَ ٻوتَ، مون ريڙهيندي رات گئي.
(رپ – د-2، ب-8)

جي ڪو ڏٺ ڪري، تہ ڏونگر ڏورڻ ڏاڪڙو،
چپر ڪين ڏئي، سوڪڙيون سٽن ڪئي!
(ڪاهوڙي – د-1، ب-9)

سولهپ ۾ سپ گهٽا، سنجهڻ ماکي هوءِ،
ٻرو ٿنهين ٻوهه، جو آجهي ٻوءِ آن تان.
(ڪاهوڙي – د-3، ب-4)

صورت گهڻا سهڻا، ناڻا سندن نٿوهَ،
ريلو ڏئي روحَ، جو ڪاڻي سو ڪامي مري.
(ٻروو سنڌي – د-1، ب-9)

جيءَ منهنجو جنن، انگڙيارو وڏيو،
پنجاڻان ٻرينِ سيان، سچو نہ ٿئي!
(حسيني – د-9، ب-2)

ڪاڻيءَ مَ ڪنئيو، منئيءَ سنڪر مَ ڏيو،
هيڪر آجهايو، ڏيئي ٻرَ لنهارَ جئن.
(حسيني – د-9، ب-6)

"شاهه جو رسالو" ڪلياڻ آڏواڻي
(چونڊ: سحر امداد)

# فن ـ فنڪار: مقصد، پرک جو ملهه

ــــ سوليزينتسن

... اسان ۾ فن کي هٿن ۾ کنيو، الهيءَ کي ڏاڍي خود اعتمادي سان پنهنجي ملڪ سمجهندا آهيون، تيزيءَ سان آن جو مقصد متعين ڪري وٺندا آهيون، لئين سر الهيءَ جي تعمير ۽ تشڪيل ڪندا آهيون؛ ان جا پڌرناما ڏاهيندا آهيون؛ الهيءَ کي روڪ قيمتن تي وڪرو ڪندا آهيون؛ سگهارن جي خوشامد ڪندا آهيون. ڪڏهن آن کي اساچ ڳائڻ ۽ ڪلبن ۾ تفريحي مقصدن لاءِ ڪٽي ويندا آهيون ۽ ڪڏهن ـ روڪ يا ڏنڊي جي استعمال سان، الهن سان جيڪو ۾ مقصد هجي ـــ غير مستقل سياسي يا محدود سماجي گهرجن کي پورو ڪندا آهيون؛ پر فن اسان جي الهن عملن ڪري ناپاڪ نٿو ٿئي. ان ڪري اؤ پنهنجي فطرت کان سگ نٿو ڇني. پر هر ڀيري هر استعمال سان اؤ پنهنجي پراسرار اندروني، روشنيءَ جو ڪجهه حصو اسان جي جهوليءَ ۾ وجهي ٿو.

... اهي سڀئي ماڻهو جيڪي اها اڳڪٿي ڪندا آهن ته فن وڪري رهيو آهي، آن جون هيٺتون بي معنيٰ ٿي چڪيون آهن ۽ اهو ته اؤ مري رهيو آهي، غلطيءَ تي آهن ۽ غلطي تي ئي رهندا. اسان مري وينداسين پر فن باقي رهندو. ڇا اسان فنا ٿيڻ کان اڳ آن جي سڀني پهلوئن ۽ انهيءَ جي مقصدن کي سمجهي سگهنداسين.

... هر شيءِ جو نالو هئڻ ضروري ناهي. ڪي شيون اسان کي لفظن کان ماورا علائقن ۾ وٺي وڃن ٿيون. فن، سرد ۽ اداس دل کي گرم ڪري الهيءَ کي اعليٰ روحاني تجربي لاءِ وشال ڪري ٿو، فن جي وسيلي اسان تي ڪڏهن ڏنڌلي طور تي، مختصر طور تي، اهڙا انڪشاف ٿين ٿا، جن تائين عقل جي رسائي اڻ ٽيڻي آهي.

... فن پاري جي سچائيءَ جي پرک خود آن جي ذات ۾ هٽڪيي هولدي آهي. جڙتو، ڪٺل پيئل تصور مثالن جي روپ ۾ پرک جي معيار سان بنهه ٽٽا نهڪن، اهي ٽڪرا ٽي ويندا آهن، بيمار ۽ پيلا پئجي ويندا آهن. انهن کي ڪوءِ نه قبوليندو. اهي فن پارا جي سچائين سان جنم وٺندا آهن، زنده ۽ سگهاري صورت ۾ پيش ڪيا ويندا آهن، اسان کي پنهنجي وس ڪيو ڇڏين. اسان کي آوّس ڪيو وجهن ته اسان الهن ۾ دلچسپي وٺون ـ ۽ ڪو اهڙو شخص ڏکيي عرصي کان پوءِ به نه آئندو جو الهن کي رد ڪري سگهي.

-ترجمو: ولي رام ولڀ

# مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ"

## غزل

ڏل ٿي ڏڙڪي اچي دلدار جي در ڪي ويجهو،
جو متان هو نہ ڏسي ديدهِ تر کي ويجهو.

تلخيِ دهر جي ڪثرت کان هي حالات ٿيا،
مان پڇي ڪونہ سگهيس شهہ شڪر کي ويجهو.

ٿئن ٿي جالي جو نہ حاصل ٿي سگهيو صبحِ وصال،
جيئن وڃي ڪونہ سگهي شام سحر کي ويجهو.

هو ڀري آهہ هميشه کان ڀري ٿي رهندو،
جيئن اچي ڪين سگهي شمس قمر کي ويجهو.

گوهرِ عشق تي هر وقت نهايت مون ڪئي،
ڪونہ هرگز مان ويس سيم ۽ زر کي ويجهو.

شاعري ذهن جي احساس جو نالو آهي،
مون وٽي آهہ ڏنو حسنِ بشر کي ويجهو.

ڇو ڀلا 'طالب المولىٰ' رهي غمگين هردم،
آهي مولا تہ سندس دست نگر کي ويجهو.

ڏٺاسون زماني ۾ ڏاها ديوانا،
ڪي ڏاها ديوانا، ڪي ديوانا ڏاها.

گهرون ٿا ته آباد ڪريون ويرانا،
طبيعت محبت ڪئي وحشيانا.

اچن ٿا سوين ياد پنهنجا فسانا،
هو پنهنجا فسانا، هو گذريل زمانا.

اوهان سرد مهري ۾ آرامي آهيو،
اسان جا اهي جذبا تازا توانا.

اڃا تائين احساس دردن کي آهن،
هنيا جي نگاهن جا تو تازيانا.

حقيقت ۾ آهون ۽ دانهون ٿي آهن،
جهان وارا سمجهن ٿا نغما ترانا.

ڪئي سون نه شاهن جي ڪا دست بوسي،
وسن شال ساقين سندا آشيانا.

سڄي عمر اڄ تائين اينهين ٿي گذري،
اسان جون اميدون، اوهان جا بهانا.

اڃا پوريون سجدوني پورو لٿو ٿئي،
هُجن ٿا ڪٿي باقي فرضي دوگانا.

هي مخدومي پيري جو آهي ڪو پردو،
طبيعت فقيرانا يا عاشقانا.

اي مولا، سنڌ ۽ 'طالبِ مولا' تر ٿئي،
ڏجنين ڪيس دارين جا پئي خزانا.

## سليم ڳاڙهوي

### ناچ

زندگي رهگذارن ۾ تڙڦي رهي
آه آپري رهي
ساز وڄندا رهيا، راڳ جاري رهيو، جام ڦرندا رهيا.

ڇير ڇمڪي رهي
ناچ ٿيندو رهيو
باهه ڀڙڪي رهي، شمع روئندي رهي
محفلن ۾ ڪي راڪاس کِلندا رهيا
ڪي پتنگن جا البوهه جلندا رهيا
ڪن جا عشرت ڪدا رت سان روشن رهيا، ڪن جي خس خاني جي خاڪ ڇڻندي رهي.

ناچ ٿيندو رهيو
ڇير ڇمڪي رهي
اهرمن جا وڏا ڏند تڙلدا رهيا، وحشتن جا ڪهڻا ميڙ مڙلدا رهيا.
ڏنگ ڏلکن مٿان جام جاري رهيا، مئه به ڇلندي رهي، ڪرڪ ڪڙلدا رهيا.
ڪنڌ لڏلدا رهيا، شور وڌندو ويو، جوش جاڳي پيو،
هوش ويندو رهيو
روح ريهون ڪيون
ڪنهن جون آهون اٿيون، ڪنهن جون دانهون اٿيون، ڏاهه جي روهه ۾ سڀ عدم ٿي ويون.

ڪيئي اکڙيون پنيون، ڪيئي ڳوڙها ڳڙيا،
ڪنهن جي دامن مٿان لال ليڪا لڙيا
ڪيئي سُڏڪا سڙيا
ڪيئي آڌما پڌا، ڪيئي آسون ٽٽيون،
ڪي جواليون لٽيون، ڪي ڪهاڻيون کُٽيون،
وار کولي شرافت رُني زار زار
بي سڪون، بيقرار،
زخم ٽمندا رهيا، داغ ٻرندا رهيا.
خوب تاڙيون وڳيون
ڇير ڇمڪي رهي
ناچ جاري رهيو!

# ڪافي

ڪوئي علم نه ڄاڻان اڳ جو، ڏس مون کي ڏئي وڃ ڏڳ جو
ڏس مون کي ڏئي وڃ ڏڳ جو.

هڪ واٽ ڏکي، ٻي واري، ٽين ڪاري رات ڪٽاري،
وڃي ڪاڏي منزل ماري، پتو ڪونه پوي ڦو وڳ جو.
ڏس مون کي ڏئي وڃ ڏڳ جو.

منهنجو دوست دلاور تون ئي، منهنجي روح جو رهبر تون ئي،
منهنجي پيار جو پرور تون ئي، اهو راڳ سندم رڳ رڳ جو.
ڏس مون کي ڏئي وڃ ڏڳ جو.

تنهنجون اندر منجهه اکيران، منهنجي ساهه ۾ اڀرن سيران،
ڪٿي آءُ آئي جون هيران، ٻند ڪول وري ڇڳ ڇڳ جو.
ڏس مون کي ڏئي وڃ ڏڳ جو.

تنهنجي لاءِ سليم سڏايان، تنهنجي نور جو طالب آهيان،
تنهنجا گيت غزل ٿو ڳايان، سهڻو سائي تون جڳ جڳ جو.
ڏس مون کي ڏئي وڃ ڏڳ جو.

# گيت

ٻيڙي ٻار آڪار، او مانجهي، ٻيڙي ٻار آڪار.

لنڊڙي ٻيڙي، ڪُن ٿا ڪڙڪن، سامهون آهي سير،
ڪاريون راتيون، واءُ اٿاٿو، وير مٿاهون وير،
سوچي سمجهي ونجهه هلائج، غفلت ۾ نه گذار؛
او مانجهي، ٻيڙي ٻار آڪار.

وڪ وڪ تي هڪ واڳو ويٺو، ڇوليءَ ڇوليءَ ڇوهه،
مانگر مڇ ڪي مارڻ ڪارڻ، ٻاڙن ڪي ڪر لوهه،
ڪاهج ڪاهج، سڙهه ڪي ساهج، همت مور نه هار؛
او مالجهي، ٻيڙي ٻار آڪار.

ٻيڙيءَ وارا غم جا ماريا، تنهنجي لاري لاري،
هيڻن جو هڏ ڏوکي ٿي هل، ٻيڙي ٻار آڪاري،
سچ جو سائي سچن ڪي سونهي، ڪوڙن سان ڪر ڪار؛
او مانجهي، ٻيڙي پار آڪار.

ٻائي آخر ٻاڻي ٿيندو، ڇوليون ڇوهه ڇڏينديون،
هار ڪڇيءَ ۾ توکي ٻوندا، سوٻيون ٻير چمينديون،
ٻل ٻل توکي ٻار آڪاري، ليئهن منجهان ته نهار.
او مانجهي، ٻيڙي ٻار آڪار.

# محمد ابراهيم داغ ٽڪڙائي

## ڪافيون

ساري ساهه ٿو سنگهارن کي، تن ويڙهيچن ولهارن کي.

ڪيهه قيد منجهان اي سير عمر، شل تنهنجا ڪيرن اهي ڪوٽ قصر،
هُتي ٿوڪي پيئيندا منهنجا پنهور، سونهي ڪين ستم سردارن کي!

اڄ آهه آتر کان هير ڪُلي، وڻ ٽڻ کي وسڻ جي ڪيرَ ملي،
ڏي سوکل مون کي ميرَ ڪيلي، وڃي ويڙهه ڏسان وسڪارن کي.

ڪري ياد وطن اکيون روز روئن، پيون پنهنجي وطن لئي واجهه وجهن،
جڏهن رات پڇي ٿڌن نيڻ وسن، نٿو صبر اچي سِڪَ وارن کي.

متان داغ وصل جو واءُ وري، شل ٿهري عمر جو ڪوٽ ڪِري،
نه ڪا دانهن اثر ٿي منهنجي ڪري، وڃي پٽ سان پڇان پنهوارن کي.

●

آيو يار اگڻ ڪوڙين ڪرم ڪري، ڏسي جنهن کي سنڌ هي دلڙي ٺري.

تنهنجي گهورن تان آءٌ گهور وڃان، جيسين جيئري هئان تنهنجا ٿورا مڃان،
تنهنجا پير ڀرين اهي ڇو نه چمان، جيڪي آئين وٺ محبوب ڀري.

تنهنجي حسن جو آهي هر جا هُلُ، ڪري ريس نه تو سان ڪوبه ڪنول،
ويهه سيج چڙهي منهنجا محب ميئل، متان مون کان ڀرين ٿيين پل به پري.

تنهنجا ٿورا نه لٿورا ڀائيندس، ڪري قرب ڪمال ڪمائيندس،
وري پير نه پرٿي هٽائيندس، ٿو سان داغ لپائي لينهن مري.

# عبدالرحمان عبد منگيو

## (نظم)

اڄ ائين ٿي اوچتو مٺڙا اباڻا ياد پيا،
سٺ آئي ساھ کي، پڪڙا پراڻا ياد پيا!

ٻاغ، ٻوٽا، سبز چيرون، گل گلابي هٿ ڏسي،
ڪرڙ، ڪالديرا، ڪيڙ ۽ لٿر لاڻا ياد پيا!

ٿوم، هڙبو، ڦودلو، پالڪ، ٽماٽا ۽ ڦريون،
سرلھ، چانيو، ساڳ سھٹو، جيھل ڏاڻا ياد پيا!

نارنگيون، ڪيلا ۽ ڏاڙھون، صوف، سردا هٿ ڏسي،
ريڙيون، ونگا، چيڙ، گدرا، هنداڻا ياد پيا!

هيٺ سدائين هوٽلن تي ”سالنا سنگل“ جو شور،
مالي ٻاجهر جي ٿان مکڻ جا چاڻا ياد پيا!

چالھ ”گوليمار“، ”پوڻيا“ هٽي ڀيون هي زهر لا،
ڏڏ، ڏؤلرا، ڪھر، گيھہ سي انَ ڪاڻا ياد پيا!

مشنري هر جاء حرڪت ۾ ڏسي، حيرت وئي،
ڳوٺ پنھنجي جا ڦيتل چرخا، آڏاڻا ياد پيا!

پلنگ، پتراڻيون ۽ صوفا سيٽ مخمل جا ڏسي،
هرمچي ۽ کالو ڀمري جا وڇاڻا ياد پيا!

ڪوڙ وارا شان شوڪت شهر وارن جا ڏسي،
ڪوري، شيدي، موچي، ماڇي ۽ مهاڻا ياد پيا!

شهر جي چالاڪين ۽ چالبازين ڪان ڀري،
ڳوٺ جا سي صاف دل سادا ڳوٺاڻا ياد پيا!

منهنجي مارُن کي ڪٿو، روابو ماليل آ ڏاج ۾،
شام جو مونن ٿا ماڻا سي سياڻا ياد پيا!

اڄ ٻه ڪيئي ٻيسجن پيا ظلم جي جالداھ ۾،
تن کي ساري مون کي اڄ ماضيء جا گهاڻا ياد پيا!

ظلم جي طوفان ساڻ وڻ تان هليا ويا سڀ پکي،
ٿار جڏهين ٿيا لٽي، ڳيرا آڏاڻا ياد پيا:

# استاد بخاري

● ڪير ٿو ڪنهن کي سڃاڻي ھھڙي ھاڄڪار ھاڙھي رات ۾
رات جا
چار ئي طرف ڪاري ٻـ آ
چار ئـي ٻهر چـاري ٻـ آ
ڪُڇُني ٻـ آ
ڏُبِتـي ٻـ آ
ڪَنبِـي ٻـ آ
ڪير ٿو ڪنهن کي سڃاڻي، ھھڙي رهزن رات ۾.
سج،
پيهي ويو پهاڙن جي پٺيان ـ ڪو وقت ٿيو
چنڊ
الائي ڪهڙي چـُر ۾ ـ ڏوُر ـ چڪنا چور آ
تارا ويچارا
جي آهن پتڪڙا، ٻـر چمڪڻا ۽ چلڪڻا
سي
سڀئي ڪوراڙ ڪارولپار جهـُڙ آهن وڏا اوڙاھـ ۾
ھڪ لڳو ھٽ سان ملي
اک لڳي اک کي ڏسي
هڪ تہ گهـُگهـُہ اولداھـ
پيو ڳجڪاھـ ٻيلا ـ ٻاٽ ... ٻاٽ!
واٽ ھولدي لاهي واٽ!
ڪيئن ڪجي؟
وڏ ٿو ٻـ آ اڳتي ضرور
ملڻو ٻہ آ محبوب سهڻي ساٿ سان
ڪيئن ڪجي
هئہ
ڪيئن ڪجي؟

او ڪري ٻئو وڄ، اڄ ٻيرن مٿان ٻيلا ٻـرن،
روشنايون روشنايون ٿـي وڃن
واھـرو ـ واھون — ملن!

# نثار بزمي

## فرض ڪريو......

فرض ڪريو مان چور هجان ها
گلڙن جو رنگ چورايان ها
ڍولڻ جو ڍنگ چورايان ها
الفت جو انگ چورايان ها
بلبل جي لئي چورايان ها
شام جي سرخي چورايان ها
صبح جي صورت چورايان ها
سازن مان سُر چورايان ها
گيتن جا گُر چورايان ها
سهڻيون دليون چورايان ها
سُونهن سموري چورايان ها
پيار سڄو ئي چورايان ها
امن امان کي چورايان ها
ٿر جي ٿاڌل چورايان ها
مٺڙيون ڳالهيون چورايان ها
هاءِ! مگر مان چور به ناهيان

فرض ڪريو مان لالگ هجان ها
زردارن کي ڏنگ هڻان ها
سردارن کي ڏنگ هڻان ها
مظلومن کي ڪونه ڏنگيان ها
مزدورن کي ڪونه ڏنگيان ها
مجبورن کي ڪونه ڏنگيان ها
پيٽ وڏن کي ڏنگ هڻان ها
مان ڏاڍن کي ڏنگ هڻان ها
محتاجن کي ڪونه ڏنگيان ها
بيواهن کي ڪونه ڏنگيان ها
بي يارن کي ڪونه ڏنگيان ها
بي دردن کي ڏنگ هڻان ها
دل وارن کي ڪونه ڏنگيان ها
دلدارن کي ڪونه ڏنگيان ها
هاءِ! مگر مان نالگ به ناهيان

فرض ڪريو مان ڪانءُ هجان ها
پريتن جا پيغام ڪٿان ها
سڪ جا ساڻ سلام ڪٿان ها
عشق وٽان انعام ڪٿان ها
حُسن وٽان الزام ڪٿان ها
آمد جا اظهار ڪريان ها
يارن سان گڏ يار ڪريان ها
خير جون خبرون مان آڻيان ها
من جي مطلب کي ماڻيان ها
رُٺلن کي مان پرچايان ها
ٻن دلين کي پرڀايان ها
وچ ۾ وهي ڳالهايان ها
ساهه پٽي مان سرچايان ها
هاءِ! مگر مان ڪانءُ به ناهيان

فرض ڪريو مان جيڪي آهيان
سو نه هجان ها

درد جون دانهون ڪير ڪري ها؟
مظلومن لاءِ ڪير مري ها؟
ٿڌيون آهون ڪير ڀري ها؟
زهر جا پيالا ڪير پيئي ها؟
جنجالن ۾ ڪير جيئي ها؟
دل تي پٿر ڪير رکي ها؟
سوريءَ کي سڏ ڪير ڏئي ها؟
”بزمي“ نالو ڪير رکي ها؟
هھڙيون ڳالهيون ڪير ڪري ها؟
اکڙيون آليون ڪير ڪري ها؟

# احمد خان آصف

## هُن بازر جون مايون

'هُن بازر' جون مايون آهن
سهڻيون ڀڳل پايون آهن
سُرڪن ٽيون ته گُمان ٿو گذري
ٺُڪرڻيون جن مُسڪايون آهن
پوريون، گوريون، جن کي ڏسندي
حورون خود هِرڪايون آهن
چا سُونهن سنهن چا ويس سندن
پريون پڻ شرمايون آهن

هي به ته ڪنهن جون پينر آهن
هي به ته ڪنهن جون جايون آهن
مٽردن جي ڪنهن منصوبي سان
ويچاريون هت آيون آهن
موتي عصمت جو وڪڻ ٽيون
مُلهه چا؟ ڪوڏيون پايون آهن
رَت جا ڳوڙها سي سُرڪن ٽيون
پيئيون ميندي لايون آهن
عورت اوجهڙ پاڻ نه پولدي
مٽردن پاتيون جايون آهن
'آصف' گل باغن ۾ سوانهن
ٺُڪرڻيون هيت مُرجهايون آهن!

# واجد

● عرصو اڳ
منهنجو در کڙڪائي
چيو هُيئي:
'آءُ تان آخري تارو ٽٽي پيو!'
پر مان چُپ پهاڙ جيان!

وَرهه وهاميا
اڄ وري تو منهنجو در کڙڪايو
چيئي ته: 'چنڊ آسمان مان ٽُٽي ڪري پيو!'
پر مان چُپ پهاڙ جيان!

ماڻهن جاتو، اڄ ڪان پوء
تون موتي مور نه اينديون
پر مان جاڻان ٿو
سيج جي سرد ڇپڻ جي سُڌ ڏيڻ ليء
موٽي ايندين!

●

# فيض الله

## په نظم

(1)
پين ڪڻان ٿو، شعر لکڻ ليء
پر ڪاڳر تي
تنهنجو چهرو ٿو چِٽجي وڃي!

(2)
ڏڪڻ کهليو آ
مينهن آڪاميو آ
۽ حرڪتي پار
ڪاري هينان
انهُ چتي
جهرڪيون ڦاسائن ٿا!

## ● وائي — غلامحسين رنگريز

ڪوڙ ڪري سچ زير ڪيئي، ڪيڏو هي انڌير ڪيئي!
ٻارن جهڙي عادت تنهنجي، ڏاهي ڏينگا ڏير ڪيئي!
ڪاري ڪکري آئي آپ تي، سچ سان ڪهڙو وير ڪيئي!

## ٻه نظم — حيات جتوئي

● ڪو سوڍو چڙهيو سوريءَ تي
جو ڪنوار ڪنن ۾ ٻُڌو ناهه
مينديءَ جا وڻ ٿي وڍجي ويا
الا، ٻُڌن ۾ ڪنڙو ناهه

رت رتا بادل آڀ تي
۽ رتي هوا ۾ آڌري ٿي
ڳجهن ڳجهو آ ڳالهايو
ڪا ٻاهه ۾ ٻوتي ٻري ٿي

● چوري ايڏي لنب ڪرين
ڪهڙا خواب سجايا ٿئي
وَڻُ آئي ٿي ويل وڇئي
ٻوءِ جا سَڏَ اجايا ٿئي
ٿم ٿم لائي ٿالڌاڻن جا
ساوڻ جا هي سعيا ٿئي

## ● وائي — ساز ملاڪاٽياري

ٻاهه ڪنوڻ جو هَس بادل، وَس وَس بادل وَس!

مون ڏي والکي ڪوڙ منجهان وريو، الا سارن چو ڪئي بَس بادل!
الا سانگيئڙن لهه ڪا سار لڌي، ڏِج جهالگيئڙن ڪي جَس بادل!
الا تاجيءَ ٻيئي ٻٽ مارو، جن جي ريهاڻين ۾ رَس بادل!
الا 'ساز' وطن ۾ ساهه ڏيان، پوءِ ته ڪالهي ڪَس بادل!

## ● غزل — مسڪين راشدي

ايهه شل سُک توکي هوءِ، سون کي ڏُک به پيارا آهن.
اڄرو اڄرو من آ منهنجو، ڪهڙا قاتل ميرا آهن.
ماڻهو لاهن ميٺي سهڻا، کي کي سوٽين داڻا آهن.
هر هڪ دل ۾ ڪهڻيل، تنهنجا منهنجا سڏڪا آهن.

# بشير احمد شاد

## وقت

وقت وڏو ٻهروپي سالڏي والگر روپ مٽائي سائين!
وقت وٺي کي آهه پلا ڪنهن آندو ماڳ ورائي سائين!

وقت عمر جي انگن کي هت، جيتوڻيڪ وڌائي ٿو،
پَرَ حياتيءَ جي ليکن کي، ڏينهون ڏينهن ڪَٽائي ٿو،
راتين ڏينهن جو چڪر چڻ، دنيا کي سمجهائي ٿو،
ويل وٺي لاهي ورڻي، آٺ کر ڪا ڪار پڌائي ٿو،

وقت خريدي ڪير سگهي ٿو، توڙي لک لٽائي سائين!
وقت وٺي کي آهه پلا ڪنهن آلدو ماڳ ورائي سائين!

ڪرت ڪهاڙي، صليب پالو، تيز تکي تلوار ميان،
نازڪ پردي جهڙي آهي، ڪاغذ جي ديوار ميان،
ڪين رکيو آ ڪنهن جي ڪارڻ، وقت وڏي رفتار ميان،
بنا لغام چتي گهوڙي تي، ڏڙتيلو هسوار ميان،

ويٺي وقت وڃائي جيڪو، تنهن کي وقت وڃائي سائين!
وقت وٺي کي آهه پلا ڪنهن آلدو ماڳ ورائي، سائين!

وقت جي ويرين ۾ ويڙهيل هي ماضيءَ جا آثار ڏسو،
لينوا ٻابل جا کنڊر ۽ ايلورا جا غار ڏسو،
اهرام مصر جي عظمت ۽ هوءَ چين سندي ديوار ڏسو،
موهن، ڪاهو هڙپ توڙي مڪليءَ جا اسرار ڏسو،

وقت وڃي ٿو گذري ليکن پنهنجي ياد رهائي سائين!
وقت وٺي کي آهه پلا ڪنهن آلدو ماڳ ورائي سائين!

ڪنهن کي وقت هماليه جيان ڪيو اوچو ڪنهن کي زير زمين،
وقت ڪيو ڪنگال مان ڦيري ڪنهن کي ڪڏهين تخت نشين،
وقت ڪيو ڪنهن جي لڏ آهي ذرتيءَ کي هت بهشت برين،
وقت بڻيو دوزخ جو دونهون لهسيا ڪوڙين ماه جبين،

وقت تي ويساهه ڪين ڪجو، ڪنهن مهل به ڪلتي کائي سائين!
وقت وٺي کي آهه پلا ڪنهن آلدو ماڳ ورائي سائين!

وقت اسان تي ايئن ڀڃي شهر هتي شمشان ڪيا!
وقت ڪڏهن ٻوڏ آندي وسندا وڻ ويران ڪيا،
وقت ڪڏهن آ باهه تي ڀڙڪيو، ڪيئي هٽ نقصان ڪيا،
بارش طوفان بجلي ڀڃي، ڪيئي گهر ويران ڪيا.

وقت هتي سؤ روپ وٺي، هر روپ ۾ هاءِ ستائي سائين!
وقت وٺي ڪي آهه ڀلا ڪنهن آندو ماڳ ورائي سائين!

وقت وٺي ڪي هاڻ وساري حال ڪي هاڻ سنواريون يار،
ڪوتاهين ۽ ڪمزورين ڪان لئين سر ڀاڻ سڌاريون يار،
نئين حوصلي لئين امنگ سان نئين سج ڏانهن نهاريون يار،
هرهڪ غافل کي ڏولڏاڙي، محنت لاءِ اٿاريون يار،

شاد رهڻ لاءِ شرط اهو آ هرڪو ڀاڻ ملهائي سائين!
وقت وٺي ڪي آهه ڀلا ڪنهن آندو ماڳ ورائي سائين!

## پيار

**مظهر جلباڻي**

پيار مٿانهون پيار آتم، پيار شرم آ پيار ڀرم.

پيار ۾ ٻولڻ آهه صداقت، پيار ۾ مرڪڻ آهه سخاوت،
پيار ۾ جيئڻ آهه عبادت، مرڻ انهيءَ ۾ آهه شهادت،
پيار ئي آهي دين ڌرم، پيار مٿانهون پيار آتم.

پيار ته آهي سچ سمورو، پيار بنا جڳ ڪاسي ڪورو،
آڻ ڀڃ جيون آهه اڌورو، هرڪا شيءِ ڄڻ زهر ڪٺورو،
پيار ڀلائي پيار ڪرم، پيار مٿانهون پيار آتم.

پيار ته آهي دين ايمان، پيار بنا وسنديون ويران،
پيار نه ڄاڻي جو نادان، ڍور نه آهه آهو انسان،
پيار ته ڪعبو پيار حرم، پيار مٿانهون پيار آتم.

پيار بنا اونداهي رات، پيار بنا هر ڪوڙي ٻات،
پيار بنا ڪا تات نه تات، پيار نه ڄاڻي ذات نه پات،
پيار بنا هر ڪوڙو ڪم، پيار مٿانهون پيار آتم.

## سارنگ

● اکين جي آڪاس تي
بادل پرجي آيا
ڌرتيءَ جهڙن ٽوٽ ڳلن تان
جيئن جيئن وسند
تيئن تيئن ٿيندا
منظر سارا
آئوٽ آف فوڪس

● نيڻ نيڻن سان ٿا ملائي ڇڏيون
اڄ چوڻ لاءِ ڪجهه بچيو ناهي!

● اندران اندران ڀڄران
ڀڙان ڀڀ ڀڀ ڀڪان
ڳل تي ڳوڙهو وسي ته مان
چيڪي مٽيءَ جيئن مهڪان
صدين کان ٻوڙيو آهيان
ڌرتيءَ وانگر پيو سهڪان!

● لڙڪ لڪائي نيڻن منجهه
مُک تي مُرڪ سجائي مون
خوشبو جان ٻڪڙي ويئي
ڳالهه گهٽي لڪائي مون
پوءِ به هنتي رهجي ويس
وِڪَ گهٽي وڌائي مون
سيئي ڪانڊي ڪونه ٿيا
جن لئه جان جلائي مون
جيڪو منهنجو ناهي ٿيو
تنهن سان لئون لڳائي مون

## مير محمد پيرزادو

(غزل)

سوچون وڪريل ٿوهر ٻرَ ۾
گهٽيل دانهون پٿر پٿر ۾

آپ ۾ بادل، سور رڙي جڻ
ڍيل ٻُڪي ٿي ڏهر ڏهر ۾

دُک جي ڌرتيءَ تي هي شاعر
ڪنوڻين جيان چمڪاٽ ڪڪر ۾

ڀڄرو ٽٽندو، پوءِ به نه آڏلدو
سکهه نه ڪائي جنهنجي ٻرَ ۾

هٿ ۾ ڪنڊا، لڙڪ اکين ۾
گيت چپن تي، آڳ اندر ۾

مينهن سندي مٽي پٽندو پٽندو
تڙلدو سالون آيو ٿر ۾

ڪالهه شڪاريءَ جتوءَ لتاڙي
تيتر نه ٻولي اڄ ڪو تَرَ ۾

ڪانئر ڳولي ٿو پيو چتَر ۾
موتي ملندا اونهي جَرَ ۾

سولهن نه جاتي ننڊ وڏائي
ڪنول ڪيڙي ٿو گدلي سَرَ ۾!

# غـزل

## راهي چنا

ذات سنڌو مان ڌوهي سائين، منهنجا گيت سدائين گهايل.
وک وک تي ٿو واڪا ڪريان، ڪيسين رهندا ديپ اجهايل!
ٻار ٻرندڙ ڪان هير ڪهلي ڪا، صدين ڪان آ ساهه سڪايل.
آهه ميندرا حال ته اوريون، ميڙيو ڪاڪ ڪنول ڪومايل.
پيار ڪري پڇتايون ڇا ليءِ، روح جي آهي راند رچايل.
ڪنوڻ ڪنوي ٿي برسيو بادل، ڇنن ڇنن ڇمڪي ٿي پايل.
روز ازل کان پياسا آهيون، اوت اڃا هين ليڻ اڃايل.
من جو پنڇي قيد نه ٿيندو، ڪُوڪي پئي ڪاري ڪويل.

## ٻيار علي پريمي

•

جنجهرن ۾ جڪڙيل آهيون، پاڙن کان ئي اکڙيل آهيون.
ٻيرن تي ويساهه اسان جو، وهمن منجهه وڪوڙيل آهيون.
ڪٺليل مٽ جي اڳرين جهان، هڪٻئي کان سڀ وڇڙيل آهيون.
ڏيهه اندر پرڏيهي آهيون، ڪهَر تنڙ هولدي ڏتڙيل آهيون.
شل هي جاڳي جنگ 'پريمي'، لنبن منجهه لپوڙيل آهيون.

## اشرف آصف

•

رُتِ ميندي رتي سنڌ سوري ڪيا،
سرڪندي سرڪندي مرد تنهن ڏي ويا.
اوچتو ئي ونئي مات ئي مات آ،
سچ آهي ڪهڙي، ڪاٻه ڪالهي صدا!
هن ڪلا ڪان سوا هي ڪوي آ ائين،
جسم کان روح جا ڇڻ ٽُٽا سلسلا.
ائين ٻنن تي هٿا ماڪ جا هي ڦُڙا،
رات جا ڪي لڙي لڙڪ آهن پيا.
جي هجي وس اهو مان ڪڪر ٿي پوان،
هيءَ ڌرتي ڇڏي، پيو ڪهمان تي ڪهتا!

## اڪبر سومرو

### تصوير

ڪينواس تي تنهنجي تصوير
سڄڻ!
وار ڪکر ڪھاٽا
ڪن ڪارولپار
سڄڻ
چپ ڳاڙھا گل
متان ڇھين تون ٻہ
ٻنجي ويندن ڄهير
سڄو ڪارو لڪ ۾
تون ھئين ۽ مان ھئس
لڪي سنڌو ۽ ھير
ڪينواس تي تنهنجي تصوير.

●

## شاد عباسي پورزائي

### ڏيڙو

نماھي ”مھراڻ“
ادب جي باغ جي
سڳنڌ ۽ سرھاڻ.

ٽيماھي ”مھراڻ“
عشق وارن جي
الفت جو اهڃاڻ.

## درگاهي ديوانو

### ساگر

ساگر
مها ساگر
ليرو ليرو اونهو اٿاھ
ان جي لهرن ۾ آ پنو
پربت ٻي پرواھ.
ساگر
اهڙو اولهو
جهڙي منهنجي سوچ
لهريون لڙن ليون
گڏجي وڙهن ٽيون پربت سان
ہر پربت ساڳو اوچي ڳاٽ
پربت جي هڪ ہٽر لي
آئون وياڪل وينو آهيان
سوچيان وينو
ڇولين ۾ ٻي شڪتي آهي
پربت ۾ ٻي ٻل
آئون آتر السان لو سڏجان
مون ۾ ڪهڙو ٻل؟!

## ظفرالدين عباسي

### ٽيڙو

ٽڙهي ”مهراڻ“
جڻ
ملير ڇهراڻ.

●

رات پيهندي جنڊ
ڪومل هٿڙن والڪيان
ليڦون ليڦون ٽيو چنڊ.

## ج.ع. منگهاڻي

### وايون

اوکو اوکو، جيون اوکو

هلچل ڏاران ماڻهو کوکو،
جيون اوکو.

ڏيو ٻه دوکو، وٺو ٻه دوکو،
جيون اوکو.

ماکيءَ جان سندو آ جوکو،
جيون اوکو.

●

هيرَ ڪُهلي ڙي، هيرَ ڪُهلي ڙي.

ڦٽ ڦُراڻا پيا آکيلي ڙي،
هيرَ ڪُهلي ڙي.

روهن ۾ وٺي سوچ رُلي ڙي،
هيرَ ڪُهلي ڙي.

ليڻ نماڻا پيا آتلي ڙي،
هيرَ ڪُهلي ڙي

### ٽيڙو

ليڪ جو ليڪ،
اهڙو جهڙو —
سج جو ٽيڪ.

●

وٺو ساوڻ مينهن
گاهه ڦُٽو ۽ ساهه ۾
ساڻو ٿيو نينهن.

## ولي رام ولڀ

●

### ڪجهه ڪوتائون

شهرت ڪاڻ
ٺر هٺي
ڳاريون ڏئي
لُڪون آڇلي
ڳاٽ اوچو ڪيو
ٻر هو بي ٺانءُ ماڻهو
ڪنڌ لوائي
مات ۾ هليو ويو
موٽ ڏئو:
ماڻهن سندس ڇَرڻ ڇهيا؟

●

شهر ۾
ڪيس ڪير ٻه
ٺٺو سچائي
هوندو هو ڪڏهن
ڇوڪول هن جو
سندس ٻاڻ سچائي جو!

●

تارون منهنجو ريتي ريتي
زبان خشڪ ۽ سُڪل
آج جي ٻاهه
ڳيتَ هرڪا ٽاندا ٽاندا
تنهنجي چپن ۾ ماکيءَ جو درياهه
آجهل — اٿاهه!

●

ڳيرو ڳائي
ڪنهن کي ٿو ٻڌائي!
ڪوئي آهي؟ ڪوئي آهي؟

## سرڪش سنڌي

### ساروڻن جا ماڳ

اي سنڌ سهالين سبز هجين شل مدعي تنهنجا ميرا ٿين،
ڪي ڪِپٽل ٿين، ڪي ڪِترا ٿين، ڪي ڦاڪون ڦِرا ڦيرا ٿين.

هي ٻرپٽ پي آباد هجن هي واهيون وڪڙا شاد هجن،
هن مهر ڀري ۽ موج هجي جئن گهر گهر اڳيان ديرا ٿين.

هت ڪس ڪس ساوا گاهه ڦٽن، جئن مال وندن جا مال چرن،
ڏسي گوشيون، ڪنڍڙيون ڀاڏيون خوش، خوش مارو جٽوان مٽيرا ٿين.

هت ڏڪون ساريون جٽريون سڀ، هت ساٻون پاڇيون ڪنريون سڀ،
هت ڪدرا ولڳا ووان وري، هت سنڌڙي الب ٻيهه ميرا ٿين.

شل ميون سان سڀ ڏار جهلن، ٻيا ليوڙي توڪي سجدا ڪن،
جئن رس رسيلي ٻيارا ٻي پرهور لشي ۽ ڪيرا ٿين.

تون هردم گل گلاب هجين تون خوشين سان سيراب هجين،
تون باغ بسنت بهار هجين تو ۾ بلبل جا آکيرا ٿين.

تون چمڪين پئي تون چلڪين پئي، تون ٻهڪين پئي تون ٽهڪين پئي،
شل پاڪ ڦٽيءَ جي لاٽن سان هي راتيون صبح سويرا ٿين.

هيت چنڊ سندي چالڊاڻ هجي، هيت مکڙين جي ماڻداڻ هجي،
هيت گلڙن جي سرهاڻ مٿان هيا، پوپٽن ايرا پيرا ٿين.

هت ساروڻن جا ماڳ هجن، هت ساز سريلا راڳ هجن،
هت پاڳائيون سڀ پاڳيريون، تن ويتر پاڳ پليرا ٿين.

جي ڪين سهن سي ڪين لهن، سڀ ڏتا ڏوهه ڏلڪ ڏهن،
شل ويري وڏجن ڪين ٻچن، هت ٻرت وارن جا ٻيرا ٿين.

هت اهڙا اهڙا رلڳ ٿين جئن دلگيرين جا دلڪ ٿين،
هت لوڙهيون لاش لٽيرن جا، جئن ڪين ڪنن ڪاٺيرا ٿين.

## اياز گل

● اچا اسان جو دؤر آ — اچا اسان جو دؤر آ!

اچا تہ پيار جو شهر وسي پيو، الهيءَ تي مينهن لينهن جو وسي پيو،
اچا لي سينڌ سولهن جي سنوارجي، اچا تہ ڪنهنجي وات پئي نهارجي،
اچا لہ پنهنجو پيار ٿو وسارجي، ڏکي اکين ۾ ساهه جان تو سارجي،
اچا وچن وطن سان پيو تو پارجي، اچا تہ ساهه ديس تان ٿو وارجي،
اچا تہ سچ ذات جو ٿو پارجي، ۽ رات سان ڪو سج ٿو اپارجي،
اچا اسان جو دؤر آ — اچا اسان جو دؤر آ!

# زينت بروهي

## ڏهڪاءُ

سُندر لار جي ڇپر جو ڇمڪو
ڇنل ڇپر جو ڀاڳ
ڪارو ڪالنگ ليپاڳو ڏائڻ
ڏنگي لہ هُن جو ماڳ!

خواب اڌورو سور سمورو
مارونئڙن ليءِ سُور
سُندر لار جي ڇپر جو ڇمڪو
سانگيئڙن ليءِ سُورا!

ڇنل ڇپر ۾ ليٽڙا ٻاٽي
چوڏهينءَ رات جو چنڊ
(جڻ) سورج ڪارڻ تونڙڻ چاهي
اولڏاهين جو منڊ!

(ڀر) ڪارو ڪالنگ نپاڳو ڏائڻ
ڳولي پيو سو ڀير
جنهن آ هُن جي ننڊ ڦٽائي
جنهن ڀاتي آ ڇير!

•

# شهناز ميمڻ

سپنا
ڏوپجي ويا سڀ
لڙڪن جي ڌارا ۾
جيئن
پاڻيءَ جي لهر ۾
لڙهي وڃي
هڪ واريءَ جو گهر!

•

## شاذي

ماهہ سُنجهي ٿو
هانءُ ٻُڌي ٿو ــ انهيءَ سوچ سان
تہ جنهن پل آنءُ مران
مرڻ کان پوءِ
توهين ڇڏي مون کي
هيڪلي، تنها قبر منجهہ
هليا ويندؤ
۽ آنءُ
آن پل جو سوچي
ٿڌي ٿيان ٿي
۽ ڏڪي پوي ٿي
سوچ جي تاثيل تند ذهن مان
۽ مري ڏري وڃان ٿي آن پل آنءُ
ٻُڌي وڃي ٿو منهنجو هانءُ!

# مختار ملڪ

## غزل

●

جنهن جي دل ۾ ڏک جو ديرو، آن لِيءِ ساڳيو سانجهه سويرو.
چاهت جي چانڊوڪي جنهن ۾، ڇٻو مَنُ آهو ڪئن ميرو!
ڪلهه جنهن سِر تي هنج لٿا ها، اَڄ اُت ڪانوَن جو آکيرو.
پيرَ پرينءَ جي ماڪ وڏن ٿا، آءٌ تِڪو يا ڇنڊ تڪيرو.
ڳنڍي پائيءَ ۾ ڪُل چاوا، هونئن تہ ڏپ جو گهر گهيرو.

## گيت

●

آءٌ ويٺو واجهايان: پُر- وائي نہ خوشبو آئي - سائين، ڪنهن لِيءِ جيئبو هاڻي!
پَلجي سوچيم: تو ڪيو ويندس سانسپنن ۾ ماڻي - سائين، ڪنهن لِيءِ جيئبو هاڻي!
روز جيان ٿي، اَڄ بہ ناهي، ڪوئي سنجهان ڏاڻي - سائين، ڪنهن لِيءِ جيئبو هاڻي!
سوچيا ۽ سُرهاڻ ڪٿي آ؟ واءُ ڇڏيا گُل چاڻي - سائين، ڪنهن لِيءِ جيئبو هاڻي!

# رسول بخش قريشي

## ڪجهه نظم

●

جن جا گناهہ بہ پاراڻا
ثواب بہ پاراڻا
تن ساڻ ڀلا او راڻا
ڪهڙا ياراڻا
جيئن آياڻو
سدا آياڻو
ڏينهن هجي يا رات
تاڙي سائي تات!

●

ٻچان پيو تہ،
ڪٿي هن دؤر جي
ڏاهن تي
سوچيندي سوچيندي
چريو ٿي نہ پوان!
تيئن سياڻو
سدا سياڻو
چَپ چوري يا چُپ رهي
قلم ڪٽي يا ڪات
موت مڱي پر مڃي نہ مات!

## راشد موراڻي

### وائي ۽ نظم

•

ڪيت ڪلهوڪا ڳاتل تنهنجا، هينئڙي منجهه هرن،
آلا ڙي، ڦل هي چپ چُرن!
ٻن ٻن سان ٻڙلاءُ اچي ٿو، ٻيهر ٻول ٻرن،
آلا ڙي، ڦل هي چپ چُرن!
ڳهر ڳڱاتيا ڳوٺ ڏسان ٿو، منهنجا قدَ جهُرن،
آلا ڙي، ڦل هي چپ چُرن!
سنڌڙيءَ جي سيني تي سائين، ڀها ٿا سپَ سُرن،
آلا ڙي، ڦل هي چپ چُرن!
والڪي ڦال وساري ويٺا، ڪڏجي حقَ ڪهُرن،
آلا ڙي، ڦل هي چپ چُرن!

•

ڇهوُلجهڪڙي ۾
واءَ جو جهونڪو
تنهنجي ڪهر جي سيرلهن منجهاران
خوشبو نيڙي
الين ٿو ياسي
ڀتاليءَ جي ايتن جو آهي جڻ تعبير
عالم سڀ آباد ٿيو آ
سنڌ سڄيءَ ۾ آهه سُڪارا

## ڏاج جوڻيو

•

### وائي

ٻاڪَ سهل، وڻ وهنتلُ، آيربون سُونون سوچ جون،
اڪيوناوجا ڳي ڀڪيون، ڳتَلَ پينَل َ.
تالا ڀالا ڪوڙڪيون، ساهه آڇلَ.
آهون دانهون بند ۾، ڀره ٻه آتَل َ.
ٻوتيءَ ٻوتيءَ ڀالڊ ۾، آس سٽل َ.

# سروپ چندر "شاد"

## گيت

تنهنجو روپ سنواريان يار،
هلي آ جاني جلويدار،
هلي آ محبَ مٺا منٺار.

آءُ، اکڙين ۾ سُرمي بدران، آس جا ڏيئا ٻاريان،
آءُ، چپڙن تي لاليءَ بدران، ڳاڙها گيت سنواريان،
چيڙيان دل جا تار، هلي آ.

هنن هٿن ۾ مينديءَ بدران، سُولهين همت جي ڏوري،
پيرن ۾ پازيب جي بدرن، اڳتي هلڻ جي جهوري،
منزل آ هٿُن ٻار، هلي آ.

هارن بدران سُولهن سيني تي کهاوَن جا ڦا گُل،
کهاءُ اسان کي ساڃهہ ڏئنا، جنهن جو مُل نہ تُل،
هيئڙي ۾ هٻڪار، هلي آ.

آءُ تہ تنهنجي دِل ۾ پريان ڌرتيءَ جا ڏک سُور،
تنهنجي سوچَ ۾ لوچ پريان ۽ لوچ ۾ لٿون شعور،
گيتن ۾، گُلزار، هلي آ.

تنهنجي ٻوليءَ ۾ پريان کي انقلابي رنگ،
تنهنجي ٻول ٻول ۾ پري چڙيان، آءُ، چنگ،
لفظن ۾، للڪار، هلي آ.

آءُ تہ توکي پيش ڪريان آئون، فڪر جا ڳاڙها گُل،
تنهنجي چوٽيءَ منجهہ سجايان، چنگ جو چوٽي ڦُل!
وہ واهہ هي سينگارَ، هلي آ.

## وايون

سون سريکي سرتي، ڇوٽي ڳوڙها ڳاڙين؟
سورُ ڏئي، ناسور ڏئي، تنهنجي دل ڪنهن ورتي؟
آپ پري ٿو ڇو آهين، ڇو ڏُڏي ٿي ڌرتي؟
سُر سُر سنڌڪي سُرندي ۾، اگر اگر آرتي.
سيار رتن سا ماڻيندي، جا پيڙا سان پرتي.



ڇوري ڇو ڪيلين ٿي؟ آڏيءَ ويلي تون!
ساوڻ رُت ۾ ڊيل واري، چاليءَ تورَ ٿيلين ٿي؟
چالڊوڪيءَ ۾ لِيرِ هيٺان، ڪنهن مان ليڪي ملين ٿي؟
گهر گهر هوندي تنهنجي ڳالهه، وينگس ڇو وٿلين ٿي.



تون آهين ورڌاتا (1)، ليک (2) آٿي تون پنهنجو ليک!
سُستي موت آ، چُستي جيون، آٿ، وقاءُ ورک.
وهم-واڳهه سان، سمنڊ اجهاڳ سان، سينو ساهڻ سيک.
ماڻهوءَ لئه محنت ائن آهي، مُنڊيءَ ۾ جئن ليک (3)
جيون آ پورالو سنڌو، تار وهي ٿو تيک.

## راڄ - راڙو

لنڊڙو ڏيئو،
ساري ساري رات سڙي ٿو،
تيز هوائن سان لڙي ٿو،
ڪين مُڙي ٿو.
اونده جو هي ازلي ويري،
اوندهيءَ سان سينو ساهي،
پنهنجي جان جلائي ٿو
جڳ ۾ جوت ڦهلائي ٿو.

جيڪو ماڻهو،
ڏيئي وانگي،
پاڻ جلي ٿو جوت وڌائي،
ماڻهوئڙن جا ڏک گهٽائي،
هر اياءَ سان سينو ساهي:
اهو راڄ جو راڙو آهي،
سچ پچ موتيءَ داڻو آهي،

(1) ورڌاتا: تقدير لکندڙ، (2) ليک: تقدير، (3) ليک: تيک

# انور پيرزادو

## سَچُ

سَچُ ڇڻو آ سچ جيان
تون ڏوتا اکيون بند ڪري به
ڏسي سگهين ٿو-
ٻر جي تنهنجين اکين مٿان
الڏائي جا هي ڇوڙ لهن
ٻر جي ٻنهنجيءَ اندر ينءَ اک ڪي
ڪولي، ڦاڙي،
تاريخن جي ترورن جا تاءَ ڏسين،
ٻر جي،
تنهنجي اکين اندر
ساڃهه جو ڪو سُرمو پائي،
ٻر جي
تنهنجي ڏوڏن ۾
ڪو دؤر سَرائي ڦيرائي -
ٻر جي،
ڏوتائپ جون ڦيرهن ٽاليون
هي سڀ دور ڪرين ته،
مان سمجهان ٿو،
اکين پٽڻ کان عذر ڪري به،
الڏا ٻوڙا گولڪا ڏوتا،
ماڻهو ٻوءِ به سچائي سگهين ٿو-
پل ته ڪنن ۾ ڪپهه هجئي،
پل ته چنگهون ۽ ٻالهون تنهنجيون
ٽالهن جي لوڙيءَ منجهه وڪوڙيل
ويڙهيل سيڙهيل ٻڌل هجن-
پل ته ڪڇيءَ ۾ ڪنهڻيءَ جو ڪو ڪهوڪهو
ٻاتل جو نه هجئي،
۽ آره تي ڳوري لالچ جي ڪا لَٽ
هجئي،
سَچُ ته ٻوءِ به سُرهو آهي،
ڪيسين ساهه مُنجهائي سگهندين -
جيسين ساهه کڻين ٿو ڏوتا،
سچ جي هن سُرهاڻ کي ناسون
بند ڪري به،
سُنگهين سگهين ٿو!

## نظم

رات جون رهڙون،
ڏک جا ڏڙڪا
ٽبرون تارن جون
هي سَهمُون،
چانڊوڪيءَ جون چٽرون،
ٻوتيءَ جي هڪ پَلوَ ۾
ويڙهي سيڙهي
ڏوهه ثواب کي
ڏوراپا ڏئي،
جيءَ جلي ڪا
اکني آ!

# تنوير عباسي

•

ماضيءَ تي ٽا ڀاڻ ٻڏايو، حال ۾ ڪهڙا آهيو!
ڀونتي ڏسبو اڳتي وڌيو، ڪيئن ڀلا سمجهايو!
آڻ ڀڪيءَ جان واريءَ ۾ ٽاٻ، پنهنجو منهن لڪايو!
پيالو موڻ ته پريو آهي پر، اوهان ٻه هٿ وڌايو!
ماضيءَ تي ٽا پاڻ ٻڏايو!

•

سدائين ائين ڪين گهرائبو آ
ڪٺليءَ دل سان ڪڏهين ته ڳالهائبو آ

ڀين جي اکيان جيئن شرمائجن ٿي
اسان جي اکيان ائين نه شرمائبو آ

نه شوخن سان دل کي ڪو اٽڪائبو آ
جي اٽڪائبو آ ته پڇتائبو آ

سڄي عمر اڙهبو پيو آ سبق هڪ
پنو عشق جو ڪين اٿلائبو آ

زبان مان ڇڏهن ڪو اکر ڪڍڻ آ کلي
الهيءَ وقت اکين سان ڳالهائبو آ

اوهان سان رکيو دل کي ولدرائبو آ
نه ڪٽبو ٿي آهي نه هارائبو آ

ڪڏهن دشمنن ۾ به ڊپ لاهي ٿهندو
ڪڏهن دوستن ۾ به گهٻرائبو آ

تڏهن شعر تنوير لکبو آ پاڻهي
جڏهن ڳهاءُ دل تي ڪوئي کائبو آ!

# اڻپورو نظم

مان هتان جو ناهيان.

هيءَ مٽي اوپري،
هيءُ ماڻهو اجنبي،
هي ڪڙيون جي منهنجي پيرن ۾ ڏسو ٿا
سي هنن ماڻهن جي ذهنن جا وڪڙ آهن،
تير جيڪي منهنجي سيني ۾ ڪُتل،
سي انهن جون تيز نظرون
رت، جيڪو منهنجي زخمن مان وهي ٿو
سو انهن جو قوت آ،
مان هتان جـو ناهيان
مان هتان جـو ناهيان
مان ڪٿان جو آهيان؟
مان اتان جو آهيان،
جت سُرڪ جي ديويءَ جو راڄ
جت ٺهڪڙن جا ہار ٿا رانه يون رمن
جت عشق جي پيڙي سدائين
حسن جي لهرڻ ۾ پينگهي چان لُڏي
جت خوشي چٽڳائي تيابن چان ڏکن جي رڻ ۾ ٿي
جهرمر ڪري.
هي شهر آهي ڪو ديون جو شهر
جنهن ۾ ٻارن جون رڙيون،
جنهن ۾ ڇيرڪن ڇوڪريون
ٻاڻ اولڌهه ۾ جتي ٿيون تيل لئمپ چان
پوت جون اکيون پسرن.

## آذار آرائين

●

جبلن تي شام- سڏ پڙاڏن ۽ پاڇن کي جنم ڏي ٿي
هرڻين جي ڪنن جا آواز
۽ پکين جا ڪنپ هڪ هڪ ٿي ڪوهيڙي ۾ ڪرن ٿا
منهنجو سفر ڪجهه ڪوهه باقي آهي
پر منهنجي گهوڙي جا سنب
وقت ۽ محبت زنده حقيقتون آهن
انهيءَ وهم ۽ گمان جي وچ ۾ ڪٿي
منهنجي دشمنن جو به ڪوٽ آهي
جتي سدائين هوندي آهي رات
۽ ميدانن ۾ ڪاريون هوائون ماتم ڪنديون آهن
فضائن ۾ زهر جي ٻالس آهي
اولداهين ۾ راڪاس ڦرن ٿا
اکين ڪان وينديي وسنديءَ ڏائين
آتي جي هر شيءِ ڪاري آهي
گهرن ۽ گهٽين وانگيان
منهنجي دشمنن جون دليون به ڪاريون آهن
پر تڏهن به آهي سڀ مون کي ڏاڍيون پياريون آهن
نقط ۽ فقط انهيءَ هڪ شخص ڪان
جو انهن ۾ آهي
پر انهن مان ناهي!

## مانيٽو اوڊو

آدم ۽ حوا وانگر
ڪوئي جوڙو
پيار ڪندو ته
21 صديءَ ۾ به
تڙجي ويندو
دنيا جي بهشت مان
دنيا جي دوزخ مان

ناگپال

## تون ڇا آهين؟

لڙهان پڙهان ۽ توکي ڳولهيان
جيون سپنا، تون ڇا آهين؟
ايڏا ڏنگ سهي به ڏوريان
ڏونگر ڏاڍا، تون ڇا آهين؟
کهڙي ماڳين ملندين مون کي
منهنجا سائين، تون ڇا آهين؟
ٻولڪو ٻاتل مڏرا نيڻي
لڙين لکوري لار لڪيڻي
تون ڇا آهين؟
هي ليزن تي لينهن جا لعرا
حق جي هوڪي وهڻ جا وَٽا
او سقراطي سچ آيا ڳا
تون ڇا آهين؟
ڳلي ڳلي ۾ ڪنهن کي ڳولين
مکتا ماريا، تون ڇا آهين؟
صبح سانجهيءَ پيٽ جا آلڪا
او ماليءَ ڦلڪا تون ڇا آهين؟
سچ سوالهن سنينهن ليءِ ورچين
ڇا ٻيو سرجين؟
او ڪوي هچارا، تون ڇا آهين؟

●

رات جڏهن به
سالت جي سيني مان
ڇيري ڦاڙي ڪا رڙ آئي ٿي
ٻاٽ اولڌهه ۾
تاري جي ڪا لاٽ ٽٽي ٿي
منهنجي سوچن کي
ڄڻ تہ لئين ڪا واٽ ملي ٿي!

●

سيج آخري ڳيت ڏلي
سَندر ۾ آ سنڪ وڳو
سانجهيءَ ٻر ڦهلايا
دل ۾ تنهنجي ياد ٿري!

## ٽيڙو

جالي هي جيون
تنهنجي ڳولا ۾
جنب الدر جيئن آن

## دوهو

●

توسان جيءَ جڙيو او ڏرتـي، توسان ٻنهنجو پيار،
تو ٻن کهڙي جندڙي سنڌڙي، جهڙو ڇورو ٻار!

# زبيده مينلو

## ڪجھ نظم

•

ليري ساڻي ڪنهن چادر سان،
سيتل سپنن جي ساگر سان،

موتي جيڪي ميڙيا هئام الا،
تن ڪي ڪير وکيري ويو!

دل جي وهندڙ لڪ ڏارن سان،
من جي ويڻا جي تارن سان،

نغما جيڪي چيڙيا هئام الا،
تن ڪي ڪير وکيري ويو!

ويهي بيهي ڏينهن ٻڌڙا،
رتو رَت ڪري هٿ، ڳنڍڙا،

سورن ساڻ سهيڙيا هئام الا،
تن ڪي ڪير وکيري ويو!

•

هي جيون
هَن چَڙ ۾ ڄڻ
چٽيل هَن
بسنت جو ڪو واس نه وَن!

•

اها ئي رات بنا پرڀات
اُڏي لَمي ٿو لامن تي
ڪوئي چپرو... چوڏار
چيخون ۽ چرڙاٽَ!

•

مان ۽ دولهون
ڪوري ۾ پنجري
هوائن منجهه وچون ٿا وِرڪري!

# ڪيلاش

## ڏيڙوُ

بيٺل پاڻي
پار هنيو پٿر
آڏاڻا مڇر

ڪوڙ جو ڪوٽ
مالت ۾ چمڪي ايو
پيٽ تي پاٽي

تاريون ماڪ پينيون
رات وڳي شرلاءِ
سُڪڙيون ڳُل ٿيون

مزدورن وستي
ميري گدلي ڌاڌلي
اٽيءَ جي روشني

اُڪي ڏڪي اک
شهر ۾ ريس گهٽي
ڪِرڙيءَ ويجهو مَڪ

پورهيت شل اگهر ۾
ڪنڌو سهٽو ٿو لڳي
باهه ۾ ڳاڙهو لوهه

شهر سارو
ننڍڙا ننڍڙا فليٽ
ماکيءَ ماڻارو

سندر ناري
وڏيري سان نه ٿي
تي وئي ڪاري!

## ملڪ آڪاڏي

### ڦوڏهڙو ــ سوکهڙو

چِٽَ آ ٻالهي، راتي ڪيڙَ!
چِٽ جا داڻا ڪينَ ڦُٽن ٿا، سُڪي سڙي سڀ ساهه ڏين ٿا
ڇاڪاڻ تہ سائين، هي ڪچو آهي/ڪو ناهي/جنهن ۾ ٻوڏ، اٿلون ۽ ڇاڙهہ/
۽ ٻوء سائين، ٻر ٻيريون، ڪاهہ ڪاٽيون، ڪرڙ ڪنڊيون، ليون لاٽا لاهہ ڦٽن ٿا/
ٻاهڻ ٻالٽا جام ٿين ٿا/تُوهہَ ٻٽن ۾ عام ٿين ٿا/- ۽ وقتي طور: ڇوڏس ٿي
چانڊاڻ ٿئي/سوھہ ٻريو مالڊاڻ ٿئي/ٻر او سائين، ان ساوڪ ۽ سبزي اندر
سوئر ٻگهڙ، گدڙ لومڙ جهنگ ٻلا اوناڙن ٿا/ناڳ نپٽ
ڦوڪارن ٿا/انسانن جي الت ڪرڻ ليء پنهنجو ٻُڪيو پيَٽُ ڀرڻ ليء/
ڪيئي زهري ڏنگ هڻن ٿا/مظلومن جو رَتُ پين ٿا/
سج تہ روز چڙهي ٿو سائين! پر تيڙڪو ويرين وَسُ آهي/جنهن ڪي ڇاهن
ساڙِن ٻارن جيارن مارِن.--/ڏرتتيء، نيتهڻ آسَ ۾/ليڙيء ۾ ڪنڊا/
پيٽ ٻُڪيا ۽ اکيون ڊايون/سَڪٽا ساز... جن ۾ ڪوئي ساهہ نہ آهي/جيوت
ليء آتساهہ نہ آهي...
۽ ٻوء پيارا، ڪچي وارا/پنهنجي ٻُڪئي پيٽ ڀرڻ ليء/چوري، چغلي-
ٻچاڙائي-...-۽ هڪٻئي جي رت سان راڌيون/۽ ٻي ڏوهي
آ ڏوهاري/ڌرتي جڻ ڪو دوزخ آهي/جنهن جو ٻارڻ هاري ناري!

## ادل سومرو

### وائي

●

وريو آڏائو وائُ، جهوني ٻـَڙ جي لام ڪري پئي.
ڪارو ويـس ڪـيـو آڪـاس، سـج کهنايو تائُ.
رُنا پـکـڙا ۽ پنهوار، گـيـت گـيـت ۾ کهائُ.
ڪـتِـرَ ڪري ويئي ڪا لهر، موتين جـو ڦهلائُ.
(گدائي صاحب جي لاڏائي تي)

## نورالهديٰ شاهہ

# چار نظم

### ڏک

ٻہ ليڪا ڪيڏي
صليب ٺاهي
پنهنجو پاڻ
ٽنگي ڇڏيان
جي،
ڏک سڀئي لڪي نہ سگهان!

### سوچ

ڪنہ جي دڙي تي پيل
مٽيل ڪالوَ جو
قتيل لاش ڏسي
رت جا رشتا هالوَ تي هُريو اچن!

### پيون نظم

ڪنڌ ڪپي
ساڄي هٿ تريءَ تي
سجائي رکيو اٿم
سوني - روپي سيجَ جيان!

### پيلو پَن

وهندڙ پاڻيءَ جي ڌارا ۾
هوريان هوريان وهندڙ
منهنجي جُواليءَ جو پل، پل
تنهنجي هٿن جي ريکائن ماڻ
نڪري وڃڻ کان پوءِ
ڪيڏو نہ بي معنا آهي؟

ٻ، جُهڳن کان پوءِ
اٺون ڇڻ
سرءُ جي آکهاڙي وڻ جي
پاڻهن ۾ اٽڪيل
پيلو پن هولڏس

## امداد حسيني

### ٻاهر ساگر سانت

#### وائي

اونداهيءَ ۾ تيلي ٻاري، آئيني کي جاڳايان

تيل ٻنا هن ذات ڏِيي ۾، رَت به هاري

تيلي ٻـاري

آئيني کي جاڳايان

ٻورَ ٻورَ مان نَس نَس مان، رت ست ساري

تيلي ٻـاري

آئيني کي جاڳايان

جيسين سورج برف ٻـِگهاري، پاڻ پگهاري

تيلي ٻـاري

آئيني کي جا ڳايان

ليڪ لڇوئي، ٻساهه سولي، سَـگهه سنياري

تيلي ٻـاري

آئيني کي جاڳايان

جيسين سورج آٻري تيسين، پاڻ به ماري

تيلي ٻـاري

آئيني کي جاڳايان

تيسين جاڳان، جيسين تيڙ کو ٻارَ آٽاري

تيلي ٻـاري

آئيني کي جاڳايان

## ٻئي ڏينهن جو دوزخ

آهوئي آهه اُسـُولهـُون

آهوئي شهر

آهائي شام دولهون

آهائي ٻـُو هوا ۾

جڻ تہ کو ٿاٻر سڙي پيو

آهوئي سائرن هرهر رڙي پيو

چوُر ٿيئي رت چوسي

ٻجاڙيءَ جي ڦُڙي تائين شفق جو

ڇٽي ٻئي آسمان تان رَکـَ

تهہ در تهہ جمي ٿئي

ڇتين ڀتين متان گهر گهر اڱڻ تي

آهائي رات آهستي لهي اچي ٻيليءَ ٻير

آلي کوريٽڙو ٻيو چاڻ تي چارا

کهڙيءَ کان ٻوءِ ساڳيائي ستارا

ائين جيئن رَکَ ۾ ٿانڊا!

گهٽين ۾ لٺ جي ٺک ٺک

کـُتن جي ٻونڪ

کنهن کنهن ويل رکشا، کارجو راليءَ هوندو

بلب جي بيمار پيلي روشني هوندي

۽ گهر جڻ اجتماعي مقبرا هوندا!

آهوئي آهه اڻ سـُولهون

آهوئي شهر

آهائي شام دونهون

ساگيو بي مهر ماڻهن جو اجهل ريلو

روان آهي گهرن جي قبر ڏي

بي صبرخواهش کي سپائي جا ڏنا ڏيئي سمهارڻ ليءِ

وري ٻئي ڏينهن جي دوزخ کي ٻارڻ ليءِ!

# غزل

اولڙاهيءَ ۾ ڏيئلي ٻاريان
ٿانڊاڻي کي ڪس ڏيکاريان
اوڙ رماءُ مَٿي ڪانهي ڪا
چوڻ ڪٿي ڪا مُرڪ اُڏاريان
ڪوهه نه سورج وانگر آيرو
آئو اوهان کي آءٌ اُٿاريان
پنهنجو ڪوئي مون ڪولهي ڪو
هرويرو ٻيو ٿو اوساريان
ساڃس مون وٽ ڪولهي آهي
ڪيئن ڀلا ڪو ڀارڻ ڀاريان!
رات اينڊي ته سمهي پوندس مان
ڏولڪر جهڙو ڏينهن گذاريان
ڀاڻ اڳي ٻه مليا آهيون ٻئي
آءُ ته توکي ياد ڏياريان
حفيظ، الطاف، نسيم ڪرل
ڪهڙا ڪهڙا ماڻهو ساريان!

ديوار ڏني پئي آهي
۽ هُن ڀاسي ڪجهه ناهي
ڪولڊر آهن ڪَنَسَ ميڙني
ڏَسِ ڏلو هو ڪنهن ڏاهي
رات جهُڙالي ۽ جهنگل
ڪُڙڪُٻيتو ڪو آهي؟
سچ کي شل تون سوپ ڏيين
ڪوڙَ ڪتڪ آيو ڪاهي
الٽا اکيون ڦاڙي ڏس
سورج ناهي؟ ٻيو ڇاهي!

مون کي ڪوتا جوڙڻ ڏي
ناهه نڪيءَ جا تون ٿاهي
اڄڪلهه ماڻهو، ماڻهوءَ تي
ڪُتي وانگر ٿو ٻاهي!

(اڄڪلهه ڪُتو ڪُتي تي
ماڻهوءَ وانگر ٿو ٻاهي!)

## (ٽيڙو)

نپٽ انڌي رات
ڏيئي سان اونداهه ۾
ڏسڪي پيئي ڏات

ڪهڙو نه تون ڳالهاءِ
ڪَلَ ڪٿي وٺ پاڻ ليءِ
ڳاريون ڇڏ مون لاءِ

هينئڙي تنهنجا هورَ
آڌيءَ ايش ـ ٽري مان
اڏڙن لاءِ ڦلهورَ

جاڳ به سپني وانگَ
اکيان اکيان مارئي
پوپان ڇيلن ڇانگَ

ڪوري، پُشپ، ڪمليش
ولي رام جو ڪهرُ ڇڻ
هڪڙو لنڍڙو ديش

شاعر ۽ ايڪانت
اندر وِهه وِلوڙجي
ٻاهر ساگر سانت

ماڻ جو وارو
ڪَڪڙن جي دَسَ تي
شهري وڇارو!

ٽماهي "مهراڻ"
ڳورل پاتو انگ تي
ٽِڪون ٽِڪون پهراڻ

ڪلارڪن جي ريس
باس هيو ۽ هوءَ هئي
اندران بند آفيس

## نظم

آءُ اڄا به آهوني تنها
ٻَر ۾ ٻيٺل وَڻَ جيان
شاخن وانگر ڦهليل سوچون
ڏٺيءَ بنا ڪنهن ڏَڻَ جيان

آءُ اڄا ڏس رول اهوني
پيامي ڪنهن بادل وانگي
منهنجا اوني منهنجا ڳوني
سانگ هليا ويا ڪنهن سانگي

ٽيڪ بنا جيئن ڪوئي سورج
هٿَ هجن جيئن ريکَ بنا
ٿو بن آءُ ائين ٿي ڪورو
ڪاڳر جيئن ڪو ليکَ بنا

•

ڪڏهن آءُ هن لاءِ سورج هئس
هوءَ سورج مُکي
اڄ اوڪي ڇئي
هُن ڏلي جيئن ڇُٽي
تڏهن آءُ هن لاءِ ڪجهه ڪوله هوس
رکو رَکَتَ جو ڍير هوس
ـ ۽ پوءِ اوچتو
هوائون لڳيون
آذاري ويون!

## سحر امداد

# غزل

آونڌاهيءَ اڌ رات جو، هيڪل منهنجو هانءُ،
ماري ٽوڪي سانورا، جاڳان پيئي آنءُ.

دونهاٽيل، کهوڪهاٽيل؛ آهي رات آماس،
ڪيٻر-ڏارا ۽ تارا؛ ڏيندا روشن ڇانءُ.

لالي ليڳين لايان، تن من مهڪايان،
اڄ منهنجي آجري اڱڻ، ٻولي ٿو پيو ڪانءُ.

بحر وزن جون گهوڙيون؛ لنگڙا لولا لفظ؛
ڪوتا: رديف، قافيا؛ ذات نہ ڪوئي ڏانءُ.

سور پيڻ کان پوءِ ٿي رات ڄڻيندي سج؛
پگهري پوندي برف ۽ لهريون لهنديون لانءُ.

مڪتي ڪنيءَ والڪيان، گهڻو آيامي لوڪ،
دل-ڌرتيءَ جو الهي، ٻريل ٽريل هو ٽانءُ.

جهاڳي ڪنڌ سمنڊ سڀ، آکري ايند پس آنءُ،
سڄڻي هان مان سيڄ جي، پيرهہ سندم آ لانءُ.

# سؤ روپيا نوٽ ماڻهو

علي بابا

”سائين، تو ڳالهه ڪئي. سمجهه مري چڪو آهي، ڇڏاءِ منهنجي رقم. ڇڏاءِ.“

”ميان، آئون ڪيئن سمجهان مري چڪو آهي، ڪيئن؟“ چڱو خان چڙي ٿو وڃي.

”هيئن.“ ڀيرام چپٽي ٿو وڄائي. ”واهه سائين واهه! اسان لکن جا ليکا ڪيون ڪريون ۽ اوهان سؤ روپئي تي ڀڄ ڪيو بيٺا آهيو؟ ماڻهو ٿـو مارائين يا ميرون؟“ ڀيرام چون ڪنواريون ڳاڙهيون اکيون ڏسيو چڱو خان کين مڙئي ٿڏو ٿي وڃي ٿو.

”نه، ڀهرين ٻڌاءِ مارينديئس ڪيئن؟“

”اهو آئون ڪونه ٻڌائيندو آهيان. آئون پيشاب ٿو ڪريان سؤ روپين جي نوٽ مٿان. سوين ايا سوين ويا.“ ڀيرام ڏاڍي ڪروڌ مان، پيگ هڪ ئي ڳيٽ سان خالي ڪندي، وڏيءَ هوٽل جي ٺاهڙ ڪمري جي دريءَ مان هيٺ ٽرئفڪ ڏانهن ٿو نهاري:

”ان اجائي بڪواس کان ته سٺو آهي ته ماڻهو وڏي در جو چڪر لڳائي اچي. سؤ روپيا آتي به ملي ويندا آهن چڱا خان!“ ڀيرام ڪاوڙ مان، ڪمري سان لڳري وڃڻ لاءِ اڳتي ٿو وڌي؛ پر در وٽ، چڱي خان جي ڳالهه آڏو نهس رڪاوٽ ٿيو وڃي:

”يـَر، تون ته ڳالهه ڳالهه ته ٽالڊو ٿي ويندو آهين. اڙي خون ٿو ڪرين ڪا ڳالهه ڪانه پيو ٻڌائين؟“

”اڳي ڇڻ خون ڪيا ئي ڪونه ٿئون. چڱا خان، ٻڌاءِ اهو ڪير هو، جنهن ٽيرهن سالن جي چمار ۾ راڄ لتاڙي ٻارهن سالن جو ٻار ماءُ جي ڪڇ مان خنجر سان ماريو هو. حيف ٿئي چڱا خان، سؤ روپين تي ايڏي بي اتباري؟“ ڀيرام جي ڳالهه تي چڱو خان سُرڪي ڳجهو ساهه ڪڍي، ڏاڍا ساڙ ٿو چنبڙي:

”ڀـَٽ، اها ڳالهه نه آهي. آئون قالون جي ڳالهه ٿو ڪريان؟... ٻڌاءِ نه، ڀاڻ ڪيئن بچائيندين؟ اڳيان ٻه چيتا ڀُرقت تي، مڙس ڏاڙهيون ڪنهندا، ٻيرا ڇڪيندا آهن. ڀـُرين ٿائين ڀلا لڏ ولندا آهن.“

”خون ڪرڻ ويل منهنجو ڀير پٽ تي نه هولدو آهي. ٻڌاءِ، ڪڏهن ڪو ٻيرو ڇڏيو ٿئون؟... خـون ڪرڻ مهل ماڻهو سٽين آسمان مان عزرائيل جيان لهندو آهي.“ ڀيرام واتان

سگريٽ جو دونهن اوڳاڇيندي، چڱي خان کي سندس گلاس ۾ اچا وڏ يڪ دارون اوتيندو ڏسندو ٿو رهي.

”بَسّ، اڳي ايڏا راچ ڪڏهن ڪين لتاڙيا هوندء.“ چڱو خان ڏاڍو ڪجهو ٿو ڳالهائي.

”ڳالهائين ڪنهن سان پيو؟!“ پيرام پير تي هڪ ٿي ڪيٽ سان اڌ گلاس ڏوکهي ٿو وجهي.

”راچ ... راچ ... اسان سچو ملڪ پيليو ويٺا آهيون. پڌاء، ڪهڙو راچ آهي، جو سؤ روپين تي ٿو ساڙائين؟ ڪهڙي آسمان تي آهي؟“

”...، يار تون سمجهين چو له پيو.“ چڱو خان بيزاريء کان ڪنڌ کي ڌوڻ ڏئي، ميز تي ڪاوڙ سان مڪ ٿو وهائي:

”يار تون اسان جي به پڌلدين يا رڳو پنهنجي لاف هڻندين!“

”ها، اسان جو ته ڏندو آهي، سؤ روپين لاء لاف هڻڻ جو.“

”توبهن، وري اولدي معنيٰ ورتيئي نه؟ يار پيرام ڏاهو ٿي. تڏو ٿي. ڪنهن ڪٽي جي ڳٽ کي غور سان پڌ ته سهي.“

”پڌاء، پڌاء، آزمايل کي ڇوٿو آزمائين؟“

”ڪا خبر ٿئي مارٿو ڪنهن کي آهي؟“

”ڪنهن کي؟...“

”ٽيج ڀاڪ ڀار...“

”ڇا؟... ماڻ جي ڪچ ۾ ئي!“

”ها، وات ۾ گوليء جي لشالي سان.“

”شگل، هاڻ تنهنجي سؤ روپين شرط تي. اسان پستول چوري ڪنداسين. اهڙن سؤ روپين کي مان مُٺان به نه.“ پيرام سچو گلاس خالي ڪري، واچ کان ڳڙلدڙ مٿي، هٿ جي تريء سان اکهي رڙ ٿو ڪري:

”پڌين پيو نه چڱا خان؟“

”اڙي ها، پستول توکي آڏون ٿو ڏيان نه، سائلينسر لڳل. ڦران ڪنوارو پستول، حرام آهي جو مون ٽيسٽ به ڪيو هجي، اڙي هاڻ ته خوش ٿئين.“

”واهه، ڏاڍي خوشي ٿي، جڏ اڳي ڪڏهن پستول ڏٺائي ڪين ٿئون.“

”بابا هن هتيار جي ڳالهه ڇڏي ڏي. سوليءَ جو قسم، ڳوڙها ڳس جا ڏهه ٻارهن ٽٺاڪا چوڙي، وچ شهر ۾ ڏينهن ڏني سؤ ماڻهو ماري اچ. رڳو دونهن هولدو، ڳوڙها... تان جو ڪلاڪ کان پوءِ خبر پولدي ته ڳهٽين ۾ لاشا پيا آهن. ماچيس جي تيليء ۾ به ڪو آواز ٿيندو آهي. آهو مال آهي.“

”اصل اينهين.“

”پيو، اسان وري ڪو سؤ روپين ڪي مُنندا آهيون ڇا؟ ڪم نہ بہ هجي ها، اِها سوڪڙي تولاءِ هئي “

”واهہ واهہ، پوءِ تہ يار ديدار ٿي وڃن؟“

”ہر خبر ٿئي يار ڪنهن جو آهي؟“

”ڪنهن جو؟“

”وڏيري عارب خان جو. واري سان راڙيءَ پٽ قلندر تي پڳو پنو هولدو هو، تہ قلندر پٽ ڏي.“

”چو پلا، وڏيري عارب کي چو نہ؟“

”نہ، مارئو سال جو ٽيج ڊانڪ پار آهي- ۽ چيچلائڻا وڏيرو عارب ۽ جوٹس آهن.“

”حوٹس ويچاري چو؟“

”ويچاري... آگوٺي جهڙي، ڏوتيءَ هٿان چورائي موڪليومالس تہ ڊاڪٽر کي پار ڏيڪارڻ جي پهالي سان دل باغ بهار ڪرائي وڃ، تہ جوءِ مڙس کي وڃي دالهن ڏني آهي. ڳالهہ راڄن تائين پهچي وئي. اہا، نہ ماءُ نہ پيءُ...“

”مار پ-...“

”اڙي چڱو خان پنڌو پاري جاٺي، دل ۾ چير پٽ ٿورڙي ڳالهہ پراٺي ٿئي تہ پوءِ ڏس، ڪيئن ٿو هالو ۾ ڏار وجهانس. اڙي وٺ چا ياد ڪندين.“ چڱو خان پيرام ڏانهن سؤ روپيا ٿو آڇلائي ۽ پيرام ان کي مٿان ئي جهپي چُمي ٿو ڏئي ۽ نيچ نئين ڪڙڪ لوٽ کي وچائيندي اولهينءَ کهُور سان چڱي خان ۾ ٿو نهاري:

”تلهو سؤ روپين سان ڪم ڪين هلندو، اسان واري امالت ڪيو.“ سنهس ڳالهہ تي چڱو خان چيلهہ سان پڌل پستل ڪورسان ليچ ليڪور پستل ٿو ڪڍي ۽ پئي گيدي سان سائلينسر.

”مار، چيلهہ سان پڌيو کهڻ!“

”پيو، اسان کي ڪا ستيهہ آهي ڇا؟ اسان جون چيلهيون ئي پستول پڌڻ لاءِ ٺهيون آهن.“ هو وري ڪُنڪو ڪائيندي ڳالهائي ٿو:

”پنڌ، هوٽل جي پيرن سان توکي ڪو سڄاڻي تہ ڪونہ؟“

”يار، پاڻ ڪمزور يار رکون ئي ڪين. آئون هوٽل ۾ ائين لڪندو آيو آهيان، جيئن رات جي اولداهيءَ ۾ ڪنهن سنگتياڻيءَ سان ملڻ وڃبو آهي. جارين ۽ وڻڪارين سان ڪنهن جناور جيان.“

”خوش رهہ. قران، توکي ڏسي اندر ٺري پولو آهي.“

”چنايو تہ مون بہ ٻڌي.“ پيرام پستول لوڊ ڪري، مٿانهس سائلينسر ٿو چاڙهي ۽ ڏاڍو چريان ٿي، پستول جا انگ اکر ٿو جانچي.

”واهہ، پستول تہ تنهنجي هٿ ۾ ڪيئن پيرام! سُرمو بہ اک اک ڪي نهي.“

”ها، خبر ٿئي، هن پستول ڪان سواءِ آئون قرضي هئس.“ پيرام چـو منهن ڦاڻي هٿي تـو وجـي.

”اڙي ڪهڙو قرض ٿئي؟ حڪم تنهنجو.“

”قرض ايترو آهي، جو آئون ڀاڻ بہ چڪائي نہ سگهندس. خبر ٿئي، مـون ساڪ تـي وڏيري رمضان ڪان سؤ روپيا ورتا هئا.

”مار، اجا قرض رهيو پيو آهي؟! اهو بہ تو لاءِ قرض.“

”ها-چيائين مڙس جـو پٽ تڏهن مجيانءِ جڏهن چڱي خـان جـي پـيـٽ ۾ سندس ٿـي پستول جي گولي هٽي ايندي.“

”چا!؟...“ چڱو خان ڊيهي سان چار قدم پوئتي هٽي ٿو وجي.

”چو ڊجي وئين.“

”نہ، اها ڀاڙيائي آهي.“

”ڀلا لئين چاول ڀار جي وات ۾ گولي هٿائڻ واري ڪي چا چوندا آهن؟ چڱا خان، اڄ اهو بہ ڀڌائي ڇڏ.“ پيرام جي اکين ۾ رت لهي ٿو اچي.

”پيرام! ... نہ ... نہ ...“

”ڊڄ نہ چڱا خان. آئون وعدي جو پڪو آهيان. ٻي گولي، تنهنجي اڄ ٻياڪ دشمن جي وات ۾ ويندي. سؤ روپين جي لوٽ جيان ڏاڍو ڪرو ماڻهو آهيان.“ پيرام ٽرنگر دٻائي ٿو.

۽ ان سان گڏ ئي، چڱو خان ٻئي هٿ دل تي رکندي، آواڪ قاتل ٻاڪي سان، فرش تي ڦهڪو وجي ٿو ڪري.

۽ لفٽ جو ٻٽڻ، خونيءَ ڪي جڻ ڳڙڪائي ٿو وجي.

# روپوش

**حليم بروهي**



**مون** روپوشن جي لسٽ تي نظر ڊوڙائي. ٻه سؤ کان ٻه وڌيڪ نالا هئا لسٽ ۾. منهنجو ٽيمپر لُوز ٿيڻ لڳو. جنهن ضلعي ۾ ٻه سؤ روپوش هجن، تنهن ضلعي جا پوليس آفيسر يا ته رشوتي هئا، يا نااهل هئا. مان اٿيس ۽ لسٽ کڻي ڪانفرنس روم ڏانهن روانو ٿيس. منهنجي وِک تکي هئي، تنهنڪري اردلي ڊڪندو منهنجي اڳيان هليو.

ڪانفرنس روم جو در اردليءَ تڙتڪڙ ۾ کوليو، ۽ در مان اندر داخل ٿيندي مون ڪَرڙي نظر صوبيدارن تي ڦيرائي جيڪي ٽپ ڏيئي ڪرسين تان اٿي کڙا ٿيا هئا. مون ڪرسيءَ تي ويهندي صوبيدارن کي ”سٽ ڊائون“ چيو. سڀئي ويهي رهيا. لسٽ ٽيبل تي رکي ان تي مون پنهنجو هٿ رکيو، ۽ صوبيدارن تي نظر ڊوڙائيندي مون چيو ته ”ٻين ڳالهين تي مان ڪنهن ٻي ميٽنگ ۾ ڳالهائيندس. هن لسٽ ۾ مون وٽ انهن روپوشن جا نالا آهن جيڪي حيدرآباد ضلعي جي مختلف ٿاڻن ڪي ڪيسن ۾ گهربل آهن. هن لسٽ ۾ ٻه سؤ نالا آهن. ٻه سؤ نالا گهٽ ڪينهن. تمام گهڻا آهن. جنهن ضلعي ۾ ٻه سؤ انسپيڪٽر هجن تنهن ضلعي جا پوليس آفيسر يا ته رشوتي آهن يا نااهل آهن. جيڪڏهن اوهان رشوتي به نه آهيو ۽ نااهل به نه آهيو، ته پوءِ هي ٻه سؤ روپوش ڇو اڃا هن لسٽ تي آهن؟ اها انسپيڪٽرس جي لسٽ هرهڪ ٿاڻي تي هوندي آهي. هرهڪ ٿاڻي تي هنن انسپيڪٽرس جا فوٽا هوندا آهن. مان ڊائريڪٽ ايس. پي. ڀرتي ٿي ٿيو آهيان. مان صوبيداريءَ مان چڙهي ايس. پي. ٿيو آهيان. مون کي خبر آهي، ته صوبيدارن کي خبر هوندي آهي، ته سندن تَر ۾ ڪهڙا روپوش رهندا آهن ۽ ڇا ڪندا آهن. مان ڪنهن جي به ايڪسپلينيشن ڀڌڻ لاءِ تيار نه آهيان. مان پاڻ به رشوت نٿو وٺان. مون کي صاف ۽ ڪلين ائڊمنسٽريشن کپي. روپوشن جي پشت پناهي بند ڪريو. روپوشن کان جيڪو ڀتو وٺندا آهيو، سو بند ڪريو. هن لسٽ تي جيڪي ماڻهو آهن، سي هڪ مهيني اندر گرفتار ٿيڻ گهرجن. هن لسٽ جي ڊيگهه اوهان جي ۽ منهنجي آفيسريءَ تي داغ آهي. ايندڙ مهيني جيڪا ميٽنگ ٿيندي، تنهن ۾ مان وري به اها لسٽ ڏسندس. ڪوبه انسپيڪٽر آزاد نه رهي. هرهڪ روپوش گرفتار ٿيڻ گهرجي. ايندڙ مهيني واري ميٽنگ کان اڳ هيءَ لسٽ ختم ٿيڻ گهرجي. هرڪو پنهنجي ٿاڻي وڃي، ۽ پنهنجي حد ۾ رهندڙ روپوش جهلي لاڪاپ ڪري. ڪوتاهيءَ تي مان اوهان کي رورٽ

ٻه ڪنهن ۽ سسپينڊ ٻه ڪندس. اڄ مان ڪنهن ٻه ٻئي ڪم جي باري ۾ نٿو ڳالهايان. ايندڙ ميٽنگ کان اڳ هيءَ ائبسڪالبرس لسٽ ختم ٿيڻ گهرجي."

لسٽ هٿ ۾ ڪٺي مان موٽي پنهنجي آفيس آيس. هاڻي منهنجو ٽيمپر آهستي آهستي لهڻ لڳو. منهنجو پاڻ کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ، ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ جي بهاني مون لسٽ تي اڳين ئي نظر ڊوڙائي. ٻن سوَن نالن جي لسٽ ۾ سڀ کان مٿي پهرئين نمبر تي ٽنڊي ڄام ٿاڻي جي ويهه سال پراڻي روپوش الله ڏني جو نالو هو. لکيل هو — 'الله ڏنو، ولد رحيم ڏنو، ڪاتير، ويهن سالن کان روپوش، ٽنڊي ڄام ٿاڻي کي ايف. آءِ. آر نمبر 322/1930 ۽ 401/1930 ۾ گهربل.' هي اهوئي الله ڏنو هو. هن جو نالو ويهن سالن کان پوءِ به ائبسڪانڊرس لسٽ تي چڙهيل هو.

ويهه سال اڳ مان ٽنڊي ڄام ٿاڻي تي صوبيدار هوس جتي ڪن همراهن الله ڏني ڪاتير کي جهلي آڻي اسان جي حوالي ڪيو، ۽ فرياد لکايائون ته الله ڏني ڪاتير ۽ سندس ڪنهن همراهه سندن گهر کي ڪاٽ ٻئي هنيو ته مالڪ سجاڳجي پيا. سندس همراهه ته ڀڄي ويو، پر الله ڏنو جهلجي پيو. اهو فرياد مون ايف. آءِ. آر بڪ ۾ داخل ڪيو ۽ پوءِ لڳس الله ڏني ڪاتير تي محنت ڪرڻ، ته پنهنجي همراهه جو نالو ٻڌائي. پهرين مون الله ڏني کي گشا ٻتا هنيا، پر الله ڏني نالو نه ٻڌايو. پوءِ مون الله ڏني کي خاطري ڏني، ته مان سندس همراهه کي گرفتار نه ڪندس، پر الله ڏني نالو نه ٻڌايو. مون الله ڏني کي واعدو ڏنو، ته مان ڪيس به ڪيس مان ڇڏائيندس، پر هُو هوڏ تان نه لٿو- سو پوءِ مون ڪنيو پادر ۽ اڇي ڪيس ورتم. بوٽ جا ٺُڏا ۽ لتون وغيره هُو سهي ويو، ۽ لَڪَڻ ڇهڪ هُو سهسائي ويو. همراهه جي نالو ٻڌائڻ کان صفا نابري واري ويٺو. مان به هوس ضدي، سو ٽي ڏينهن مالڌهه، صبح شام ۽ ڏينهن رات ماريندو رهيو سانس. هن پنهنجي ساٿيءَ جو نالو ته نه ٻڌايو، پر پاڻ به اوچتو مري ويو. منهنجي مار مشهور هئي، پر هي پهريون پيرو هو، جو ڪو قيدي منهنجي مار ڪري ٿاڻي جي لاڪاپ ۾ ئي مري ويو هو. هڪڙو سڄو ڏينهن لاش لاڪاپ ۾ پيو رهيو ۽ مان ٿاڻي ۾ ويٺو رهيس. شام آئي، رات ٿي، ۽ پوءِ صبح ٿيو، پر انهيءَ وچ ۾، رات جي اولڌهه ۾، مون ۽ منهنجي ماتحت عملي، الله ڏني جو لاش ٿاڻي پويان ڪڏ کوٽي دفنائي ڇڏيو هو.

سوير صبح منهنجو جمعدار هڪ به سپاهي وٺي ٿاڻي سامهون هوٽل ۾ وڃي ويٺو، ۽ چانهه پيئندي، هوٽل ۾ ويٺل ماڻهن سان ڪچهري ڪندي، شوشو ڇڏي آيو، ته شام جو جوابدار الله ڏني کي حيدرآباد وٺي وڃبو جتي ٻئي ڏينهن صبح جو هن کي ڪورٽ ۾ پيش ڪرڻو آهي. ويهه سال اڳ ٽنڊوڄام ننڍڙو ڳوٺ هو، جنهن ۾ فقط هيڪ يا ٻه ننڍڙيون هوٽلون هيون. اهو جمعدار وارو شوشو ڪافي هو، ۽ شام تائين اها ڳالهه عام ٿي وئي، ته اڄ الله ڏني کي حيدرآباد وٺي ويندا.

شام جو سج لهڻ کان اڌ منو ڪلاڪ اڳ، چار پنج سپاهي ڊريسن ۾ گهوڙن تي سوار ٿيا، ۽ انهن جي وچ ۾ هڪڙي گهوڙي تي، هڪڙو سپاهي مٿان ڪيل اجرڪ ۾ پنهنجو منهن ۽ ڊريس لڪائي ائين ويٺو، جيئن ڏسندڙ سمجهن، ته الله ڏني کي پوليس حيدرآباد وٺيو پئي وڃي. اهي گهوڙن تي سوار پوليس وارا، جڏهن ٿاڻي جي احاطي مان نڪري رستي تي آيا، تڏهن سامهون واريءَ هوٽل ۾ اسان جي هڪڙي سپاهيءَ به ڳاڙهين ڪنڌي گهوڙي سوارن ڏانهن اشارو ڪري چيو، ته پوليس الله ڏني کي سپاٽي حيدرآباد ۾ ڪورٽ ۾ چالان ڪرڻ لاءِ وٺيو پئي وڃي. ٿورڙو اڳتي هلي، اجرڪ واري سپاهيءَ گهوڙي کي اڙي هڻي ٿڪو ڪيو، ۽ گهوڙو ڊوڙائي اڳيان نڪري ويو. ٻين سوار سپاهين ’الله ڏنو ڀڄي ويو، جهليوس‘ چوندي پنهنجا گهوڙا ان سپاهيءَ پويان ڊوڙايا. هوٽل تي ويٺل ماڻهن به سمجهيو ته الله ڏنو ڀڄي ويو، سو آئي ماڻهن کي مدد ڪرڻ لڳا، ته الله ڏني کي جهلڻ ۾ پوليس جي مدد ڪن.

اجرڪ واري سپاهيءَ وڻن پويان پهچي اجرڪ لاهي گهوڙي جي سنج ۾ لڪائي، ۽ پوءِ پاڻ به الله ڏني جي ڳولها ۾ شامل ٿي ويو. اونداهه ٿيڻ تي سپاهي موٽي ٿاڻي تي آيا، ۽ مون ايف. آءِ. آر. بڪ ۾ داخلا ڪئي، ته ڪيئن جوابدار الله ڏنو پوليس ڪسٽڊي مان ڀڄي ويو. ائين الله ڏني ڪانير جو نالو ائبسڪانڊرس لسٽ تي آيو ۽ پوءِ سال به سال جيڪا نئين لسٽ ٺهندي وئي، تنهن ۾ هن جو نالو هوريان هوريان مٿي چڙهندو ويو.

هي اهو الله ڏنو ڪانير هو، جنهن جو نالو مون اڳيان پيل لسٽ ۾ ٻهرئين نمبر تي هو. مون ڳاڙهي مس واري پين سان لسٽ ۾ لکيل الله ڏني جو نالو ڪاٽي ان تي پنهنجي صحيح وڌي، ۽ پوءِ اينڊڙ ميٽنگ ۾، يا ڪنهن ٻي ميٽنگ ۾، سون ائبسڪانڊرس لسٽ جو نالو به نه ورتو. مان ڪيئن ٿي اعتبار ڪري سگهيس، ته انهيءَ ائبسڪانڊرس لسٽ مان ڪو هڪڙو روپوش به جيئرو هوندو!

●

نصير مرزا

## دعا

يا خدا!
گيتن کي
خوشبو جيئن
مڪتي ڏي!

منهنجي لفظن کي
هوا جيئن
پکين جيئن
آزادي ڏي!

## شوڪت حسين شورو — چنڊ جيترو آسمان

اک ڪلندي ٿي نواز وچ تي ٽائيم ڏٺو. ڇهه ٿيا هئا. پوءِ وري هن جون اکيون بند ٿي ويون ۽ ننڊ جو گهيرٽ اچي ويس. ڪجهه دير کان پوءِ کيس محسوس ٿيو ته هو جاڳي رهيو هو. هن پوري طرح سجاڳ ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پاڻ کي ننڊ جي گهيرٽ مان آجو ڪرڻ چاهيو، پر هن ۾ سگهه ڪانه هئي. اکيون کليون ٿي، وري بند ٿيو ٿي ويون. هن پاڻ کي بيحد ٿڪل، بيحد ڪمزور پاتيو. هو ڪيتري دير تائين اڌ جاڳ اڌ ننڊ جي حالت ۾ رهيو. مسين مسين وڃي ننڊ جي ڪُن مان ابري ٻاهر نڪتو ۽ سنئون ٿي ليٽي پيو. اٿڻ تي پوءِ به من نٿي وريو. نواز مٿي آسمان ڏانهن ڏٺو. چٽيءَ وانگر ايتري جاءِ کليل هئي، جنهن مان آسمان جو چوڪنڊو ٽڪر نظر آيو پئي. چاپن جون ڏکيون ديوارون هيون ۽ انهن جي وچ ۾ هن جي کوهه جهڙي ڪوٺڙي ۽ سوڙهو اڱڻ هو، جنهن ۾ بس کٽن رکڻ جيتري جاءِ هئي. نواز جي کٽ به اتي پيل هئي، رڌڻو ۽ وهنجڻ-جاءِ به اتي هئي. مٿي آسمان ڏانهن نهاريندي نواز جون اکيون ڪيڏي ڪيڏي مهل سامهون واري اوچي پٽ ۾ اٽڪي ٿي پيون. هن اکٽ ٽڪ جي ڏکي اوباسي ڏني ۽ ڪنجهندي پاسو ورايو. کيس اٿڻ جو خيال آيو، پر هو هميشه وانگر نستو هو. سَنڌ سَنڌ ساٿو هو، ڄڻ ڪنهن کيس نپوڙي ڇڏيو هو. هن کي ائين لڳو ۽ هر صبح جو کيس ائين لڳندو هو ته ڄاڻ سڄي رات نه ستو هو ۽ رات پاسا ورائيندي گذري هئي.

هو زور سان ڪري اٿيو ۽ ڏکي اوباسي ڏئي مرڻينگ قدمن سان اندر ڪوٺيءَ ۾ گهڙي ويو. پيتيءَ وانگر بند ڪوٺيءَ ۾ ساهه گهٽيندڙ آپس هئي. آرسي کڻي منهن ڏٺائين. آرسيءَ ۾ نواز کي پنهنجو پيلو سڪل منهن نظر آيو ۽ هن آرسي رکي ڇڏي. هن سوچيو ته هو اٿڻ سان ڪوٺيءَ ۾ گهڙي ڪم سان ويو هو. 'رکو آرسيءَ ۾ پنهنجو ڀوت ڏسڻ لاءِ!' هو روز ائين ڪندو هو ۽ پوءِ کيس پاڻ تي ڪاوڙ ايندي هئي. هو ٻاهر نڪري آيو. لوٽو کڻي ان کي پاڻيءَ سان وچوري کٽ تي رکي، قميص پاتائين. پوءِ تالو ۽ لوٽو کڻي ٻاهر آيو. در کي تالو هڻي، چابي کيسي ۾ وجهي، اولڌاهي بدبودار ڏاڪڻ تان هيٺ لهي ويو.

هيٺ کليل ميدان هو. اهو پِڙ هو جنهن جي وچ تي عَلم کتل هو. پِڙ جي ٽنهي طرف جابون هيون ۽ پريان روڊ هو. نواز ڏکو ساهه کڻي ساڻن ڦڦڙن ۾ تازي هوا ڀري. پوءِ هو

سڌو ٻاسي واري بلڊنگ ۾ گهڙي ويو. اندر سيمنٽ جو ويٺاڻ هو. اتي بازار جي پيٽ ۾ ڇڳو ڪير ملندو هو. اندر هڪ تختي تي ڪير جون ٻالٽيون پريون رکيون هيون. ويٺاڻ ۾ مال جي بوسن ۽ پيشاب جي بڇوءِ هئي. ٻچو ڪولهه هو. شايد مٿي گهر ۾ ويو هو. ويٺاڻ جي مٿان سندن گهر هو.

نواز ويٺاڻ مان ٻاهر نڪري ويو ۽ در وٽ ڀت کي ٽيڪ ڏئي بيٺو. ٻاسي واري گهر جي بالڪنيءَ ۾ شاهه ڪرسيءَ تي ويٺي ٻيڙي پئي ڇڪي ۽ رکي رکي کنگهي رهيو هو. بالڪنيءَ جي هيٺان اڇوءَ جي هٽ صديق ڪاٺيون پئي چيريون. پٺس ڪير جو ڏلڙو ڪنهو هو ۽ صديق ڪاٺيون چيري وڪڻندو هو. صديق ڪنڌ هيٺ ڪري ڪاٺيون ٻه چيري رهيو هو ۽ شاهه سان ڳالهيون به ڪري رهيو هو. شاهه جي ٿوري گهڻي زمين هئي، پر ان کان وڌيڪ سندس پيري مريديءَ جو ڌلڙو هلندو هو. مهيني جا ڪجهه ڏينهن شهر ۾ رهندو هو ۽ ٿورا ڏينهن ڳوٺ ۾. عمر جو اڌ ڦوٽ هو. رنگ جو ڪارو ۽ شڪل مواليءَ جهڙي هيس. نواز کي هن جي پيلين اکين ۾ اڇيون ڀڇيون نظر آيون. هن جو من ڪچو ٿيڻ لڳو ۽ منهن ڦيرائي پريان روڊ ڏانهن ڏسڻ لڳو، جنهن تان رکي رکي ڪا رڪشا يا ٽانگو لنگهي ٿي ويا. روڊ تي چهل پهل شروع ٿي چڪي هئي. هڪڙي رڪشا اچي بيٺي ۽ ان مان ڪاري چادريءَ سان هڪ عورت لٿي. هن جون اکيون ظاهر هيون ۽ باقي منهن تي نقاب ورايل هو. اهو الهن جو خاص پردي جو طريقو هو. هوءَ ڊرا ڊرا قدم کڻندي پڙ ۾ آئي ۽ شاهه جي بالڪنيءَ جي هيٺان لنگهي، اونداهي ڏاڪڻ چڙهي وئي.

”رات ڀالي ڪري پئي اچي ڇا؟“ شاهه کلي چيو ۽ سندس اکين جي پيلاڻ گهاٽي ٿي وئي. صديق، جيڪو ڪهاڙو هٿ ۾ جهليو بيٺو هو تنهن وڏو ٺهڪ ڏنو ۽ ڪهاڙو زور سان ٻُنڊَ تي هنيو. شاهه ٻيڙيءَ جو اونهون سوٽو ڀريو ۽ کلندو کلندو کنگهڻ لڳو.

نواز اندر ويٺاڻ ۾ گهڙي ويو. ٻچو ٻالٽين جو ڪير ماپي رهيو هو. هن هڪڙو پاءُ ورتو ۽ واپس وريو. شاهه جي بالڪنيءَ جي هيٺان لنگهندي هن جو ڪنڌ هيٺ هو. هن شاهه ۽ صديق ڏانهن نهارڻ ئي چاهيو. هن سوچيو ته هوءَ ڪهڙي ڪوٺيءَ ۾ گهڙي وئي هوندي ــ سندس ٻاسي واري ڪنهن ڪوٺڙيءَ ۾ يا مٿي جيڪي ڪوٺڙيون هيون؟ اونداهن ڏاڪڻ تي چڙهندي کيس خيال آيو ته سندس باري ۾ شاهه ۽ صديق ڇا چوندا هوندا؟ ’هو مون کي سڃاڻن ٿا يا ٻيو ڪجهه سمجهن ٿا؟ پاڙي ۾ ماڻهن کان الڳ ٿلڳ رهڻ ڪري ٿي سگهي ٿو ته ماڻهو مون کي سڃاڻندا نه هجن ۽ منهنجي لاءِ خراب سوچيندا هجن. هنن کي اها خبر ڪانه هوندي ته آئون هڪ شريف ماڻهو ۽ سرڪاري آفيس ۾ ڪلارڪ آهيان. هو سمجهندا هوندا ته آئون به ڪنهن رات ڀالي ڪري ايندڙ عورت جي ڪمائي تي گذران ڪندڙ آهيان.‘ کيس پنهنجو پاڻ تي ڪاوڙ آئي. ’ماڻهن کي جيڪي وڻي سو بڪندا رهن. ماڻهن جي چوڻ سان آئون ٿي ڪوڙ پوندس.‘ در جو تالو کوليندي هن کي شاهه جو چيل جملو ياد آيو: ”رات ڀالي ڪري پئي اچي ڇا؟“

’هوا هه، رات ڀالي‘، نواز ڪاوڙ مان پُٽڪيو ۽ اندر ٿي در بند ڪيائين. ڪيه جو لوٽو تيل جي چلهي وٽ رکي، ان جي مٿان ٿالهي رکي ڇڏيائين. ٻوءِ ڪؤلري ۾ ٻاٽي ڀري مٽي ويندڙ ڏاڪڻ جي هيٺان ٺهيل ڇپر جهڙي ڪاڪوس جو در کولي اندر گهڙي ويو. ڪاڪوس جي ٽڪي ڏپ هن جي ناسن ۾ هلي آئي. هن کي خيال آيو، ’آئون هن جاءِ مان شايد مري لڪران ۽ هتي ته منهنجو لاش به جلدي سڙي ڏپ ڪندو. ٻي ڪنهن فضيلت واري جاءِ ملڻ جو ته آسرو ئي ڪونهي. سڄي عمر هن ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ سڙندي سڙلدي گذري ويندي.‘ نواز جڏهن ٻهريون پيرو اها جاءِ ڏٺي هئي تڏهن هن جي دل تي بار ٿي پيو هو. هن کي جاءِ جي، ۽ سا به سستي جاءِ جي سخت ضرورت هئي؛ پر ان جاءِ ۾ رهڻ جي هن کي ڪابه خوشي نه ٿي. ’آءٌ وهمي ڪونه آهيان، پر ان وقت کان منهنجي دل ۾ اهو وهم پيدا ٿي پيو آهي ته هيءَ ڪوٺڙي منهنجي قبر آهي. ان ۾ منهنجو ڏوهه به ڪونهي. اهو اهو رڳو وهم به ته ڪونه هو. جاءِ آهي ئي اهڙي. اڳيان ۽ پاسن کان وڏيون وڏيون پٽيون ۽ انهن جي وچ ۾ هيءَ کوهه وانگر بند آهي. هيءَ جاءِ انسانن جي رهڻ جي لائق آهي؟ يا ته آءٌ انسان ڪونه آهيان جو اهڙي جاءِ ۾ اچي رهيو آهيان. پر رڳو آءٌ ته ڪونه آهيان. ٻيا جو هيترا رهن ٿا يا رهن ٿيون! اهڙي اولڏاهي لڪل جاءِ انهن جي لاءِ مناسب آهي. اهي سڀ آيون ڪٿان آهن؟ اڳ پوءِ بازار ۾ وڃي رهن ها. اتي به گهڻ ٿي وئي هوندي ۽ جاءِ نه ملندي هوندي. هتي وري انهن جي سلامتي به آهي. آسپاس شريف ماڻهن جو پاڙو آهي.‘ نواز کي خيال آيو، ته هن جاءِ مان جيڪو به لڪرلدو آهي، ان کي ٻيا شڪي ۽ عجيب نظرن سان ڏسندا آهن. ’ٿي سگهي ٿو اهو منهنجو وهم هجي. پر نه، آئون هتي رهڻ ئي ڪٿو چاهيان. مون کي هن ڪال ڪوٺڙيءَ کان ئي نفرت آهي...‘

هو ڇپر مان نڪري ٻاهر آيو. ڪمري مان برش ۽ پيسٽ کڻي آيو ۽ در وٽ ٻاهر وينهڙ ٽالي جي اڳيان ڏندن کي برش ڪرڻ لڳو. اتان واندو ٿي چانهه جي ننڍي ديڳڙيءَ کي ٽاٽيءَ مان ڏوئي ڏيڍ ڪوپ پاڻي وجهي، چلهو ٻاري ان تي رکيائين. پاڻ ڪاٺ جي صندليءَ تي پٽ مان ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيو. گهر ۾ رڌڻو ڪونه هو، ان ڪري هن اڱڻ جي هڪڙي ڪنڊ ۾ رڌڻو ٺاهيو هو. هو مٿو پٽ تي ٽڪائي سوڙهي اڱڻ جي ڳاڙهين سرن کي ڏسڻ لڳو. اندر ڪوٺيءَ کي سيمنٽ جو پلستر ۽ ان تي پوچي ٿيل هئي؛ پر ٻاهر ديوارون اگهاڙيون هيون. انهن تي نه پلستر ٿيل هو ۽ نه پوچي ڏنل هئي. ڳاڙهيون سرون ڏسي هن کي ائين لڳندو هو ڄڻ ڪي خوفناڪ جانور ڳاڙهيون ڳاڙهيون رت سان ڀريل زبانون ڪڍي گهوري رهيا آهن. هن اکيون ٻوٽي ڇڏيون. ديڳڙيءَ ۾ ٽاٽيءَ جي ٽهڪڻ جو آواز اچڻ لڳو، ته هن اکيون کوليون ۽ چانهه ٺاهي. هن ديڳڙي لاهي چانهه مگ ۾ وڌي. راتوڪي ورتل ڊبل روٽي کڻي آيو ۽ مگ ۾ ٻوڙي کائڻ لڳو. ٻهريون مگ

ڊبل روٽي ڇڏهي وئي. هن ٻيو سگ پري چالهہ ڀتي. ٻوءِ ديڳڙي ۾ اسگ ڪي ڏوئي رکيائين.

هو ڪمري مان شيونگ جو سامان کڻي آيو. پيالي ۾ پاڻي وجهي دريءَ تي آڻي رکيائين. آرسيءَ کي دريءَ جي ڪامن تي اٽڪائي، ڪريم برش تي رکي ڏاڙهيءَ تي هڻڻ لڳو. هن بليڊ کڻي سيفٽي ريزر ۾ وجهڻ چاهيو. 'ٽيون ڏينهن مون بليڊ جو ڪهڙو پاسو ڪم آندو هو؟' هن ياد ڪرڻ چاهيو، پر ڪيس ياد نہ آيو. 'الائي ڪهڙو پاسو هوا مصيبت آهي. مون کان اها ڳالهہ هميشہ وسري وڃي. ڏينهون ڏينهن منهنجو حافظو وڃي ٿو ڪمزور ٿيندو. اڀا ٽيون ڏينهن شيو ڪيو اٿم ۽ بليڊ رکڻ وقت بہ ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هيم. تڏهن بہ ڳالهہ وسري وئي. الائي ڪهڙي ڌار هئي. پر ان بليڊ سان تہ هي چوٿون شيو آهي. ٿهڙي ٿرڊ ڪلاس بليڊ سان چار شيو هرويرو مهانگا تہ ڪونہ آهن. ٻهريان بہ شيو هرهڪ ڌار سان سٺا ٿيو وڃن. پر ٻيهر شيو ڪجهہ ڏکيو لڳي ٿو. مڙئي ڪم ٿيو وڃي. هفتي جي لاءِ هڪڙو بليڊ ڪافي آهي. آئون ڪوشش تہ گهڻي ٿو ڪريان، پر پوءِ بہ بچت لٽي ٿئي، جو ڳوٺ مناسب پيسا موڪلي سگهان. آئون پاڻ تي گهٽ ۾ گهٽ پيسا خرچ ڪندو آهيان. مهينو چڪي تائي پورو ٿيندو آهي. ان ڪري تہ آئون ماڻهن سان گهٽو اٿڻ ويهڻ کان لهرايان ٿو. منجهند جي ماني گهر ۾ ڪرڻ ڏکي آهي. ماڻهو آفيس مان لڪي ٽئي اچي تہ ماني کائي ڪلاڪ اڌ آرام ڪري. ٽڪ ۽ بڪ ۾ ماني ڪرڻ ڪٽي تي پچي. پر پوءِ بہ ڪرٽي پوي ٿي...' هو شيو لاهي چڪو هو. هن منهن ڌوتو ۽ ٽوال سان منهن ڪي اگهيائين. ان وقت اٺ ٿيا هئا. هو تڪڙ تڪڙ ۾ ڪپڙا پائڻ لڳو. آفيس جو ٽائيم ساڍا ست هو، پر هو پوري ٽائيم تي پهچي نہ سگهندو هو. روز ڏڇندو ڏڇندو ويندو هو تہ اڄ دب پولدي. دب پوندي هئي تہ ٻئي ڏينهن تي ڪجهہ سوير ويندو.

هو ڪپڙا پائي وڃڻ لاءِ تيار ٿيو، تہ ڪنهن در تي ٺڪ ٺڪ ڪئي. پنگيائي آئي هولدي! هن سوچيو ۽ در وڃي کوليو. ٻاهر پنگيائي بيٺي هئي.

”هاڻي ٿورو جلدي تہ ايندي ڪر. آئون تہ هاڻي ويس پئي." هن سوچيو تہ اهي پنج منٽ بہ ويا.

پنگيائي ڪوبہ جواب نہ ڏنو ۽ اندر گهڙي آئي. لواز سٽ سان پاڻي ڪيڏي ڊپي ۾ وجهڻ لڳو. 'هن پوڙهيءَ تہ تنگ ڪيو آهي. آفيس وڃڻ لاءِ تيار ٿيندس تہ مٿان نڪ اچي ڪندي. اڃا ڪا جوان جماڻ هجي ها، تہ گهٽ ۾ گهٽ صبح ساڻ ڪا چڱي صورت تہ ڏسجي ها؟

پنگيائي صفائي ڪري هلي وئي ۽ آواز بہ. تالو ڪٽي ٻاهر آيو. در کي تالو هڻندي هن کي خيال آيو، ’ڪجهہ وسري تہ ڪونہ ويو آهي ڪٿ! لڳي ٿو تہ ڪا شيءِ وسري وئي آهي. ڏاڍي ويسر ٿي پئي آهي. ڇا ڪريان؟ هڪڙي ڳالهہ آهي تہ ڪا شيءِ وسري ويندي آهي تہ دل ۾ پئي هُرندي آهي. اڄ بہ هُري تہ پئي. ڪهڙي شيءِ وسري وئي آهي؟‘ هن ذهن تي زور ڏنو: پر ڪيس ڪا ڳالهہ ياد نہ آئي. هو پاڻ تي چِڙي ٽڪڙو ٽڪڙو بدبودار ڏاڪڻ تان هيٺ لهي ويو.

(اڻپوري ناول جو پهريون باب)

●

مهر پروين

## بيت ۽ وائي

منهن سَنّي منهن مير جو، محب ويو موٽي،
چاهہ چڙهيو چوٽي، ساندي آهيان محب لءِ

پرينءَ جي پَسڻ جا، پيئي پَسان خواب،
سيئي حساب ڪتاب، اچي تہ اوڳاڙي وٺان.

ڪانگل چنج قريب ڪي، اچ آڏيءَ رات،
تنهنجي آهي تات، سوٽ سگهو منهنجا پرين.

●

هوت نہ ڪجن هيئن، ڏاڍائيون ڏکين سين!
تيئن تيئن ڪاهيان ڪست مان، جبل جاڏا جيئن.
ووڙيندس وڻڪار ۾، ساهہ لڪي سيئن.
سڄڻ منهنجا سُپرين، تو نہ جُڳائي ايئن!
پالدي تنهنجي پار جا، ڪبرون ڏيندم ڪيئن.
پري ٿي ’پروين‘ کان، توکي سري ڪيئن؟

# پيلو ڏُنڌ

طارق عالم



الفنسٽن اسٽريٽ ۾ پلڪنهي دڪانن ٻاهران فٽ ڪيل نفيس بيلجم جي شيشن وارن شو ڪيسن ۾ انهن جي پُٺ ۾ سجائي رکيل شو پيسن ڏانهن ڏسندي دل ٿي چاهيس ته جيڪر بيلجم جي نفيس شيشن کي مُڪ، هڪ زوردار مُڪَ هڻي ٽوڙي ڇڏي، ٺڙاس. مُڪَ هڻڻ سان شيشا ٽُٽنداوجن، ڇن ڇن ڇنن ڇنن. الائجي، بس دل چاهيس ٿي اڄ الفنسٽن اسٽريٽ جي سمورن دڪانن جا نفيس شيشا هڪ زوردار مُڪَ هڻندو پيچندو وڃي. ٺڙاس، ٺڙاس، ٺڙاس. پوءِ-ڇن ڇن ڇنن ڇنن-سوچي ٿو؛ هر هٽراڙو سجائي رکيل شيءِ ٽوڙي ڀڃي پوري ڇڏي. سڀ آرٽيفشل، ڏيکاءُ-ڪُوڙ، مرڪيوري بلبن هيٺان رنگين سائين بوردن جي روشنيءَ ۾ تجلا ڏيندڙ چمڪندڙ. هر شيءِ لٽل، لڪايل ليپن ۾، پنبڻ، چَپَ، پيرون. ليلهر گلدستي ۾ رکيل ان ڏينهن جي سنگهيل ليوڙي آيل گلن جهڙيون سنهڙيون لڙڪيل ڇاتيون، آڏاري ٽوڻيءَ تي سيٽايل. تنهن مٿان ڇڪي پاتل ٻلي بواءِ ٻنا ٻانهن جون شرٽس. جينز جون پينٽون، جن منجهان نظر اينڊڙ جسم جي هر لاهي چاڙهي. لنڊي وڏي گولائي. هر ڪنيل وک سان محسوس ٿئي ٿو. اجهو ڪي اجهو ٽُٽي پوندا، ڇڄي پوندا سڀ بخيا ۽ پوءِ ڪپڙن ۾ ڦاٿل جسم لڙڪي پوندو ڇيلهه وٽان. ڊَن مٿان ۽ ڪرنگهي هيٺان. سوچي ٿي ڪورو ٿي پيو آهي. اوڪو ٿو اچيس: آخ-اوڪ... طبيعت خراب ٿيندي پيو پائي. کهنڊرن تان نظرون هٽائي ٿو ڇڏي، پريان وڪري روڊ جي ڪاپي پاسي بخارا هوٽل کان اڳيان نهندڙ هماليا جبل جيڏو اوچو ڪو اپارٽمينٽ يا شايد آسڪائر، تنهن هيٺان تغاريون ڍوئيندڙ اوڏڻيون رنگ برنگي پٽا ۽ پولڪا پاتل. سانوريون ڀالوريون. هر فيشن کان وانجهيون. پنهنجي ڏاڏاڻڪي ويس ۾. وٽيل سٿيل هڏ ڪاٺ ٻنا ٽنپي ٽوڻيءَ جي، ڏورا ڪنجهيندي ڪلڪار ڪندي، گول ڦرندڙ ديگ جهڙي مشين جي وات ۾ بجري ۽ سيمنٽ جون تغاريون پيون وجهن. پاسيس ٿو ڇڻ اهي معصوم اوڏڻيون تغارين ۾ بجري سيمنٽ نه؛ پر پنهنجو اڄ اڄ رت ڪٺي ڏلوان جي پيٽ جهڙي مشين ۾ ڀرتي رهيون آهن. ('ان ايچرل' شهر ۾ ليچرل وجود ڪهڙا نه عجيب پيا لڳن)؟ هر پڪالت جي ڪهاڻي فريادي هيٺئي تي هُري آئي اٿس، عجب ٿو لڳيس. (هڦرين مهٽين عمارتن جي جوڙيندڙن جو ڪوبه نڪاڻو ڪونهي)! سامهون کان هڪ اڇي رنگ جي عورت پيلو جينز جي پينٽ ۽ جيڪٽ ۾ ڦاٿل ڪڇ تي پٽڪڙو ڪاڙهو ڳتول گوگڙوءَ جهڙو پارڪنيو سنڪ ڀٽڪ ڪندي اچي.

سوچي ٿو: ......! عورت سندس پرسان سنٽي ٿي، هو سندس ڪڇ ۾ ٿي ڪنيل ٻار جي پريل ڳٽي
تي هلڪي چپٽي هڻي ٿو. منهن ورائي ٻئي پٺ تي لٽو ڏسي پنهنجي ڪيل حرڪت جو ري ايڪشن:
(جيڪر مان به ائين ڪري ٿي سگهان ها)! هڪ خواهش چڙنگائي تيلي جيان چڻنگون ڪري وسي ٿي
وڃي. مٿين چپ وٽ سور وڌندو پيو پالئين. ٽڪ پيو محسوس ڪري، چٽن ڪلاڪن کان
هلندو رهيو آهي. مختلف رستن تان. گهٽين مان. ٻه گهر هوندا هئا. هڪ اصلوڪو، ٻيو ڊفينس
سوسائٽي ۾ نهرايل اٿون. پراڻي گهر ۾ ماڻس، ٻه پيٽون ۽ ٻيو نمبر ڀاءُ، جو ڪائنس وڏو آهي،
رهندا آهن، ۽ نئين گهر ۾ وڏو ڀائس ڀاڄائي ۽ ڀائيٽو رهندو آهي؛ پر پاڻ هاسٽل ۾ رهندو
آهي، ٻه ٻه ويلا ٻڪ ڪائيندي ٻه. اڄ دل گهريس ته پنهنجي اصلوڪي گهر لڙي وڃو،
ٻيون نمبر ڀائس جيڪو عمر ۾ ڪائنس وڏو ۽ قد ۾ ننڍو آهي، تنهن پيٽس کي ڪٽيو ٿي، ۽
گاريون ٻه ٻڪيون ٿي. ڇڏائڻ جي ڪيائين ته، ڪيس مٿين چپ وٽ ٺڪاءُ ٺولشو وهائي
ڪڍيائين، ٿا- وات ۾ ڪجهه ڪارو ۽ گرم پرجندو ڀاسيو هئس. پوءِ الائي ته هن کي کهڙي
جهجهڪي چڙهي جو پنهنجي وڏي ڀاءُ کي جهٽ هڻي ڳچي کان جهليائين. ياد نه اٿس ته ٺونشا
هنيا هئائينس يا نه...!! بس گوڙ ٿي ويو هو. پوڙهي ماڻس، پيٽون، ۽ پاڙي جون عورتون
ڪين چهٽي پيون هيون. ماڻس ويچاري لتن ۾ لتاڙبي رهي هئي. جهڳڙي دوران احساس ٿيو
هئس شديد ته، اهو سڀ ڪجهه غلط ٿي رهيو آهي. ائين ٿيڻ نه کپي. اهو سوچي هٿ ڀاءُ جي
ڳچي تان ڍرا ڪري ڇڏيا هئائين؛ پر ڀائس جا هٿ سندس خشڪ وڏن وارن ۾ ڦيهجندا ٿي ويا
جالورن جيان، هٿن وارن کان جهلي سندس ڳاٽي کي مروٽا پئي ڏنا. ڪوئي ٻه هن جو
مروٽجندڙ ڳاٽو ڀائس جي هٿن مان آجو ڪرائي نٿي سگهيو. ۽ آخر پاڙي ۾ رهندڙ سالوري ڪرسچن
ڇوڪري سوئيٽيءَ ڀائس جي هٿن ۾ چڪ هنيا هئا ۽ ڀائس چرڪ ڀري هن جي وارن مان هٿ
ڪڍي ڇڏيا هئا، ۽ سوئيٽي ئي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي کيس در کان ٻاهر وٺي وئي هئي. ٻاهر
نڪرندي نڪرندي ڀاءُ سامهون رت جي ڦڙڪ اڇلي هنيائين، هڙچڪ- سوئيٽي سندس ڳلي سان
ٻانهون ڪيدي سيني مٿان پنهنجي هٿ سان ڪراس ٺاهيو هو. انهن سيني ڳالهين تي ڏک نه
ٿيو هئس، نه ئي روئڻ آيو هئس. چاهيو هئائين روئڻ؛ پر ٽهڪ ڏنائين: ها ها ها ها آ.
هاڻي ته ٽنگن مان ست ڳم ٿيندي ٿو ڀانئي. سڄو بدن سڌور سان ٿانجي آيو آهي. چڻ ڪو
ڇڪيل ٿينت. مٿين چپ تي سور جي چپ جو ٻار وڌندو پيو ڀاسيس. وڏن ائين چيٽ ٻيڻل
وارن ۾ آڱريون ڦيري وات ۾ پيل چيونگم جيڪو چٽن ڪلاڪن کان چٻاڙي رهيو آهي،
تنهن کي نه چاهيندي به ٿڪي ٿو ڇڏي: ٿوا ُچا ڪجي......؟ ڪيڏانهن هلجي......؟'
سوچن جا سڀ در بند. ائين ئي جيئن، هن لاءِ شهر جا سمورا ريسٽورنٽ، سنيڪ بار، ڪاٽيجز
بند آهن. انهن سيني مان ڪنهن جي به چاهي ڪيسي ۾ نه هوندي اٿس. جيڪڏهن ڪليل به
آهي ته هن لاءِ رڳو هاسٽل جو ڪمرو، جنهن ۾ منگهڻ هاڻي جهولڻ کٽ، موريون رليون،
پنا، پکڙيل ڪتاب ۽ چاليهن واٽس جي بلب جي مرڻينگهه روشني سندس انتظار ۾ چڙ ته، بيزار

تي وڃل. هيڏي ڦهليل شهر ۾ ڪو به دوست ڪو به ساٿ ڏٺي نه آهيس. ان جو وڏو ڪارڻ شايد اهو ئي ته، ڳالهائڻ جو ڍنگ نه اٿس، ڊپلوميٽ ۽ اسٽائلش ناهي. سادو سودو. ڳالهائيندو گهٽ، مُنجهندو وڌيڪ. ڪائيندو گهٽ، سوچيندو وڌيڪ. دوستن ۾ سيٽ ٿين لاءِ ڊيل ڪارنيگي پڙهيائين، جنهن چيو هئي: ”جنهن سان به ملو، مُرڪي ملو. توهان ڪيڙيل گلن جهڙي مُرڪ پنهنجي چپن تي پکيڙي، جو ته سچي مُرڪ چوندي آهي مان توهان جي دوست آهيان.“ ائين ئي ڪيائين. جنهن سان به مليو مُرڪي مليو؛ پر موٽ ۾ ڪا به مُرڪ نه. شايد هن جي مُرڪ ۾ ڪڙيل گلن جهڙي تازائي نه هئي. پوءِ به مايوس نه ٿيو. دل ڀڃڻ ڊيل ڪارنيگي کي اڳتي پڙهيائين، جنهن وري چيو هئي: ”هر ملندڙ جون ڳالهيون غور سان ٻڌو، ۽ دلچسپيءَ جو اظهار ڪيو. اکين، چپن ۽ هٿن سان، ڪڏهن به ڳالهه ٻڌندي اوٻاسي نه ڏيو“. ائين به ڪري ڏٺائين، هر دوست جي ڳالهه کهڙي به ڪيڪي ڇو نه هجي، غور سان ٻڌائين. اکين، هٿن، چپن سان دلچسپيءَ جو اظهار ڪيائين - ۽ ڪڏهن چاهيندي به اوٻاسي نه ڏنائين. پر آخر ڪيستائين؟؟ دوستي رکي هٿائين الهيءَ لاءِ نه، ته دوستن جي بڪواس، ڪوڙ ٻڌوڙ سڀ ٻڌي واڇ ٽيڙي، ۽ پنهنجي من ۾ آٿلون ڪائيندڙ موتين جهڙن سچن، چنبيليءَ جهڙن هڳاءُ ڏيندڙ جذبن جو اظهار به نه ڪري. پوءِ ڪيس اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ واهيات ۽ ڪريل لڳو. هن فيصلو ڪيو: ’ٺيڪ آهي، جيڪڏهن مون کي ڪنهن ڳالهه تي ڪيل نه ايندي ته ڇو واڇون ڇڪي چوتين جيان ڪلان؟ روئڻ نه اچير، ته ڇا لاءِ اکيون مهٽي مهٽي روئان؟!‘ هيل تائين ايترو سو سمجهيو اٿائين، ته يا سارو جڳ اونڌو آهي يا پاڻ اڪيلو اونڌو لڙڪايل. اهو ڏينهن ورندي اچوڪو ڏينهن. کلڻ چاهيندي به، کلي ناهي سگهندو. واڪاڻ ڪرڻ چاهيندي به، چُپ رهندو آهي. مهرباني مڃڻ لاءِ اکر من مان آچلون ڪائي، ڪاڪڙي ۾ اٽڪي واپس ڇيڪ اچي من ۾ ڊهندا آهن. اهو سڀ ڪجهه ڪنهدي عجيب ۽ ڪُوڙو پاسندو اٿس. سوچي ڇڏيو اٿائين ته؛ ’سڀ سچا جذبا من ۾ ئي سونهن. الهيءَ ڪري جو زبان تي اچي اهي سڀ ڪوڙا ٿيو پون.‘ جڻ ته مڙلي رشتن جي مانجهي جي ٽيڪي ڏور سان پنهنجو لغڙ ڪاٽا ڪرائي ڇڏيو اٿائين. ڪاٽا ٿيل لغڙ جيان لڏلڏو لمندو فٽ پاٽ مٿان هلي رهيو آهي. نه، شايد ڪُر ٽي رهيو آهي آسمان جي وسٽن ۾! ڏاڍو ڪاڏو اٿائين فٽ پاٽ مٿان ٺهيل کٽر جي دڪي سان. آنگوٺي ۾ سور وري آيو اٿس. روڊ مٿان ڪارين جي ڦيٿن مان نڪتل چرڙاٽن، هارن جي رنپن سان پيهه وڌي وئي آهي. وچ رستي مٿان بي پرواهه ٽنگڙيون ٽيل ڪپڙن ۾ اگهاڙو ٿيندڙ فقير، جنهن جي هڪ اک مٿان گوشت جو پيرو لڙڪي ٿو. پاپام پام پام. هارنن جا آواز ته جڻ فقير جي ڪن تي نٿا پون. فقير کي ڏسندي، خيال اچيس ٿو: ’جيڪڏهن مون کي به ڪئنسر ٿي پئي ته؟!‘ سوچي ٿو: ’مان رت جو ڪئنسر، آندي جو ڪئنسر... ته برداشت ڪري سگهان ٿو؛ پر جسم مٿان آيري آيل ڦبر جهڙي ڪئنسر کي ڪڏهن به برداشت نه ڪندس. ڪوجهي ماڻهوءَ سان همدردي ته ڪري سگهجي ٿي، پر محبت نه، ۽ مون کي ڪنهن به خيراتي

همدرديءَ جي ڪائي لوڙهه نه آهي. مان ان کان آڳهات کي اهميت ڏيندس.' موت کان ته
ڊپ ٿي نه ٿيندو اٿس. هڪ ڀيري جڏهن زڪام ٿي پيو هوس، ۽ ٿُڪ ۾ رت جا ڳاڙها ڳاڙها
ذرا ياقوت جيان چمڪندي ڏٺا هئائين، ته دهشت ۾ اچڻ بجاءِ ڏاڍو آٿت آيو هئس: 'ٺيڪ آهي،
پاڻ جلدي جان آجي ٿيندي! هونءَ به سون جهڙي جي جڳ کي ضرورت به ڪهڙي آهي.'
پر سنئون ناهي، جيئرو آهي ۽ فٽ پاٿ مٿان ڪهلجي رهيو آهي. فقير ڏاڍهن ڏسندي سموري جسم
مان ڌرڙي نڪري وئي هئس. جهٽڪي سان ڪنڌ ڦيري ٿو ڇڏي. ٻچڙو، ڪوجهو، آسهه. پلڪندي
پلڪندي ڪنجيل ڪف مان پنهنجون ڪالن جهڙيون پالهون هر ڪجيل ورڪ سان پنبوليم جان
اڳتي پوئتي لڏلدي ڏسي شرم ٿيو محسوس ڪري. هڪ صحت مند ماڻهوءَ جي ويڪري ڪرائيءَ
کي لاشعوري طور ڏسي، تڪڙ ۾ ڪف هيٺ ڪري، ٻئي هٿي، هٿ کيسن ۾ وجهي ٿو ڇڏي.
بندر روڊ وٽ پهچي پنهنجي پسند جي هيئر ڪٽنگ سيلون مٿان نظر پوندي، دل چاهيس ٿي،
جيڪر ايئرڪنڊيشنڊ سيلون ۾ وڃي آرام ڏيندڙ ڪرسيءَ مٿان ڦان ٿي پئي، ۽ اهو ڇوڪرو،
جنهن کان هميشه وار سيٽ ڪرائيندو آهي، تنهن کان وار سيٽ ڪرائي. جڏهن آهو ڇوڪرو
سندس هر ڳالهه تي 'يس سر' ڪندو آهي، ها ۾ ها ملائيندو آهي، ۽ سندس وارن کي
مختلف قسمن جا شمپو هڻي، آڱرين سان چمپي ڪندو آهي ته، من جي سموري وياڪلتا ۽
ڊپريشن فش ڪري ڪم ٿي ويندي آهي. ۽ اهو سڄو ڏينهن پاڻ کي هلڪو ۽ خوش محسوس
ڪندو آهي؛ پر اهو سڀ تڏهن ٿي ٿي سگهي ٿو جڏهن کيسي ۾ ڪڙڪو هجي. ٻن مهينن کان
وٽس نه ويو آهي. 'پلا ڏسان ته سهي، ڪهڙو قارون جو خزانو آ کيسي ۾.' خبر هوندي به
کيسي ۾ هٿ وجهي ٻاهر ڪڍي ٿو، ٻه رپيا ٽيهه پيسا ۽ ٻنيءَ ۾ ويڙهيل چيولگم جو آخري
پيس. مايوس ٿي سيلون جي شاندار شيشي جي در ڏاهن ڏسي ٿو. دل چاهيس ٿي، جيڪر هڪ
زوردار مُڪ هڻي، شيشي جو در پٽي ڇڏي، ٽڙاس. ٽوءِ ڇن ڇن ڇنن...! اونهون ساهه ڦڙن ۾
چيڪي ٻنيءَ ۾ رکيل چيونگم جو آخري پيس وات ۾ وجهي ٿو. وات ڪوليندي سور جو شديد
احساس. هٿ لائي ڏسي ٿو، مٽيون ڇپ' سڄي ويو اٿس. 'ڏک شايد اندرين پاسي لڳو آهي.'
ڪاٿو ٿو لڳائي. ۽ چيونگم چٻاڙڻ ٿو لڳي. ننڍڙي هوندي جڏهن ٻين ٻارن کي پيسٽريون
کائيندي، ڪولڊ ڊرنڪ پيئندي، آئسڪريم کائيندي، ڪتمٺا چوسيندي، چيونگم چٻاڙيندي
ڏسندو هو ته جڪڪ ايندا هئس، پر سڪڻ جيان چپ چٽيندو ئي رهجي ويندو هو. هاڻ
جڏهن کيسي ۾ پيسا هوندا اٿس ته، هڪ ٻئي مٿان آئسڪريم، ڪوڪ، پيسٽريون، ڪتمٺا ۽
چيونگم وٺندو آهي؛ پر جيڪڏهن ڪنهن ٻارڙي سندس هٿ ۾ جهليل شيءِ کي سڪڻ وانگر
ڏٺو، ته هڪدم ڪٿي ٻار کي ڏيندو ۽ ٻار جي ڳل تي هٿي ڏئي چوندو: 'پي به کپي'!
ائين ڪندي من ۾ ڳد ڳد ٿيندو آهي. ائين پنسن جو انت آئي، ٻوءِ ٻُکون کائيندو آهي.
وک وک ٽڙندو چيونگم ڏندن هيٺان چٻاڙيندو، هڪ خالي ويڪري گهٽيءَ مان لنگهي پيو.
اپارٽمنٽ جي گيلرين مان بلبن جي روشني هيٺ روڊ تي جهاتيون پائڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي.

ويران رستي تي هُو زور زور سان پنهنجي منهن ڳالهائڻ لڳو آهي: ’سڀ رشتا ڪچن ڌاڳن جهڙا، توري ٻه چڪ آئي ۽ ٽٽڪ. پوءِ سڀ ڪجهه اوپرو. حرام پاڻي. ڏيکاءُ. ماڊرن سوسائٽيءَ جا اهڙا ماڊرن ماڻڪ، جن جي ڪوپريءَ ۾ ميجالي پڊران فٽ ٿيل آهي - نيو ٽرالڪ ڪمپيوٽر، جيڪو پيار ڪري ٿو ڪار سان، بئنڪ بئلينس سان، بنگلن ۽ اوچي نفيس فرنيچر سان. جيڪي سمهن ٿا سليپنگ پلز تي ۽ جاڳن ٿا ’الارم جي آواز تي‘ - هائي هو اهوئي ڊائلاگ ورجائي ٿو، جنهن کي گهڻو ڪري اڪيلائين ۾ ورجائيندو آهي ۽ ورجائي جذباتي بڻجي ويندو آهي: ”ڏس، مان توکي چاهيو آهي. ازل ازل کان، مان تو سان محبت ڪئي آهي، هر دؤر ۾. تون ئي تہ منهنجو آئيڊئل آهين، تون ئي تہ... تون، تون... جا آهين منهنجي ٿرڊ ورلڊ. توکان سواءِ مان اڻ پورو آهيان - مان تو سان پيار ڪريان ٿو، مندو ساگر جهڙو اٿاهہ - اننت! مون کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪر...“ ڳالهائيندي اکين آڏو ڌنڌ ڇانئجي ويو اٿس. آواز گهگهرو بڻجي ويو اٿس. ٽپ ٽپ، ٻہ ڳوڙها ڳوڙها ڳچين جي وٿين مان ڇٽي ڳلن تان ترڪندا، ڪاڏيءَ ڏانهن وڌڻ لڳا آهن. ’آها‘ ڪير آهي؟! اها خبر ڪيس بہ ناهي. بس، اڪيلائين ۾ هُو ڪيس ياد ڪندو آهي، سڏيندو آهي. ڇا، ڪڏهن ’هوءَ‘ بہ گهر جي اڳڻ ۾، يا ڪنهن پارڪ جي ڪنڊ ۾ اڪيلي ويهي اداس بڻجي ڪيس بہ سارينديءَ آهي؟! اونهون ساهہ کڻي پيهر ڳالهائڻ لڳو آهي: ’سڀ ڪوڙ آهي، بڪواس آهي، جيون جي هر پل جو پل پل. ها... اينهڙ، گذرندڙ، ۽ گذري ويندڙ هر ساعت ڀرُ آهي، ٽمٽار آهي اذيت سان. جيون مثل آهي، ان ڪُتي جهڙو، جيڪو پيل آهي فٽ پاٿ مٿان ٽنگون ٽيڙيو ٽن ڏينهن کان: پر ڪو بہ نڪ تي ڪپڙو ڏئي، ان کي ٽنگ کان گهلي اڇلائي نٿو ڍير مٿان. ڪو بہ نہ، ميونسپل ڪارپوريشن وارا بہ نہ. جيون... گندو گٽر، جنهن ۾ انساني ڪوالڀل ڪلين جهڙيون خواهشون. آشائون، نراشائون بڻجي گند جيان لڙهي رهيون آهن. ۽، ۽ سچ؟ سچ، اُن گندي گٽر جي مين هول تان چورائجي ويل لوهي ڍڪڻ! ان کان بہ وڌو سچ اُن گندي گٽر جي ڪاري پاڻيءَ ۾ ترندڙ تازو چاول حرامي ٻار، جنهن ڪجهہ پل اڳ ساهہ ڏنو آهي!‘ پوءِ چُپ ٿو ٿي وڃي. اکيون خشڪ ٿاٿل، دماغ خالي خالي، هلندو پيو وڃي بنا آس پاس نهارڻ جي. هلندي دل چاهيس ٿي هٿن ۽ ٽنگن تي ڊوڙندو ٿي ڪُتي جيان ڀؤنڪي: ڀوءُ - ڀوءُ - ڀوءُ. يا وڏي ڪاڙ ڪري، جنهن سان شهہ رڳ ٽڙڪ ڪري ٽٽي پئي. يا اليڪٽرڪ پول سان مٿو هڻي. يا... يا روئي پئي راڙيات ڪري، ميلي ۾ گُم ٿي ويل ٻار جيان! اوچتو سندس نگاهہ اپارٽمنٽ جي ڪنڊ وٽ لوسي ڪُتي مٿان پئي ٿي، جيڪو اڳين ٽنگن مٿان ڪنڌ رکي اکيون پوريو، چپ ڪيو سهڪي پيو. هُو آهستي آهستي وک وک کڻندو ڪُتي پرسان وڃي رهيو آهي. ڪتو سندس پيرن جي ٺُڙڪي تي ڪن ڪيئا ڪري چرڪ ڀري ٿو ۽ ڪونڪاٽ ڪندي ڀڄڻ لڳو آهي، اؤ اؤ اؤ. ڪانئس بہ چرڪ نڪري ويو آهي. پاڻ کي بہ ان وقت جي زماني جي چرڪايل لُوسي ڪُتي جهڙو پيو محسوس ڪري. انهين محسوس ڪندي ڪُتي سان همدردي

تيز ٿي وڃيس ٿي. ۽ ڪُتي کي پُچڪاري ٿو: ’لو، نو ماءِ ڊيئر، آئي ايم يور فرينڊ.‘ ٻليو مي. ڪرآن، ڪرآن، ڪرآن ماءِ بواءِ...‘ ۽ سيٽي وڄائي ڪُتي کي پنهنجي دوستيءَ جو ڄڻ تہ يقين پيو ڏياري. اوچتو، ڪهتيءَ جي ڪنڌ مان ماڻهو لڪري ٿو، جنهن کي ڏسي ڇرڪ ٿو نڪري وڃيس، شرم ٿو محسوس ڪري، ان ايندڙ ماڻهوءَ کان: ’ڇا سوچيندو هوندو!‘ ماڻهو سندس ڀرسان لنگهي ٿو، ۽ عجيب انداز ۾ گهُوريندو! ڇپن جي ڇڪيل ڪنڌن مٿان ڦهليل آهيس ڪولين جهڙي، نہ هضم ٿيندڙ مُرڪ. وڏيڪ شرم پيو محسوس ڪري ۽ شرم لڪائڻ خاطر ماڻهوءَ کي ڏسي کلي ٿو پٺي واڇون ٽيڙي، پر گهُوريندڙ جي ڇپن تان مُرڪ بہ غائب ٿي وئي آهي ۽ هو گهورڻ بجاءِ هراسجي ويو آهي. پاڻ کي ڀُوڪ پيو محسوس ڪري. ڪجهہ بہ نہ سمجهي، سُوٽ جي کيسن ۾ هٿ وجهي، ڪلهن کي لوڏي هلڻ لڳي ٿو، ٽڪڙو ٽڪڙو، ڄڻ تہ ڪجهہ ٿيو ئي نہ هو: پر من ئي من ۾ پاڻ کي نندي ٿو. پنهنجي ان حرڪت تان... ’تہ آخر ڪاڏي وڃان...؟‘ ـ ڊفينس سوسائٽيءَ ۾ رهندڙ وڏي ڀاءُ جو خيال ٿو اچيس: ’ادا وڏي جي گهر وڃان؟‘ ـ ’ها، ادا جي گهر ٿو وڃان!‘. ’پر ڇا وڃي ڪندس... اتي تہ ويتر اڙجي ويندس. جيڪڏهن ڄاڻي نہ هجي تہ اصل نہ وڃان؟... وڃان ٿو!‘ ڀاڀيءَ جو خيال ايندي ئي ڀاءُ جي گهر ڏانهن هلڻ لڳو آهي. ٽڪل ٽڪل، هلندي اڃا بہ پنڌ تَرَ ۾ آهي، وچڻ ۽ نہ وچڻ جي ڪُن ۾ ڦيرياٽيون پائيندڙ. چار-پنج وکون کڻي، وري ايهي رهيو آهي. ڀاڀيءَ جي محبت مٿان ڀاڄائيءَ جو رعب ڇانئجي ويو آهيس. سوچي ٿو: ’ڇا وڃي ڪندس!!! آت، هوءَ منهنجي ڀاڄائي. گهر جو در ٽپندس ۽ مون تي نظر پوندي ئي گُلاب جهڙي مُرڪ مٿان ٽڪنس ڦٽي ايندو، ڄڻ پُڇس جو گهر آهي‘...’جنهن ڏينهن بہ ويو آهيان، جي اڳ ۾ گوشت چڙهيل هوندو تہ، منهنجي سامهون سِپن کي رَس جا جَمَّن تار ڪري ڏيندي. پاڻ وري ٽي-چار گرهہ رات جي سُڪل مانيءَ جا ڳڙڪائي ڇڏيندي آهي-۽ جيڪڏهن منهنجي هوندي ئي مانيءَ جو ٽائيم هوندو تہ، فرج ۾ رکيل گوشت هوندي بہ دال جي ديڳ ٻڙڪائي لاهيندي. ڏارين، چالاڪ، سيلفش. جيتري دير گهر ۾ جاليءَ سان ڳالهيون ڪندس ۽ جالي ڳالهين ۾ دلچسپي وٺندو، اوترو ئي هوءَ ٻور. ڳالهہ ڳالهہ تي پئي جالي غريب کي چڙٻيندي. ۽ پاڻ جڏهن امان وٽ ايندي آهي تہ، امان ان ڏينهن دال بدران گوشت رڌيندي، جي مڇي چوندي تہ مڇي تري ٿڌي کڻي سامهون رکندي. کهور پئي ويندي... ويچاري امڙ!؟ ماءُ مٿان ڪهل پئي اچيس. ’پر مون کي وڃڻ گهرجي، آخر منهنجو وڏو ڀاءُ آهي، پيءُ جي جاءِ تي. ڀلا ادا ويچارو بہ ڇا ڪري؟ هو تہ گهڻو ٿو چاهي، سمجهي بہ سڀڪجهہ ٿو. آخر ڪنهن سان ڦٽائي؟‘ ـ ’نہ بابا، اصل نہ وڃان. جت وڃندس، آت اصل ڪنئور هٽي ويهڻو پوندم ٿورو بہ چُربس ۽ ڀاڄائيءَ کي شڪ پيو تہ پڇي اکيون مون ۾ اٽڪائي ڇڏيندي. ڄڻ مون ڪجهہ چورايو پئي... ڀلا اهڙي گهر ۾ وڃي ڇا ڪجي، جت...‘ وڌيڪ سوچي نٿو سگهي. چيونگم رکي چٻاڙي پيو. مٿي ۾ بہ ڪجهہ سو جي ڇِڪ وڌندي پيو پائين. دل تہ

چاهيس ٿي، آئي ٿي ڏامر جي ڪاري ٽڏي پٽي مٿان اوڏو ٿي، هٿ ۾ پڪيڙي اکيون ٻوٽي
ٽڏي ڌرتيءَ جو سڪون ڏيندڙ احساس ماڻي: ’ها - اسان جهڙا ويچارا ان کان وڌ ٻي ڪهڙي
عياشي ڪندا، يا ڪري سگهن ٿا؟‘ پوءِ موت کائي گورا قبرستان وٽان صدر ڏانهن هلڻ لڳو
آهي. اسڪوٽر، رڪشا، ڪارون. جيڪا به سندس پرسان فرڙاٽ ڪري لنگهي ٿي، هو سوچي ٿو:
هوا ۾ آڏامي فلائنگ ڪِڪ هڻي ڪيڏين. سندس ٻئي لتون ايندڙ ڪار جي ونڊ اسڪرين ۾
لڳن، ٺڙاس. ۽ چڻ چڻ...! هر لنگهندڙ ڪار، اسڪوٽر، رڪشا - جيترا پيرا به سندس پر مان
لنگهن ٿا، اوترا ئي پيرا ساڳيو خيال گهمرائيون ٿو کائي، اوترا پيرا هو خيالن ئي خيالن ۾
لنگهندڙ گاڏين جا ونڊ اسڪرين ڀڃي ٿو ڇڏي، فلائنگ ڪِڪ هڻي، سلو موشن ۾. رستي تان
هاڻ ڇڙوڇڙ گاڏيون اچي ۽ وڃي رهيون آهن، چوڪ وٽ پوليس مئن به غائب آهي. رستو
پار ڪندي هاڻ ٿو محسوس ڪري: ’سگريٽ پيئجي‘ هاڻ کي خيالن ۾ سگريٽ جا سوٽا هڻندي
ٿو ڏسي. ۽ ائين ٿو ڀاسيس ڄڻ سموري فرسٽريشن ۽ ڊپريشن دونهين ۾ وٺجي سنجي نهائينءَ
مان نڪري هوا ۾ گم ٿيندي وڃي. سوچي ٿو: ’پر... مان ته اڄ تائين سگريٽ ناهي ڇڪي؟!
مون کي ته... سگريٽ ڏئي ناهي وڻندي!! ڪيل ايندي اٿم سگريٽ ڇڪيندڙ مٿان؟! پر اڄ،
نه چاهيندي به... دل چاهي ٿي، سگريٽ لاءِ، مارفيا هڻائڻ لاءِ. ۽، ڪوڊين جي سڄي شيشي
غٽ غٽ ڪري پيئڻ لاءِ. ها اهو سڀ ڪجهه واپرائڻ کان پوءِ ماڻهو مائين ٿا ڪجهه گهڙين جو
ڪوڙو سهارو، ڪوڙي سيٽسفڪيشن، آرام، آنند. ان لاءِ ته ماڻهوءَ جو ماڻهوءَ تي وشواش ناهي،
تڏهن ئي ته...! مون جنم ورتو ئي هن ڀومي‏ءَ تي آهي ڏک ڏسڻ لاءِ. اڪيلو رهڻ لاءِ
آهي، ۽... پر نه... هن ڀوميءَ تي ڏک ڏسڻ لاءِ جنم نه ورتو آهي؛ پر دک جي ڊهوتا
ٻڌجڻ جو... اسان سڀ بيمار آهيون. پر ظاهر لٽا ڪريون. هيپو ڪريٽ - منافق - مها... اسان
پنهنجي اندر ۾ پرڪندڙ، رجهندڙ آس کي، غمن کي ائين ٻين جي نظرن کان لڪايون ٿا،
جيئن بوٽ اندران ڦاٽل صفا ڇڄي ويل جورابن کي. جيڪي ڇچگل هوندي به اسان کي پيارا
آهن، فقط انهيءَ ڪري جو اسان ۾ نون جورابن خريد ڪرڻ جي سگهه ناهي. ۽ انهيءَ ڪري
اسان دُکن جي يا دُک اسان جي جند لٽا ڇڏين؛ جو ته اسان نون جورابن جهڙيون رلڳين
لاسٽڪ خوشيون ماڻڻ کان مجبور آهيون!‘ فٽ پاٿ ڇڏي روڊ جي پاسي ۾ هلڻ لڳو آهي.
ڪڏهن ڪڏهن ڪا، ڪار ڦرڙاٽ ڪندي اوندهه ۾ گم ٿي ٿي وڃي. بند ٿي ويل دڪانن جي
دڪين تي فقير ۽ بي-گهر سُتا پيا آهن. هُو هڪ ڪُنڊ‏ءَ ۾ لڙي وڃي ٿو. سامهون هڪ
ماڻي ماڙهيءَ ۾ ويڙهيل اچي پئي. اڌ ڙوٽ. شايد پارٽ ٽائيم جاب ختم ڪيون گهر پئي وڃي.
سوچي ٿو، ڏانهس وڌي چئي: ’سانئڻ پنهنجي قيمتي وقت مان ڪي گهڙيون سيوائي مون کي
ڏي. مان توکي ڳالهيون ٻڌايان. تون مون کي ٻڌ. ۽ پوءِ مان توکي ٻڌائي جڳ جون
ڳالهيون، روئي پوان تنهنجي هنج ۾ مُڪ لڪائي.‘ هوءَ سندس پر مان لنگهي ٿي. هي ڏانهس

وڌي ٿو هٿ ڦڪيڙي. هوءَ سڄي وٺي آهي سانڍي جان. منهن ۾ سولڊ وجهي، تارا ڦوٽاري، گهـُوري ڏسيس ٿي. هي هيسجي سُسي ويو آهي. ڏڪي هٿ ٻوٽي هٽائي، ٽڙلدو ڌاڙجندو ٽيڪو هاڻ جي ٿو ڪري... هائي هو ذري گهٽ ڊُڪڻ لڳو آهي... لڳيس ٿو ڄڻ هاسٽل جو ڪمرو ڪيس ڳيهڻ لاءِ پيلن ڏندن وارو وات ڪوليو بيٺو آهي. ڪيري پولدو، ڪنهن ٻه ايندڙ گهڙيءَ ۾. سهاري جي شديد ضرورت محسوس ڪري ٿو. سيٽسفيڪشن ماڻڻ لاءِ. نارمل ٿيڻ لاءِ. 'سگريٽ ڇڪيان'... ڇڪي ته ڏسان، ڪجهه ته هوندس، تڏهن ته سڀ ڇڪين ٿا. سياستدان ڪاڻ ڀورهيت ٿائين. سائنسدان ڪان فٽ ڀاڻي موالي ٿائين. مان ٻه ته انهن مان آهيان، اج مان ٻه ڇڪي ڏسان!- پر—پر ٻي ڇا ملندو-؟- هاسٽل وڃان؟! سُنگهڻ هاٽي جهولڻ ڪٽ، ميريون رليون، ٽڙيل ڦڪڙيل ڪتاب، ڪاغذ، چاليهن وولٽ جي مرڻينگ هٺڍي روشني چوڌاسي ڦڪڙجندڙ. پاسيس ٿو. پيلي ٻيلي فرسٽريشن سندس ٻند ڪمري ۾ ٻيل سامان مان وڪڙ ڪائي، سندس ڪمري جي ٻند ٽيل درجي وٽين مان وڃي سنجي وڌلدي پئي اچي. ٻهريان هاسٽل جي ڪاريڊور ۾. ٻوءِ هورريان هورريان سڄو شهر ويڙهيو ٿو وڃي، سندس ڪمري مان اڪتل فرسٽريشن جي ٻيلي پيلي ڏند ۾.



شفيع چانڊيو

## وائي

پل پل هڪڙو پور، او سائين، ساعت ساعت سو.
تن ليءِ جاڙ جيئڻ ٿيو جڳ ۾، دلبر جن جا دور.
مورت جيڪا من ڪي موهي، تنهنجو مُلهه نه مور.
آڏ من مان اڄ آتلي پيڙو، نينهن سندو لاسور.

## ولي رام ولپ — فوڪس کان ٻاهر زندگي



هوءَ اڪثر ڪري اهڙي طرح ڏسندي رهندي آهي. اڪيون ٻاٽيءَ سان ڀرجي اينديون اٿس ۽ ٻوءِ اکين آڏو ڌنڌ ڇانئجي ويندو آهي. گهڻو ٿيو ته چُنيءَ جي پلؤ سان اکيون اگهي ٿڌو ساهه ڀريندي آهي. الهيءَ ڪان وڌيڪ هوءَ ڪجهه ڪري به نه ٿي سگهي.

اڳڻ جي اڳيان ورانڊي ۾ ڪٽ تي ٻوڙ، ٽپائي تي ڍير شيشيون، گلاس ۽ ڪوپ — اهي سڀ ڪيس رنڌڻي مان ٻيا ڏسبا آهن. جڏهن ٻيا ٻار ڪاٺي ۾ اسڪول هليا ويندا آهن ۽ ٻان اڪيلي ڪاٺڻ ويهندي آهي ته ٿاڙُوءَ جي نه هئڻ جو احساس گهرو ٿي ويندو اٿس. ان وقت گهڻيئي سوچون سندس دماغ ۾ ميڙاڪو ڪري ڪجهن جٺن لامارا ڏيئي هـَل مچائينديون آهن ۽ تڏهن ڪيس لڳندو آهي ته هوءَ ڪٿي پاڳل نه ٿي وڃي.

ٿاڙو ٽيون ڏينهن جڏهن ڪيس اها سڌ پيئي هئي ته ٻيو پاڙي واري جي گهر مان پيسا چورايا آهن ته دل جي عجيب ڪيفيت ٿي ويئي هيس. لڪي ٻيو تي ڪاوڙ آئي هيس ۽ نڪي پاڙي وارن سان ڪا شڪايت ئي ڪرڻ ويئي هئي؛ بس مٺو جهلي ويهي رهي هئي چپ چاپ.

۽ اڄ صبح جو جڏهن ڪيس خبر پيئي، ته اَنُو ڪالهه ڪلاس مان ڀڄي فلم ڏسڻ هليو ويو هو، ته وري ساڳي حالت ٿي ويئي هيس. ٿوري دير اڳ اکين ۾ ٻوءِ جو چهرو ڇاليل هو، ته پاڙي وارن جي منـُو جو چهرو آڏيري آيو هئس:

”ڏس ماسي، مان رڳو انهيءَ ڪري چوان ٿو ته ڪيس هيرَ نه پئجي وڃي. بس، نه ته جيڪر چوان به نه ۽ ڏس، ڏُک نه ڪجان. هن عمر ۾ ائين ٿيندو آهي.“

هن جي پنهنجائيءَ واري لهجي جو ايذاءُ ڪيس اندر ۾ چڀي ويو هو. سندس ساهون رُڻ ڪي روڪڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي هئائين، ٻر ٻوءَ به....

”نه پٽ، اسان اهو سڀ ڀوڳڻ لاءِ ته آهيون. اسان ڪي اهو سـَهڻو پوندو... اسان جي قسمت ۾ ائين لکيل آهي.“

منو واڻڙو ٿي ويو هو. ٻوءِ چيو هئائين، ”چڱو ماسي، ڪاليج ڪي دير پيئي ٿئي، ٻوءِ ڪڏهن ايندس.

سندس وجڻ کان پوءِ هڪدم ٻوساٽيندڙ خاموشي ڇانئجي ويئي هئي. اوچتي اڪيلائپ کان پوءِ جڻ ساڳي چپ وجهندڙ خاموشي هئي. ۽ هن وقت انهيءَ بابت سوچي رهي هئي. ورور ڪري ائين ٿو لڳيس جڻ سارو گهر سندس وس کان ٻاهر ٿيندو پيو وڃي يا ٿي ويو آهي. هوءَ ڪجهه به نٿي ڪري سگهي. ڪجهه به نه. زينو، انو، پپو، غازو ۽ سندن وچ ۾ هوءَ.

ايتري تي به هوءَ انهيءَ ٻاري ۾ پنهنجي مڙس سان تمام ورلي ڳالهائيندي آهي. هوءَ اهو سڀ پاڻ پورڻ جي ڪوشش ۾ محسوس ڪري ٿي ۽ ساهه جو هانپارو وڌي وڃيس ٿو.

پر هوءَ چويس به ڪيئن؟ خبر اٿس ته نوبن وڳي کان به اڳ گهر مان نڪرلدو آهي ۽ ڇهين وڳي مس ڏسبو آهي، تڏهن مهيني ۾ ڪٿي وڃي ساڍا چار سؤ رپيا سلندا اٿس. جيڪڏهن اوور ٽائيم نه ڪري ته جيڪر ويهه ڏينهن به نه نڪرن. ائين ٿي دماغ ٿڪل ۽ منجهيل رهندو اٿس. جيڪڏهن هوءَ اهو سڀ روئڻو ڪٿي ويهي رهي، ته جيڪر ڪانئس اڳ پاڻ پاڳل ٿي وڃي! وري هو لڙائي جهيڙو بلڪل سهي نه سگهندو آهي. جيڪڏهن ڪا جهڙي تهڙي ڳالهه سندس اڳيان ٿي وڃي، ته هڪدم تواڻي ٿي ويندو آهي. گذريل هفتي انو کي ڪيڏو ماريو هئائين! آلاجي ڪيئن پاڻ ٿي رحم اچي ويو هو ۽ ڪيترا ڏينهن پشيمانيءَ وچان ڳالهائيندو ئي نه هو ۽ پاڻ مرادو پيو پڻ پڻ ڪندو هو.

هوءَ اڃا ماني کائي ويهي سوچي رهي هئي، ته پپوءَ پاڻي گهريو، تڏهن وڃي ڌيان ٽٽس. اٿي ويئي ۽ هٿ ڌوئي پپوءَ وٽ آئي. پپوءَ کي پاڻيءَ پياري مٿي تي هٿ رکيائينس ۽ پوءِ ٿڌڙا ڪيڻ لڳي. پپوءَ اکيون بند ڪري ڇڏيون.

اڱڻ ۾ اڃي ڪپڙا ڏٺائين تہ سستي ٿيڻ لڳس. آرام ڪرڻ جي خواهش ڪر موڙي جاڳي، پر اڃا کهٽو ڪم ڪرڻو پيو هئس: ٿانوَ ملڻا آهن، ڪپڙا ڌوئڻا آهن، پپوءَ کي موسمي جو رس پيارڻو آهي، تڏهن ڪٿي وڃي سک جو ساهه نصيب ٿيندو، اهو سوچي لل جي اڳيان ٿانو گڏ ڪري آهستي آهستي صاف ڪرڻ شروع ڪري ٿي. اوچتو انهيءَ ٻوڙهيءَ جي يادگيري اچيس ٿي، جا ڪي سال اڳ ٿانو مـٽڻ ايندي هئي. تڏهن ڇڙا پنج رپيا ۽ مالي ڍير ٿانو! هائي تہ پنجاهه کان گهٽ ڪير ڳالهه به نٿو ٻڌي. اهڙي ڳالهين تي پيسي جي هٿ-سوڙهه محسوس ڪري ڏاڍي بيچيني ٿيندي اٿس، خاص ڪري جڏهن ٿڪل هوندي آهي؛ پر خبر اٿس ته بي ڪا واهه به تہ ناهي! انهيءَ ڪري سوچڻ اجايو لڳندو اٿس.

ٿانوَ صاف ڪري ونڙ کان پوءِ، هڪ ڏکيو ساهه کڻي ٿي، جڻ چوندي هجي: ڪجهه بار تہ هلڪو ٿيو. ۽ وري سستي ٿيڻ لڳيس ٿي تہ وري من کي سمجهائڻ لڳي ٿي: بس باقي ڪپڙائي تہ آهن، ڌوئي وٺنديس تہ پوءِ آرام سان ليٽي پوندس.

بالٽي کڻي ٻاٽي پري ٿي ۽ ساهه روڪي آٽي ٿي، تہ ٿورو اچرج ٿـو ٿئيس، هن عمر ۾ هيڏو ٿڪ! پنجٽيهه ورهيه به ڪا عمر آهي! پر ڪجهه به ڪرڻ تي دل نٿي ٿئيس. خبر ناهي

ڪهڙو اتساهه آهي جو مشين جئان سپ ڪندي ٿي وڃي... ڪندي ٿي وڃي؛ پر هوءَ مشين نٿي ٿي سگهي.

ڪپڙن ۾ زينوءَ جو چولو به اچي ويو هو ڌوئڻ لاءِ. ڪپڙا ڌوئيندي جڏهن زينوءَ جو چولو هٿ ۾ آيس ته لڙڪ لڙي پيس. سندس گهر مان هلڻ وڃڻ کان اڳ، ڪيس اهوئي چولو پاتل هو. مٿس نور لچوئي پرت پريو هئائين ۽ پوءِ جڏهن زينوءَ پاتو هو ته پاڙ پسرڻ ور ور ڪري پئي ڏٺو ۽ چيو هئائين، "چولو ڪيڏو نه نهي ٿو. جهڙي ڌيءَ اتيئي سدوري تهڙو چولو آهي ڻاهوڪو!" پس نظر ڪائي ويس. سوچي چولو پنهي هٿن ۾ جهلي ڇاتيءَ سان لائي ٿي. اکيون ٻنهي تي وڃنس ٽيون ۽ بند پنبڻين سان لڙڪن جي لار وهي هلي ٿي ۽ چولي مان پاڻي. ڪا دير ائين ويٺي رهي. سندس ڪنن ۾ زينوءَ جا لفظ ٻُرن ٿا. جڏهن ڪپڙو آندو هئائين، ته زينو ڪپڙو ڏسي چيو هو، "امان رنگ ته نه ڇڏيندو؟ لڳي ٿو رنگ ڪچو آهي." هڪدم چولي کي پاڻيءَ مان ٻوڙي ڌوئڻ لڳي ٿي. چولي جو رنگ اڳي کان وڌيڪ نکري بيهي ٿو.

سوچ جي ڪڙي ٻي ڪڙيءَ سان ڳنڍجي وڃي ٿي: عيد ويجهي پيئي اچي. انو، پپو ۽ نازو وٽ ڪپڙا ڪينهن. هن چيو ٿي: ڏاڍي مشڪل سان پنجاهه سٺ رپيا بچي سگهيا آهن، خيال سان خرچ ڪج. ڪيس لڳي ٿو ته هو پيسا ڏيو آزاد ٿيو وڃي؛ پر مصيبت ۾ مان اڇيو وڃان. ڪيئن ڪريان مان؟

ڪپڙا سڪائي پپوءَ جي کٽ پرسان ويهي موسميءَ جو رس ڪيڻ لڳي ٿي. پپوءَ جي پيلي ڇهري ۽ نبل هٿ تي نگاهه پيس ته دل لپوڙجڻ لڳي ۽ اندر گهٽجڻ لڳس.

"پپو، تون جلدي چڱو ڀلو ٿي پوندين، پوءِ عيد تي سٺيون سٺيون مٺايون ۽..." ڪيس پنهنجي غلطي محسوس ٿي ته چپ ٿي ويئي.

"اسان گهر ۾ سٺيون ڪانه ٺاهيون نه امان؟ مون کي به ڏينديءَ نه؟" سندس گهرو اتساهه ڪيس اندر ۾ ڇهي وڃي ٿو. بيماريءَ ۾ سڀئي ٻار ائين چوندا آهن. هن سوچيو.

"ها پٽ، مان پنهنجي پٽ کي ڪو سڪائيندس؟"

ڪوپ مان رس پياري سندس هند ٺيڪ ڪرڻ لڳي ٿي. پوءِ ٻي آيي ٽيل کٽ ڊاري، بنا هند جي ليٽي ٿي ۽ ٿڌو ساهه کڻي ٿي. اکيون سامهون فريم ڪيل گروپ فوٽو تي ڄمي وڃنس ٿيون. اهو فوٽو گذريل سال زينوءَ مئٽرڪ جي امتحان کان اڳ اسڪول مان موڪل ملڻ تي 'فيئرويل' جي وقت ڪيايو هو. ڪيس ياد آيو ته جڏهن زينوءَ اهو فوٽو فريم ڪرائي گهر کڻي آئي هئي، تڏهن چيو هئائين: امان، جڏهن آئون تو وٽ نه هوندس

تڏهن هي فوٽو توکي-سهڻي کي سنهنجي ياد ڏياريندو. گروپ فوٽو ۾ نازو مشڪي رهي هئي ۽ مائس جي اکين مان لڙڪ وري وهي هليا.

زينو جڏهن پاس ٿي هئي، ته پاڙيسرين کان ولي مٺن مائٽن تائين سڀني کي حيرت ٿي هئي، ته زينو ڪيئن پاس ٿي ويئي؟! ۽ سو به فرسٽ ڊويزن ۾!؟ سندس ڪنڌ اوچو ٿي ويو هو؛ پر هن پيري ته نَڪ ئي ڪپائي ڇڏيائين. ڪنهن اڳيان ڪنڌ کڻڻ جهڙو به نه رکيائين. وري سوچڻ لڳي: پر انهيءَ ۾ سندس ڏوهه به ڪهڙو؟ ڪيس اهي راتيون ياد اچڻ لڳيون، جڏهن زينو ڪرسيءَ تي ويهي پڙهندي ڏينهن آياري ڇڏيندي هئي. رات جو جڏهن اک کلندي هيس ته ڪيس بتيءَ جي روشنيءَ ۾ ڪتابن تي ڪنڌ جهڪائي پڙهڻ ۾ محو ڏسندي هئي. هوءَ کيس چوندي هئي: ”پٽ زينو، هاڻي سمهي پؤ، رات گهڻي ٿي ويئي آهي، ڪٿي طبعيت...“

پر هوءَ وراڻيندي هيس: ”بس امان، ٿورو رهيل آهي، اجهو ٿي سمهان.“ ۽ پوءِ پاڻ پاسو مٽائي سمهي پوندي هئي.

هاڻي اها ڪرسي خالي پيئي هئي. جڻ اجهو زينو اٿي اچي ويهندي ۽ پڙهڻ شروع ڪندي. سندس اڳيان ڪتاب هوندو. زينوءَ جي ڳولا ۾ اکيون زينوءَ جي ڪٽ ڏانهن ڪجي ٿيون وڃنس؛ پر اها به خالي آهي. لڳيس ٿو ته زينو مٿس اجهو اچي سمهندي. اکيون ڇنيي ٿي. ڪيس جاڳ جو احساس ٿئي ٿو ۽ سوچڻ لڳي ٿي ته الهن ڳالهين ۾ ڇا رکيو آهي؟ جيڪي ٿيڻو هو سو ٿي ويو. ڪنهن کي ڪنهن تي ڪو وس به آهي ڇا؟ حالتون آزاد آهن. مون کي ڪنهن تي به ڪو وس ڪونهي. مون کي حالتن تي وس ناهي. مون کي پنهنجو پاڻ تي به وس نه رهيو آهي! اهو سوچي اُست ٿي وڃي ٿي. گهڙيءَ تي نگاهه پويس ٿي ته ساهه آهستي آهستي ڪڇڻ لڳيس ٿو: ٻه وڳا آهن. ٿوري دير کان پوءِ ٻارن جي اچڻ جو وقت ٿي ويندو.

هوءَ اکيون ٻوٽي سمهڻ جي ڪوشش ڪري ٿي؛ پر ننڊ ڪوهين ڏور اڪري ويئي اٿس. جُملهه ڪنڌڙ سوچن ۽ يادگيرين کان ڇوٽڪارو پائڻ لاءِ ماضيءَ ۽ مستقبل جي دروازن کي زنجير لڳائڻ جي ڪوشش ڪري ٿي؛ پر کيس لڳي ٿو ته اهي دروازا کڙڪندا رهن ٿا. هوءَ هيڪلائي جي جُنهن کان بچڻ لاءِ پراڻي اخبار جا پنا اٿلائڻ لڳي ٿي؛ پر نظر نٿي نڪيس. کيس لڳي ٿو: جڻ زندگي ڪانئس هٿ ڇڏائي ويئي هجي — ۽ پاڻ زندگيءَ جي فوڪس کان ٻاهر ٿي ويئي هجي.

# مددعلي سنڌي — دل اندر درياو



3- مئي، 1978ع

لڱون لڱن ڪوسيون، ڏاڍا تپن ڏينهن،
وو، ڇڏي تون کو ڇپر ويندين! (شاهه)

... ... ...

دل اندر درياو، پڇئي ڪيا سمندر ڪل؛
ماڻڪ اِهه سرياو، چنگي چوکي لهه ڪٿي. (قاضي قادن)

... ... ...

دل اندر ئي درياهه آهي. سمنڊ جو پتو ڇو پيو پڇين. (دل جي درياهه) ۾ موتي ماڻڪ پيا آهن. (تون) چونڊي سچا موتي ڪڍين ئي نٿو!

... ... ...

رابيل، تون چوين ٿي تہ وقت سڀ ڪجهه وساريو ڇڏي. ۽ مان تنهنجي اِها ساڳي ڳالهه ذهن ۾ رکي توکي هي سڀ ڪجهه لکڻ ويٺو آهيان. ٻر سوچيان ٿو تہ ڇا جيڪي ڪجهه مان لکڻ چاهيان ٿو، اهو سڀ ڪجهه لکي سگهندس! لکي سگهندس بہ الائي نہ؟...

... ... ...

اڄ 3-مئي آهي. ۽ اهو ڏينهن تنهنجو جنم ڏينهن آهي. مون کي سال اڳ، جڏهن توکان تنهنجي جنم ڏينهن جي تاريخ پڇي هئي، تڏهن کان ئي سوچي ڇڏيو هيم تہ مان تنهنجو جنم ڏينهن، پنهنجو جنم ڏينهن سمجهي ملهائيندو رهندس. ۽ ان کان پوءِ ئي تہ مون پنهنجو جنم ڏينهن، جيڪو 12-آڪٽوبر تي آهي، اهو وساري ڇڏيو آهي.

... ... ...

The day will come.

... ... ...

ڏينهن بہ پورو ٿي ويو. ٻاهر جڳ ۾ روشنيون پري رهيون آهن. روشنيون ٻاهر بہ آهن تہ اندر ۾ بہ آهن روشنيون! پر ڪنهن جي اندر ۾؟ الائي ڪنهن جي اندر ۾ سوجهرو آهي؟ ۽ سوجهرو آهي بہ تہ الائي ڪٿي آهي. (ڪنهن پڙهہ اسان کي پاليو هو، هيءَ رات اسان کي روليو آ!) ۽ هيءَ رات بہ تہ سچ پچ اسان کي روليو آهي. روليو آهي تڏهن تہ اڃين ڀٽڪندا رهون ٿا. روليو رات بہ آهي تہ صبح بہ روليو آهي. منزل ناهي دور او ساٿي، منزل ناهي دور. سومل جهڙا مارڳ آهن ۽ منزل ناهي دُورا ۽ مون منزل ڏسي ورتي آهي. سج سامهون لڪيءَ جي جبلن پويان ڏيري ڏيري ڀڏي رهيو آهي. شفق جي ڳاڙهاڻ ۽ پيلاڻ سان آسمان ڪيڏو نہ سونهن پريو آهي. ۽ مون کي ان ٻڏندڙ ساڳئي سج جي آيرڻ جو اوسيئڙو آهي، جيڪو سيان سنڌوءَ جي هُن پار ڪَهاڻن وٽن واري ٻيلي مان منهن ڪيندو.

... ... ...

(مان تنهنجي اڳيان ڏاڍو بيوس ٿيو پيئو آهيان. ۽ ڪڏهن ڪڏهن لڳندو آهي تہ هي سڀ ڪجهہ، تون ۽ مان ۽ اسان جو گڏ گذاريل دُور هڪ سپنو آهي. پر سپنو بہ تہ پنهنجي جاءِ تي هڪ عجيب چيز آهي. اک بند آهي تہ سڀ ڪجهہ آهي. ۽ جيڪڏهن اک کلي پئي تہ پوءِ اونداهي آهي.

آهيان تہ اڌيون، پوريون پر ٻن پَسن،
آهي اکڙين، عجب پر پسڻ جي!

۽ تون بہ تہ منهنجي جيون جو هڪ سُندر سپنو آهين. جيون بہ پنهنجي جاءِ تي هڪ سپنو آهي. ۽ سپنا بي معنيٰ ئي هوندا آهن. اونداهي زندگيءَ ۾ ڪوئي تو جهڙو سهڻو سپنو ڏسي تہ پوءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ٿئي ٿو. ۽ مون کي بہ تہ الائي ڏينهون ڏينهن ٿيندو ڪجهہ پيو وڃي، محسوس الائي ڇا پيو ڪريان؟ تون ڪٿي مون کي اڪيلو تہ نہ ڇڏي ويندينءَ! تون منهنجي زندگيءَ جو مقصد آهين. منهنجي زندگي، منهنجو فن توکان سواءِ بي معنيٰ ۽ نامڪمل آهي!— ۽ مان بيحد ٿڪجي پيو آهيان هلي هلي!)

... ... ...

۽ سري رمن مهرشيءَ بہ تہ چيو آهي: "سڀ انسان سدائين پرم سُک چاهي رهيا آهن، جنهن ۾ دُک جو نالو بہ نہ هجي، ۽ جنهن جي ڪڏهن بہ پڄاڻي نہ اچي. اها انسان جي ذاتي ڀاونا آهي. پر تو اها ڳالهہ ڪڏهن جاچي ڏٺي آهي تہ هرڪوئي پاڻ کي ئي سڀ کان وڌيڪ پيار ڪري ٿو.

انسان جي ذاتي چاهنا آهي آنند! اها چاهنا انسان ۾ سهج سڀاو پريل آهي. انسان جي آتما سَت، چِت ۽ آنند آهي. سو اها تلاش پيو ڪجهہ بہ، ڪيول پنهنجي پاڻ لاءِ تلاش آهي،

انسان حقيقت ۾ اڪيلائي آهي. لاڦنا آهي. جڏهن انسان 'پاڻ' کي لهي ٿو، تڏهن سياويڪ هئو اهو آنند هٿ ڪري وٺي ٿو، جنهن کي انت ئي ڪونهي!"

... ... ...

—مان چاهيان ٿي ته توهان مون تي هڪ ڪهاڻي لکو!

—مان تو تي ڪهاڻي به لکندس ۽ پنهنجي ڪتاب جي ارپنا به تنهنجي نالي ڪندس!

—۽ جي منهنجا مائٽ پڙهي وٺن ته پوءِ؟

—مان کو تنهنجي مائٽن کان ڊڄان ٿو؟ توکي شايد خبر ناهي ته تنهنجو ۽ منهنجو ساٿ جنم جنم جو آهي. تنهنجو ۽ منهنجو ڪنهن اڳئين جنم ۾ به ساٿ هو. مون کي لڳندو آهي ته منهنجو تنهنجي ڪٽنب سان ڪوئي تمام پراڻو سنبنڌ آهي. سنڌ جي اتهاس ۾ تنهنجي ڪٽنب جو به حصو رهيو آهي. مان آن دور ۾ به تنهنجي ڪٽنب وٽ سپاهي هئس ۽ تو ان مهل به مون سان پيار ڪيو هو. ڪوٽ ۽ ڪوٽ، ان مهل به جبلن جيان اوچا هئا. ڪوٽ ۽ ڪوٽ ته اڄ به اوچا آهن، جدائيءَ جي ديوارن جيان، اوچا گهڻا اوچا!

—مون کي... توهين هتان وٺي هلو. سان هاڻ هتان بيزار ٿي پئي آهيان... سخت بيزار ٿي پئي آهيان.

—ڪوٽ ۽ ڪوٽ هڪ پيرو وري اوچا ٿي ويا آهن. تقدير مون کي هڪ پيرو وري مجبور ۽ بيوس بڻائي ڇڏيو آهي. مان توکي هن حالت ۾ ڪيئن ٿو ڪيڏالهن وٺي وڃي سگهان. مون کي يقين آهي ته سان جلد آزاد ٿيندس. پوءِ توکي هتان هميشه لاءِ وٺي ويندس!

... ... ...

(توکي خبر آهي ته 'اپسارڪا' سان توکي ڇو چوندو آهيان؟ هندو ميٿالاجيءَ ۾ اپسارڪا آن عورت کي چوندا آهن، جيڪا عورت اولداهيءَ رات ۾ پنهنجي پريتمءَ سان ملڻ لاءِ ويندي آهي. ۽ تون به ته هنن راتين ۾ مون سان ملڻ لاءِ اچين ٿي!)

... ... ...

"اڌي اڌيءَ رات جو، لاڏائا لڏي ويا!
اديون شاهه لطيف چئي، گولي گوندر گڏي ويا!" (شاهه)

... ... ...

(هيئنر صبح جا پنج ٿيا آهن، ۽ مان توهان کي هي خط لکي رهي آهيان. توهان جڏهن ڪان هتان ويا آهيو، تڏهن ڪان وٺي مان سخت بيمار ٿي رهان. توهان اڌيءَ رات جو اڻين هليا ويا جو ڪنهن کي خبر به نه پئي. پر ڇا توهان مون کي وساري ڇڏيو آهي؟ مون کي توهان ڪڏهين به نه وسارجو. مان توهان جي آهيان، فقط توهان جي. مون توهان جي خاطر جان جي بازي لڳائي ڇڏي آهي. مان توهان کي ضرور حاصل ڪندس. خدا ڪري توهان

جلدي ازاد ٿيو، ته پوءِ مون کي پنهنجي گهر وٺي هلو. آئون ڏاڍي مجبور آهيان. بس ڇا لکان؟ مون کي سمجهه ۾ نٿو اچي ته مان ڇا لکان؟!)

... ... ...

”ڏينهن پورو ٿيو، سنجها ٿي، ان بعد رات آئي آهي. پيڙيءَ وارو آيو ٻيهي ڪري پيو پڪاري ته پيڙي ڪپر جي ڪُنن ۾ وجهي ڦاٿي آهي!“

”پڙائون سڀ تڪليف ڏيندڙ آهن، پر هيڙي پيڙا ڪابه نه آهي، جو خدا ٿو ڄاڻي، مون کي واڇي والڪر ٿي وڃائي!“ (قاضي قادن)

... ... ...

”اي خدايا! هيءُ ڏينهن مون ڪيئي ڏوهيءَ جيئن ڪاٽي رهيا آهن. جيئن جيئن وقت گذري رهيو آهي، تيئن تيئن مايوسيءَ جا واچوڙا مون کي پنهنجي لپيٽ ۾ وٺي رهيا آهن. ٻه سال ٿيا آهن، جو مان ائين لڪندو ٿو وتان. ۽ هاڻ ته مان لڪي لڪي به ٿڪجي پيو آهيان. سچ پچ ته مان ڏاڍو ٿڪجي پيو آهيان. ٿڪجي پيو آهيان زندگيءَ جي هر چيز کان! هر چيز زندگيءَ جي مون لاءِ ٽڪ ٽٽجي چڪي آهي. مون ڪيترائي ڀيرا هاڻ محسوس ڪيو آهي ته، هتي جي حالتن ۾ هڪ فنڪار جو سياست ۾ هلڻ تمام ڏکيو آهي. هڪ فنڪار بيحد حساس طبعيت جو ٿئي ٿو، ۽ جڏهن ته سياستدان سخت دل رکندڙ انسان آهن. پر پوءِ به سڀ ڪانٽينٽ جو فنڪار سدائين پنهنجي ڌرتيءَ جي سک ۽ سلامتيءَ لاءِ انهن بي‌حس سياستدانن جي درن تي ڌڪا کائيندو آيو آهي ۽ الائي ڪيسين تائين ڌڪا کائيندو رهندو! جيتوڻيڪ هڪ فنڪار ’نان ڪميٽيڊ‘ هوندي به ڪميٽيڊ آهي پنهنجي ڌرتيءَ سان، ماڻهن سان ۽ ماڻهن جي حالتن سان؟

جيئن جيئن وقت گذري رهيو آهي، تيئن تيئن مون کي محسوس ٿي رهيو آهي ته ڇڻ مان غور ۽ فڪر جي هڪ عميق سمونڊ ۾ غوطا کائي رهيو آهيان. مون کي هاڻ پنهنجي سياسي ساٿين جي منافقيءَ ۽ مڪاريءَ کان سخت نفرت ٿي ويئي آهي. پر ڏوهه سياسي ساٿين جو نه، پر هن ڪلاس جو آهي. پوءِ ڀلائي ڪلاس جي فردن جو اهو ٿي حال ٿيندو آهي. اسين سياسي طور تي شڪست کاڌل قوم جا فرد آهيون. ان ڪري اسان ۾ جيڪا مايوسي آهي، آها سڀاويڪ آهي. ڪلهه تائين جن ڌرتيءَ جا گيت ڳيا هئا، سي اڄ ان ڌرتيءَ جي چيل گيتن جو مُلهه وصول ڪري رهيا آهن. ”ڪريڊٽ“ فقط سياسي ورڪر کولهي، پر آهو فنڪار به آهي، جنهن آئيندي جون اميدون ۽ سپنا ڏيکاريا هئا.

۽ خدايا، سچ پچ ته تون مون کي همت ڏئي، زندگيءَ جي هنن ظلمن سهڻ جي!

... ... ...

”هيءَ جي لڪ، هُوءَ جي لڪ، مون ماريندا لڪ،
ڪيچ نه اوڏيءَ ڇيڪ، مون ماريندا لڪ!“ (شاهه)

... ... ...

(رابيل، ڏس اڄ اسر مهل تون ڪيئن نه مون وٽ آئين ٿي! منهنجي دل چيو پئي ته تون ضرور ايندين ٿي. دل جي ڳالهه ڪڏهن به ڪوڙي نٿي ٿي سگهي. مان تنهنجي انتظار ۾ ليٽيو پيو هئس، ۽ سوچيم پئي ته خبر ناهي ڪڏهن منهنجي زندگيءَ جو هي طويل انتظار پورو ٿيندو؟ هي سياري جون راتيون به ته ڪيڏيون نه ظالم آهن. ۽ انتظار جي اصلي حقيقت ڇا آهي، ان جي مون کي هاڻ خبر پئي آهي. هيءَ سياري جي رات ڪيڏي نه ڏيري ڏيري گذري ٿي. سچ ته اونهاري جون راتيون سٺيون هونديون هيون. پر اونهاري جي رات وري پَلَ ۾ گذري ويجي. اصل ۾ پيار ڪندڙن لاءِ هي سياري جون راتيون سٺيون آهن. ڊگهيون، طويل ۽ نه کُٽندڙ. اکيون اکين ۾ ملايو پل وڃنا هجن. جڻ هوا جي لهرن تي درياهه ۾ چُلندڙ ڪائي ٻيڙي، جا ڏيري ڏيري ترلدي رهندي آهي. ها هي راتيون، سياري جون ڏاڍيون عجيب آهن، پر جيڪڏهن ٻه دليون گڏ هجن. باقي جيڪڏهن انتظار آهي، ته پوءِ هي راتيون ڏاڍيون ظالم آهن. اونهاري جي راتين ۾ به پاڻ مليا آهيون ۽ هنن سياري جي راتين ۾ به پاڻ گڏيا آهيون. جيڪڏهن ڪنهن جي اچڻ جو ڏپ نه هجي، ته هي راتيون ڪيڏيون نه پياريون آهن. هڪ ڀيري تنهنجي پيءُ مون کي ٻڌايو هو ته: ”ٻن پيار ڪندڙن لاءِ هي راتيون ڏاڍيون سٺيون آهن، ۽ اونهاري جون راتيون خراب، جو اونهاري جون راتيون جلدي گذري وينديون آهن. پر سياري جون راتيون ته کٽنديون ئي نه آهن!“ — تنهنجي پيءُ، اونهاري جي راتين ۾ انتظار ڪندڙ محبوب تي مون کي هڪ ڏاڍو سٺو شعر ٻڌايو هو، جو اڄ مون کي ياد پيو اچي:

”پانهن سيراندي او سڄنا،
رات دم دم جاندي، او سڄنا!“

۽ رات مون تنهنجو انتظار پئي ڪيو ته مون کي اهي اونهاري جون راتيون ڏاڍيون پئي ياد آيون، جيڪي گذريل سال پاڻ گڏ گذاريون هيون. ڪيترو وقت پاڻ گڏ هوندا هئاسين. ٻارهين وڳي تون ايندي هئينءَ، ۽ پوءِ پنجين وڳي ويندي هئينءَ! پر اهي اونهاري جون راتيون ڪيئن نه جلدي گذري وينديون هيون. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي، ته هڪ رات پاڻ پلنگ تي ليٽيا پيا هئاسين، مان پلنگ جي سيرانديءَ کي ٽيڪ ڏيو ليٽيو پيو هئس، ۽ تون منهنجي ٻانهن جي گهيري ۾ بند، خبر ناهي ڇا سوچي رهي هئينءَ. اوچتو تو جهڪي پاسي واري ميز تي رکيل گهڙيال کڻي ڏٺو هو. مون توکان پڇيو هو، ”ڇا ڳالهه آهي، ڇا ٿي ڏسين؟“ تو گهڙيال ۾ ٽائيم ڏسي، منهنجي ڇاتيءَ ۾ مُنهن لڪائيندي آداس

آواز ۾ چيو هو، ”ڏسان ٿي ته وقت ڪيترو نه جلدي ٿيو گذرندو وڃي!“ — ۽ مون کي آن مهل تنهنجي انهيءَ پيار ڀريل آداس آواز تي ڏاڍو پيار آيو هو. مون سمجهيو ٿي تو گهڙيال ان ڪري ڏنو، جو شايد تون وڃڻ چاهين ٿي. پر تو اهڙي ڳالهه ڪئي هئي، جنهن منهنجي دل ۾ سُڪون جي هڪ عجيب لهر ڊوڙائي ڇڏي هئي... هيءُ وقت، وقت ڪيترو نه جلدي ٿو گذري وڃي! ڪاش! هيءُ وقت هڪ هنڌ بيهي وڃي. هيءُ وقت ڪڏهن به ختم نه ٿئي. تون ۽ مان ائين ئي ويٺا هجون. تون منهنجي ٻانهن ۾ اڪيلي هجين. ۽ هيءَ رات ڪڏهن به نه گذري! ڇا توکي ياد آهي اها رات؟ مون کان آهي راتيون اڃا به نه وسري سگهيون آهن! تنهنجي ۽ منهنجي پيار جيون سونهن ڀريل آهي وسرندڙ راتيون جن ۾ تنهنجي ۽ منهنجي ٻهرين ملاقات ٿي هئي!

۽ شايد توکي ان ڳالهه جو احساس نه هجي، ته منهن جو توسان ڪيترو نه دلي لڳاءُ آهي! تو مون کي آن وقت سهارو ڏنو هو، جڏهن مان هلي هلي بيحد ٿڪجي پيو هئس. تنهن جو ساٿ، مون لاءِ ان ٻير جي وڻ جي ٿڌي ٿڌي ڇانوَ جيان آهي، جنهن ۾ ڪوئي مسافر هلي هلي ٿڪجي اچي گهري ننڊ ڪندو آهي. مون کي ڊپ ٿيندو آهي ڪڏهن، ته ڪٿي وقت جا ظالم وهڪرا مون کان اها ٻير جي ٿڌي ٿڌي ڇانوَ نه کسي وٺن! هيءُ خط جڏهن مان توکي لکان پيو ته منهنجي دل ڏاڍي آداس آهي. مون سوچيو آهي ته مون تان جڏهن هي ڪيس ختم ٿيندا ته مان توسان شادي ڪندس. سياست جي ذهني مونجهارن مان نڪري پنهنجي هڪ سُڪون واري دنيا آباد ڪنداسين. تنهنجي ۽ منهنجي سڪون واري گڏيل ننڍڙي دنيا. جنهن ۾ فقط تون ۽ مان هونداسين، ٻيو ڪوئي به نه هوندو. تون هوندينءَ، مان هوندس، پنهنجو ننڍڙو گهر هوندو، وڻن جي ٿڌي ڇانوَ هوندي، موتئي جا گُل هوندا، رات هوندي ۽ صبح جو اڇو اڇو کير جهڙو سوجهرو هوندو )

... ... ...

ويٺُون ٻَبِ پٺي، ڪيرُون ڪاهوڙين جون،
آئُون تن ڏوٿين جو، پُڇان ٻر پَهي!
رُجَّن رات رهي، ڏولڳر جن ڏوريا. (شاهه)

... ... ...

(... ۽ رات به الائي چنڊ جي ڪهڙي رات هئي. ٻاهر ڪنڊيءَ جي ڪِهاٽي وڻ مان چنڊ جي روشنائي ڇڻي اچي رهي هئي. چنڊ ڪنڊيءَ جي ڪِهاٽي وڻ جي ٻويان لڪل هو. ۽ مٿي آڪاس ۾ ڪيترا ستارا لڪتا بيٺا هئا. مان ڪنهن مهل ورانڊي ۾ ٿي بيٺس ته ڪنهن مهل اڱڻ ۾ اچي بيهي چنڊ کي ٿي ڏٺم. چنڊ پنهنجي جوڀن تي هو. ٿڌي ٿڌي هوا تيز ٿي لڳي. جنهن مهل هوا ٿي هلي ته ڪنڊيءَ جي وڻ مان عجيب آواز ٿي نڪتا. هوا ان وڻ سان

لڳنديون آهي ته ڪيترو نه عجيب آواز ڪندي آهي. مون کي ان آواز کان ڏاڍو ڏڪ ٿيندو آهي. هيءُ ٻاهر بيٺل ڪتنديءَ جو وڻ به ته ڪيڏو نه پراڻو آهي. الائي ڪنهن اهو وڻ هتي پوکيو هوندو؟ هي توهان جا گهر، ۽ هتي جو ماحول مون کي الائي ڇو اتهاسڪ لڳندو آهي. ڪنديءَ جي وڻڪان پاسي ۾ جيڪا ميرن جي صاحبيءَ واري دؤر جي جاءِ آهي، ان کي ڏسي منهنجي من کي الائي ڪهڙي ڇڪ ٿيندي آهي! ڇو ته ميرن جي صاحبيءَ ۾ هتي ميرن جو قيدخانو هوندو هو. ڪٿي ائين ته ناهي ته ان دؤر ۾ به مان هتي قيد هيس؟ ڪهڙي خبر ته تنهنجي گهر سان، ۽ تنهنجي ڪتب سان منهنجو جنم جنم جو ڪوئي پراڻو چڪر آهي، جيڪو ڇڪي مون کي هتي وٺي آيو آهي. ٿي سگهي ٿو ته تون ان دؤر ۾ به مون سان ائين اڌيءَ رات جو ملڻ ايندي هوندينءَ! سچ پچ ته مان الائي پاڻ کي ڇا ٿو محسوس ڪريان!

مان انهن سوچن ۾ ٻڏي گم هيس، ته اوچتو آڪاس ۾ ڪائي ٽيٽيهر تيز آواز ڪندي هلي ويئي. هي ٽيٽيهر به عجيب آهي. ڏسڻ ۾ صفا ڪوڙ ايندي، پر سندس آواز ۾ هڪ عجيب درد هوندو آهي. چوندا آهن ته ٽيٽيهر، اهي ڀٽڪيل روح آهن، جن کي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به سڪون نه ملندو آهي. ته ڇا سچ پچ هي ٽيٽيهر ڀٽڪيل روح آهن؟ ڇا اسان جي آتما مرڻ کان پوءِ ائين ڀٽڪندي رهي ٿي؟ الائي ڪهڙي خبر ته ائين ٿي هجي، جيئن اسين سوچيون ٿا، ۽ مون کي ته هن ٽيٽيهر جي آواز کان به بيحد ڏپ ٿيندو آهي. مون هن رات کي ۽ چنڊ کي ڏسندي سوچيو ته هن رات ۾ به ڪيتري نه سندرتا آهي. پر هن رات جي سڄي سندرتا، توکان سواءِ به ڪيتري نه وساميل وساميل آهي. هي چنڊ ۽ چنڊ جي ڪير جهڙي چانڊاڻ، مون کي توکان سواءِ ڪاري ٻاٽ پيئي نظر اچي. هي آڪاس ۾ هيڏو سارو ڪرڙيل چنڊ، توکان سواءِ اولداهو آهي. پر جڏهن تون مون وٽ ايندي آهين، ته مون کي لڳندو آهي ته جڻ منهنجي اونداهي اڱڻ ۾ چنڊ پنهنجي پوري جوڀن سان اچي بيٺو آهي. تون پنهنجا ڏکيا ۽ ڪارا وار جڏهن کوليندي آهين، ته مون کي ايترو وڻندي آهين، جو دل چوندي آهي ته مان توکي ائين ئي ڏسندو رهان. ۽ جڏهن مان توکي اها ڳالهه چوندو آهيان ته تون يڪدم چوندي آهين ته: 'سائين، پوءِ وار کولي ڇڏ نه!' ۽ پوءِ جڏهن مان پنهنجي هٿن سان تنهنجي وارن جي ربين کولي تنهنجا وار ڇوڙي ڇڏيندو آهيان، ته مون کي تون هن چنڊ کان به وڌيڪ سهڻي لڳندي آهين. تنهنجي چهري مان خود هڪ عجيب ٿڌي ٿڌي روشني ڦٽي لڳندي آهي. تنهنجو روشن چهرو انهن ڪارن وارن جي اوٽ مان ائين لڳندو آهي، جڻ چوڏهينءَ جو چنڊ ڪارن ڪڪرن مان ليئا پائي رهيو آهي! ۽ هڪ رات تو پنهنجا تير مون کي ڏيکاريا پئي ته مون کي لڳو هو ته جڻ مان اهو سمجهه اڳي به ائين ڏسي چڪو آهيان!)

... ... ...

اڄ وڄ ختم ٿي...
مان اڪيلو ويٺو آهيان...
هي جيون کھڙو نہ ڪٺن
۽ منھنجو پڙائون رستو ڪيترو نہ لمبو آهي!
(بورز پسترناڪ)

... ... ...

(۽ محرم جو مهينو بہ اچي ويو. توکي ڪارن ڪپڙن ۾ ڏسندي منھنجي ذهن تي الائي ننڍپڻ جون ڪھڙيون ڪھڙيون يادگيريون تري آيون. ننڍڙي هوندي مان بہ ڪارا ڪپڙا پائيندو هيس. محرم جي مهيني جو چنڊ ڏسبو هو تہ مان پنھنجي گھر تي آنگاس چاڙهيندو هيس. پوءِ پھرين محرم جي ڏينھن ڪارا ڪپڙا ڍڪي پنھنجو ننڍڙو ڪاٺ جو گھوڙو ڪپڙن سان سينگاري، پاڙي جا ڇوڪرا گڏ ڪري پڙ ڪيندو هيس! ۽ ان ئي زماني ۾ ننڍڙي هوندي مان پنھنجي ماسيءَ سان مجلسن ۾ تمام گھڻو ويندو هيس. آن زماني ۾ زالن ۾ محبت بہ گھڻي هوندي هئي. پاڙي جون پوڙهيون عورتون ڇهہ ڇهہ آنا گڏي، وڏي ڪاڌي ڪري ڪڏهن ننڍي جھانيان هلنديون هيون تہ ڪڏهن ننڍي غلام حسين. پوءِ موٽندي پنڌئي پنڌ ۽ لياز جي پٽ جون پائيون مٿي تي!

اڄ جڏهن انهن ڳالهين تي سوچي رهيو آهيان تہ اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا اٿم. آهنا منھنجي ماسي، جنھن کي مان نالي امان چوندو هيس، مون کي ڏاڍو کھمائيندي هئي. اڄ ان کي مٽي بہ الائي ڪيترا سال ٿيا آهن. ڪيترو وقت ٿيو آهي جو مان هُن جي قبر تي بہ نہ وڃي سگھيو آهيان... ننڍڙي هوندي مان پھرئين پھرئين هن سان ئي گڏجي توهان جي گھر مجلس ۾ آيو هيس. مون کي ياد آهي چڱيءَ طرح تہ مان جڏهن توهان جي گھر ننڍڙي هوندي آيو هيس تہ الائي ڪيترا پار هٿا، جن سان مون رانديون ڪيڏيون هيون. شيد پاڻين کان ڪچوريون ۽ روٽيون وٺي کاڌيون هيم. ۽ مان پنھنجي ذهن تان اڄا تائين اهي يادگيريون نہ ميٽائي سگھيو آهيان. منھنجي ذهن تي تنھنجو گھر، ان گھر ۾ پٽيندڙ ڪارن ڪپڙن ۾ ڪيتريون ئي مايون، شيد پاڻيون، شيد پاڻين جا پار ۽ اڱڻ ۾ بيٺل ليار جو وڻ، اڄ ڏينھن تائين منھنجي ذهن تي نقش آهن.

ڏس نہ، توکي ڪارن ڪپڙن ۾ ڏسندي مون کي بہ الائي ڪھڙيون ڪھڙيون ڳالھيون ننڍڙي هوندي جون ياد اچي ويون. پر توکي هي ڪارا ڪپڙا بہ تہ ڪيترا نہ ٺھن ٿا!)

... ... ...

ڪٿي غم ڪان زاري، ويچاري سڪينا،
پنا تنھنجي بابا، ويچاري سڪينا،

ڦـري دربـدر، درد ســاري سڪينا.
(مشهور مرثيه گو شاعر محمد عالم جو لوحو)

... ... ...

مئي، 1973ع - آگست، 1975ع - جولاءِ، 1976ع ۽ جنوري، 1977.

... ... ...

وقت ڏيري ڏيري گذري رهيو آهي. ڪا مهل ٿي ته شام به ٻاهر ختم ٿي ويئي. ڊرائنگ روم ۾ اونداهي آهي. مان ميز جي پرسان اڪيلو اڪيلو ويٺو آهيان. منهنجي اڳيان ميز تي ٻه ٽي پيڪريءَ جو ٺهيل پوليءَ جو سالگره ڪيڪ اڃا ان ئي رکيل آهي. ٻه پليٽون چينيءَ جون اڃا خالي خالي آهن. ڪيڪ جي پاسي ۾ هڪ شمع آهي جيڪا ڏيري ڏيري ٻري پئي. شمع جي هلڪي هلڪي روشنيءَ ۾ مان، هوءَ خالي اڪيلي ڪرسي، ٻه خالي پليٽون، ڇُري ۽ ڊرائنگ روم جو پيانڪ ماحول ڪجهه وڌيڪ پيانڪ پيو لڳي.

۽ اڄ 3- مئي آهي ۽ مان اڪيلو اڪيلو تنهنجو جنم ڏينهن ملهائي رهيو آهيان!

...”دي ڊي ول ڪرا“

...”ڪنهن پرهه امان ڪي پاليو هو، هن رات اسان ڪي روليو آ...“

... ... ...

۽ تو هڪ پيرو مون کي چيو هو ٻاڻ تي ڪهاڻي لکڻ لاءِ!

پر ڪهاڻي مان تو تي لڳو لکي سگهان! تنهنجي شخصيت تي سچ پچ ته مان ڪهاڻي ڪڏهن به نه لکي سگهندس!

تنهنجي شخصيت ۽ تنهنجو ڪردار، زندگيءَ جو ايترو ته ڀرپور ڪردار آهي، جو ان کي ڪهاڻيءَ ۾ سمائي لڳو سگهجي! شايد، مان تنهنجي زندگيءَ تي ڪڏهن به ڪهاڻي نه لکي سگهندس!

... ... ...

— مس ”ڪ“ جي ڊائري...

”مدت گذري ويئي آهي، ۽ مان گهڻو ڪجهه پُلجي ويو آهيان. مدت بعد، رهجي ويل مان به گهڻو ڪجهه پُلجي ويندس. دُک ياد اچڻ سان ٿيندو آهي —، ۽ مان آهيان، جو تنهنجي پُلجي وڃڻ جو دُک ڪري رهيو آهيان!!“

## حبيب الله رحيم بخش مرزا      پُراڻو ڪوٽ

**اڃا** شام جا پنج مس لڳندا هئا، ته ڏهه ٻارهن ڍڳي گاڏيون مال جي ڳوٺين سان لڏيل، اچي ’بن قبرن واري چؤواٽي‘ تي ڪَذ ٿينديون هُيون. گاڏين وارا ٽڪڙو ٽڪڙو مال لاهي، چؤواٽي تي ڳوٺين ڪي سٿي، هليا ويندا هئا. اهو سمورو مال شهر جي هڪ وڏي واپاريءَ سيٺ ڪيمن داس جو هوندو هو. هن سيٺ کي حيدرآباد ۾ هڪ وڏي ڪوٺي هئي، جنهن ۾ هر قسم جو سامان موجود هوندو هو. سيٺ نالي وارو ماڻهو هوندو هو. روزانو ڪيترائي من مال جا سندس ڪوٺيءَ تي ايندا هئا، جي هو دُنيا جي مختلف ملڪن مان گهرائيندو هو. ٻيا واپاري کانئس مال خريد ڪري سنڌ جي اندرين ۽ ڏورانهن هنڌن-ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ پهچائيندا هئا.

مال جي ڳوٺين کي کڻڻ وارا، سيٺ جا ڪيترائي حمال مقرر ٿيل هئا، جن جو ڪم اهو هوندو هو جو مٿين چؤواٽي تان ڳوٺيون کڻي اچي سيٺ جي ڪوٺيءَ ۾ رکن. وري جي ڪو ننڍو واپاري مال خريد ڪرڻ ايندو هو، ته اهيئي حمال اهو ڳوٺين ۾ وجهي واپس ساڳئي هنڌ تي اچي، گاڏين ۾ ڀريندا هئا. اهو هر روز جو نيم هوندو هو.

سيٺ ڪيمن داس جا حمال گهڻو ڪري سنڌ جي اندرين ڀاڱن جا پهلوان هوندا هئا. انهن ۾ هڪ ٻيا به مڪراني قوم جا ماڻهو به هئا. هڪڙو اتر سنڌ جو جوان، سليمان نالي به هو جو رتيءَ وارو ماڻهو هو. بس مال آيو، آهي، ته کڻيو ٿو آهي. هڪ ڪن ۾ مال جا انبار کڻي، نچندا ٽپندا، ماڳ تي رسائيندا هئا. تڏهن سستائيءَ جو زمانو هو. وڏي داڳيني جي کڻائي رڳو هڪ پئسو هوندي هئي. هي جوان هڪٻئي کان گوءِ کڻڻ لاءِ، هميشه اها ڪوشش ڪندا هئا ته گهڻا داڳينا کڻن. سيٺ ڪيمن داس شام جو، ٻا ٻئي ڏينهن جو جڏهن حساب ڪتاب ڪري، مزورن کي ڏوڪڙ ڏيندو هو، تڏهن جنهن سڀ کان وڌيڪ ڳوٺيون ٻا داڳينا کنيا هوندا، آن کي شاباس ڏيندو هو. ان ٿلهي ’شاباس‘ حاصل ڪرڻ لاءِ، حمال ويهن ئنهن جو زور لائي، هڪٻئي کي شهه ڏيڻ لاءِ ڪوشش ڪندا هئا.

انهن حمالن ۾ هڪ اهڙو ماڻهو به هو، جنهن کي نه ڪنهن جي شاباس جي ضرورت هئي، نه وري هو گهڻيون ڳوٺيون کڻي، وڌيڪ پئسا ڪمائڻ لاءِ ماندو هو. هن کي جيڪي

ملندو هو، ان تي راضي هوندو هو. ته به هو سُست هرگز نه هو. ڪم ڪان لنائڻ نه چاهيندو هو. ڪم ڪندو هو؛ پر هڪ خاموش ماڻهوءَ وانگيان ڪندو رهندو هو. طبعيت جو اهڙو سادو هو، جو جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪيس رنجائيندو هو، ته به ڪين ڪُڇندو هو: رڳو پنهنجي مُنهن ۾ ڪجهه چوندو، وڃي پنهنجي ڪرت کي لڳندو هو.

پيرو مل نالو هئس. اصل ۾ هو ساهتيءَ جو رهاڪو هو. هتي سنڌس ڪي ٻري جا مائٽ رهندا هئا: خاص ڪري هڪ ڪير وارو؛ جنهن جو دُڪان به سيٺ جي ڪوٺيءَ جي ڀر ۾ هو. پيرو مل جو مائٽ ۽ هڪ غمخوار هوندو هو. پيرو مل وٽس ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪچهريون ڪندو هو. آتي چلم به پيو ڇڪيندو هو ۽ ڳالهيون به پيو ڪندو هو. جڏهن هو ڳالهيون ڪندو هو، تڏهن يقين نه ٿيندو هو، ته هي اهو ساڳيو ماڻهو مزور آهي، جو پنهنجي مُنهن، مٿي تي داڳينو رکي ڊوڙندو هو!

پيروءَ جي هڪ ٻي خاصيت به هوندي هئي. هو ڪافيون ۽ ڪلام ڳائيندو هو. هُو هڪ اهڙي جذبي سان ڳائيندو هو، جو ٻُڌڻ وارا جهوليندا هئا. سندس هڪ ڪافي ڏاڍي لڳندي هئي. اها سنڌ جي مشهور شاعر 'پيرل' جي ٺاهيل هئي:

خوش ٿو گذارين منهنجا سنا، عاشق تنهنجو آهه عذاب ۾

هيءَ ڪافي تڏهن ڏاڍي مشهور هوندي هئي. ٻيا ماڻهو به ان کي ڳائيندا هئا ۽ هاڻي به ڳائين پيا، پر پيروءَ جو انداز ئي نرالو هوندو هو. هُو پنهنجي اندر جي آواز کي، هن ڪافيءَ جي لفظن ۾ ظاهر ڪندو هو. ويچارو هڪ اهڙو انسان هو، جنهن جو دنيا ۾ ويجهو مٽ مائٽ ڪونه هو. نه ماءُ نه پيءُ، نه ڀاءُ نه ڀيڻ. نه وري هن شخص ڪا شادي ئي ڪئي ۽ نه وري پنهنجو گهر ٺاهيو هو. اهو سڀڪجهه هن لاءِ جهڙوڪر اڻٺيٺي هئي؛ ڇاڪاڻ ته سندس آمدني نهايت ٿوري هوندي هئي؛ ٻين جي گهرن ۾ رهندو هو، انهن جا ڪم ڪاريون به ڪندو هو، انهن کي ڏاڍو سُک ڏيڻ چاهيندو هو، ۽ ان جي بدلي فقط چار پهر رات جا آرام ڪرڻ طلب ڪندو هو. آرام وري ڇاجو، زمين تي ڪُرونڊڙو ٿي سمهڻ چاهيندو هو! صبح جو وري ساڳي ڳوڻ ڪلهي تي رکي الله واهي، وڃي پنهنجي ڪرت کي لڳندو هو.

ان ڪري هو ڪڏهن ڪٿي ۽ ڪڏهن ڪٿي پيو هوندو هو. جتي پئي تتي وِهاڻي. البت جنهن ڪير واري جي دُڪان تي هو روز ايندو هو، ۽ ڪچهري ڪندو هو، اُن کي سندس ٽاڪ جي سُڌ هئي. اهو ئي هن جو پڪو ٺڪاڻو سگهندو هو. سيٺ ڪيمن داس کي به جڏهن ڪيس ڪنهن ڪم سان گهرائڻو پوندو هو ته ڪير واري کي چوندو هو. ڪير واره سيٺ جو مسواڙي به هوندو هو. پاڙي جي سڀني ماڻهن کي سُڌ هئي، ته ڪير وارو پيروءَ جو حال ڀائي آهي ۽ ٻنهي جي پاڻ ۾ گهاٽي ياري آهي.

جيڪڏهن پيروءَ جو ڪو سمر يا اسباب هو، ته اهو هن ئي شخص جي حوالي هوندو هو. پيروءَ وٽ هو ڇا؟ هڪ پُراڻو ڪُٽل ڪوٽ، جو هن مارڪيٽ مان ورتو هو، ۽ اڇي ڪير واري جي دڪان تي رکيو هئائين. اهو ڪوٽ هڪ ڪِلِيءَ ۾ ٽنگيو پيو هوندو هو. هيٺ ڪير واري جي وڏي تڪي رکيل هوندي هئي. ٽڪيءَ جي هيٺان پير جي چوڏن جي ٻاهه ٻري پرندي هئي. چوڏن جي ٻاهه جي ڪري دونهون ٿيندو هو، جو سڌو وڃي پيروءَ جي ڪوٽ تائين رسندو هو؛ جنهن ڪري اهو پراڻو ڪوٽ سڄو دونهانجي ڪارو ٿي ويو هو. ته به پيروءَ جي ملڪيت هو. پيرو ڪِلهي تي ڳوڻ رکي جڏهن هتان لنگهندو هو، ته پنهنجي ڪوٽ کي ضرور ڏسندو هو. هو هڪ قسم جي خوشي محسوس ڪندو هو: يعني ته هن هيڏي وڏي دُنيا ۾ سندس هڪ شيءِ آهي، جا ڪيس سياري جي سرديءَ کان بچائي ٿي؛ جا سندس لاءِ زيب ۽ زينت ٿي سگهي ٿي. اهو هو سندس ميرو ۽ پُراڻو ڪوٽ.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته هر انسان ۾ جذبا آهن. اها هڪ لازمي ڳالهه آهي، پيروءَ ۾ به جذبا هئا. انهن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ هو ڪافيون چوندو هو. جڏهن پور پوندو هئس تڏهن ڳائيندو هو. نه ڪيس ان جي خوشي هئي ته ڪو پيو سندس ڳائڻ ٻُڌي ٿو، نه ڪيس ڪنهن ٻئي جي پرواهه هئي. هيلتائين ڇڙو ڇانڊ رهيو هو ۽ ڪرڙودِ اچي ٿيو هو، تنهن ڪري ڳائي دل کي خوش ڪندو هو. يا ته ڪيس اهڙو ڪو احساس ئي نه هو ته هو ڇڙو هو. بهرحال ڳائڻ هن لاءِ غذا هئي، اهڙي جنهن کي هو ڇڏي نٿي سگهيو. راتين جي سناٽي کي چيري، هن جو پريل آواز ٻُري پوندو هو:

"خوش ٿو گذارين سنهنجا مٺا، او او، عاشق تنهنجو آه عذاب ۾...
او خـوش ٿـو، سـڄـڻ خـوش ٿـو، رانـا خـوش ٿـو..."

ائين ڪيل وقت پرالگهڙن پريندو گذري ويو. هاڻي پيرو پهرينءَ جهڙو مضبوط نه هو. هاڻي جڏهن به هو حمالي ڪندو هو، تڏهن ڏاڍي اوکائيءَ سان هلندو هو. گهڻو بوجهه کڻي نه سگهندو هو. آهو وقت ويو، جڏهن هو ادائي مڻ ڳوڻ ڪلهي تي رکي، ڀڪي ڊوڙ ويهه فوٽ مٿي چڙهي ويندو هو ۽ وڃي آتي ڳرڻ سٽيندو هو. سڄو ڏينهن ائين ڪندو هو، بعضي ته رات جو به دير تائين حمالي ڪندو رهندو هو؛ پر ٿڪبو نه هو. بلڪ ان ڪم ۾ وندريو پيو هوندو هو. ۽ دنيا جون پيون ڳٽيون سندس اوڏو نه ايندي يون هيون. بس پنهنجي ڪرت ۾ ئي مگن هوندو هو.

پيرو هاڻي حماليءَ جي ڪار جو نه رهيو هو. سو هاڻي موڙهل پيو ڏسڻ ۾ ايندو هو. آن سان گڏ ڪيس پيٽ جي به بک هئي. روزگار بند. ٻئي ڪم ڪرڻ کان قاصر: هڪ پيري پيو ڪمزوري، ۽ جسم ۾ گهٽ طاقت: تنهن هن ڀول مڙس کي هٿي ڀرڪائي وڌو.

جنهن چڱي مڙس جي جڳهه ۾ رهندو هو، تي سگهي ٿو، اهو به ڪيس ڏ ڪارينڌو هجي. بهرحال هاڻي پيريءَ جو وقت هئس، سندس گذر ڏاڍو ڏکيو هوندو هو، ته به هو ڪنهن جو محتاج ڪين هو. جيڪڏهن ڪيس ڪو مالي ڏيندو هو، يا سار سنڀال لهندو هو، ته هو به آن لاءِ جان جوکي ۾ وجهي، ان احسان لاهڻ جي ڪوشش ڪندو هو. هاڻي هو اهڙو نه هو، جو پريل گوڻ ڪلهي تي رکي ڊوڙي. ڪيس ان جو احساس هوندو هو. هاڻي هو جيڪڏهن ٿورو ئي ڪم ڪندو هو، ته ٿڪجي پوندو هو.

آن ڪان پوءِ ٿوري وقت لاءِ، هن ٻاهر لڪرڻ ڇڏي ڏنو: جنهن ڪري پاڙي وارن ۾ اها چؤپچو ٿي پئي ته "شايد هو بيمار آهي." اهڙيءَ طرح ڏينهن جا ڏينهن خاموشيءَ ۾ گذري ويندا هئا، اوچتو ڪنهن رات جو مهماڻيءَ مهل، هڪ آواز ٻڌبو هو:

"او خوش ٿو گذارين..."

شايد اندر ۾ ڪا آچل ايندي هئس، جنهن کي هو روڪي نه سگهندو هو: ۽ بي اختيار ٿي ويندو هو. ان حالت ۾ــ بي اختياريءَ ۾ اهي ٻول نڪرندا هئس. بهرحال جڏهن به اهڙو آلاپ ٻڌبو هو، ته پاڙي وارا چوندا هئا: 'ادا، پيرو بيمار ڪونهي. هو ته ڳائي به رهيو آهي.' حيرت جي ڳالهه آهي ته اها ڪافي هن شخص کي، سچي به ڪين ايندي هئي! رڳو ٻه مصرعون ياد هئس جي هو ڳائيندو هو:

> خوش ٿــو گذارين منهنجا مِٺا، عاشق تنهنجو آهــ عــذاب ۾.
> ٻَن پوي جدائيءَ جو جيئڻ، تنهن کــان زهــر جو پيالو پيئڻ،
> پنهنجي يار کان جدا رهڻ، آهي ڪهڙي ته ڪتاب ۾... او خوش...
> پيرل چــوي آئين نــه تــون، ڏکيا گــذاريــم ڏينهــن مــون،
> سرڪار رب جي روبرو، آخر ايندين ته حساب ۾... او خوش...

سال 1942ع واري سياري جي هڪ ونڊڙ صبح جــو، اوچتو سڄي پاڙي ۾ اهــا خبر ڦهلجي وئي ته 'پيرومل گذاري ويو.' 'پيرو حمال مري ويو.'

پيروءَ جي ارٿيءَ کي مساڻ ڏانهن نيو ويو. ٿــوري دير کــان پــوءِ ڪاٺــي سڄي سڙي رک ٿي وئي. باهه جيڀون ڇيرا ڪيا، پوءِ رڳو دونهون وڃي رهيو، جو ان رک مان نڪري مٿي چڙهي رهيو هــو. دونهون ڪافي مٿي چڙهندو ٿــي ويــو ۽ ٽڪڙو ٽڪڙو ٿي ٻکڙبو ويــو. ايتري قدر جو ائين ٿي محسوس ٿيو، پاڻ ته وچي ڪڪرن سان لڳو هــو. آن دونهين مــان هڪ آوازــ نهايت خفيف اچي رهيو هو: جڻ ته ڪو چئي رهيو هو: "خوش ٿو گذارين منهنجا مٺا، او عاشق تنهنجو آهه عذاب ۾.

عــذاب ۾... عذاب ۾..."

پيرو ته گذاري ويو. هــُو هو بــه وڏي جــُڳ جو ماڻهو، ان جي موت جو شايد ڪنهن کي ايترو ڏک نه ٿيو هجي: پر ان جو اهو ڪوٽ اتي ئي کير واري جي دڪان تي، ڪليءَ تي ٽنگيو پيو هوندو هــو. ڪيترن ڏينهن تائين اهو پراڻو ڪوٽ اتــي اهڙيءَ حالت ۾ هــو. هاڻي دونهين ۾ ٻهرين کــان وڏيڪ ڪارو ٿي پيو هو. جيسين آن کير واري جــو ڏنــدو ان دڪان ۾ جاري هو، تيسين پيروءَ جو ڪوٽ ساڳيءَ طرح، اتــي ٽنگيل هو.

# سانول — مهراڻ



**چاؤل** ٻاڏي کي ساريندي، وير لکمير جي الڊر مان کنهن کنهن وير ڊرڪ نڪريو ٿي ويئي. ڏاس ڪٽيندي هن جو چت ٻه چڪرن ۾ اچي ٿي ويو: ’ڪٿي هوندو؟ ڪُسجي ته نه ويو هوندو؟ ڪهڙي ڪانهينءَ ٽڪي جا ڪاٽيءَ وهائيندي هٿ وريا هوندا! ٻاڏو ڀڪ ڀڙ ۾ آئيندا. چيريل سانَ سگهين هٿين وڻ لاءِ ته هن چمار ۾ ٻه راڄ-ڏٽي ٻاڻ ڀڙ ۾ لهندو آهي؛ ڀر چاؤل...!‘ ان ڪان اڳتي هن جي ويچارن کي جهڙوڪر مُڇو اچي ٿي ويو-۽ هن ڀهاڙ ڀيران وهندڙ مٿي متي مهراڻ تي ليڻ ڪُپائي چڏيا. ايڏو آٿاهون ويئل هوالدي ٻه، مهراڻ جهڙوڪر هن جي سرير منجهان وهي رهيو هوا ڪوڙ ڳجگوڙ چڻ سندس ئي من جي ولوڙ هوءِ. ڪَنن جا ڪڙڪات چڻ سڄي وجود ۾ واڇي جيان وڄي رهيا هياس. ٻوءِ سمورن آوازن سين، ڪنجهي جي ٿال جي ٿال تي، سورج مگني جي ڪنيل وير-ڪٿا جا ٻول ٻه لين ٿي ويا-۽ سارو وايو منڊل ڀرِي ٻيو:

موج ڀريا مهراڻ تون، النت آهين اٿاهه
سنڌڙيءَ جو سرواڻ تون، تو ۾ ساهه پساهه
سياري توڙي ساوڻ، وَهين تاروتار
اورار آپارين سيج نيج، چاڙهين چنبڙ ٻرار
سيني ٻاٺيءَ جا سموڊ، توسين هينڙي هيج
لهريون ترارين تروورا، ٽيڪ ۾ سورج تيج
مانسروور ڪان وٺي، وهين ڏُوڪان ڏُوڪ
اوريين ٻريين ڪنڌيين، مارو ميڙ ملوڪ
چوليون چوريون چيگريون، سونَ رُهي ڪن رانڌ
وير وري ٿي ايٺن جيٺن، وٺن ويرَ ٻلاند
ويرَن ليءِ واڇا وڄن، ڪَنن منجهه ڪڙڪات
ڪانڻ ڪاڻ ڪپاٽ ۾، ڪرت ڪري ڪرڙاٽ.

وير لکمير مهراڻ جي وهڪري تان نيڻ هٽائي، ساري وايو منڊل کي جهڙوڪر سالٽ ڪري چڏيو. هو اٿي بيٺو-۽ لاک-رتڙي سانجهيءَ جو اڏين ڀاسيو چڻ ٻهاڙ تي هڪ ٻيو ٻهاڙ بيٺو هوءِ.

هن هڪ ڀيرو وري هيٺ مهراڻ ڏانهن چتايو. ڪيس مهراڻ ڏاڍو سانو لڳو. اننت-روپي سدائين سونا سندو جو اهو وهڪي ويل روپ ويرلڪمير ڪي سور نہ وڻيو. هن ان ڪي سروپ ڏيڻ چاهيو ۽ هڪ ڳوري چپ ٻني سموري سکهہ سان مهراڻ ڏانهن آڇلي، چولين ۾ ٽاڪوڙو پئجي ويو، لهريون ٽاهڙ مال جيان رسا چنائي ڪلن سوڏيون ڳاهنجنديون، ڊوڙنديون، ڪرنديون اٿنديون، هانپارينديون، گڦينديون، انڌي لُوهہ ٻائينديون ٻنهي ڪنڌين ڏانهن وڌڻ لڳيون-۽ ويرلڪمير جي چوڌاري ٻنڌ ٻهڻ وايومنڊل ۾ جنڊڙي جاڳي پئي. هن ڳاٽ اوچو ڪري ٻرار ڏانهن نهار ڪئي جتان چنڊ لاسيو بيٺو هو.

رات جو سونَ سان ٻرار آسهڻ جي ڳالهہ چوريائين. هن جي چاتيءَ جي وارن ۾ گهمندي سونَ جون آڱريون پل آہل بيهجي ويون.

”ڪوهہ ٿيوءِ؟“

هوءِ پوءِ بہ نہ ڪجي. هن جي چاتيءَ جي وارن ۾ مٺ ڪئي ڦاياڻين. من ۾ آيس تہ وارن جو سڄو سٽ ڏئي پٽي وٺيس ۽ ريهون ڪري روئي.

”ڪچين ڪوهہ لئي؟ وات ۾ مڱ اٿئي ڪيئن؟“

”آءٌ ڪيُجا ڪچان؟ ساوڻ سهاري توکي ٻرار آسهڻ ڪان ڪو سون جهليو پليو؟“ سون چڙ سُڏڪي ڪي اکرن ۾ اوتيو ۽ ويرلڪمير ڪي ڳرهائي ٻانڻ جي ڪيائين؛ هن جي ٻانهن ٻري ڪندي ويرلڪمير پڙڪو ڪائي آٿي ويٺو:

”آءٌ ٻاڏي جي وڏڙ ۾ ڏرتيءَ جي اوو هن چيڙي تائين بہ ويندس—۽ يڪي لُوهہ ويندس.“ هن ڏٺي آڱر ان ٻار سَجي، جتان وِهائُو آيرندو هو. هو ڪجھ دير آڱر ان ٻار ٺي سچيو رهيو، چڻ آڱر جي سَچَ سان ان ٻاران چاڻ وِهائُو آيري اينهو؛ پوءِ ويرلڪمير ڪي سٽ پيڙيندو ڏسي سونَ ڪي ٻاسيو، چڻ وِهائوَن سٽ ۾ ٻنهہ هجي-۽ سٽ ڪولڻ سان وِهائو سندس ڪُڪ ۾ لهي ايندو—سياڻ جي سورج ٻڃڻ لاءِ.

”ٻاڏو تنهنجو بہ تہ نيپاج هو!“

ويرلڪمير جي ڳالهاوَ تي سونَ جهڙوڪر سپني مان چرڪ ٻري جاڳي پئي:

”پيو نہ تہ ساروٺا رکو توکي آهن!— پر...“

”پر ڇا؟“

”مون ڪي هيڪلائين ڪان ڊِڄ ٿو ٿئي“ سونَ ڪان ڍِڪ نکري وئي ”هڪڙي ڳالهہ مڃيندين!“

”چؤ!“

”هن ڀيرڪي جوڙ سجوڙ ٿي نہ هلون؟“

”ہا!“

۽ مون چاتو ٿي تہ ويرلکمير جي نہ جهڙي ڪرهٽ جي ليڪ. هوءَ ڪجهہ بہ ڪڇندي تہ اها رات بہ روسامي جي ڪوري ۾ ڪامي سڙي رَک ٿي ويندي -- ۽ هن جي ڪنهن بہ ماڻي تي ويرلکمير ٻهرين تہ منجهس جُوهہ ٻائي لهاريندو، ٻوءِ ٻيهي ٿان ٻڌ ٿي هڪڙو ڪندو؛ ٻيلو تہ هن ڪاڻ هوئي ٻہ وکون -- ۽ سٺي مٿي مهراڻ ۾ تہ هو ائين ترلدو هو، ڄڻ ٻاڻ بہ مهراڻ جي ڪا ڇوهہ ٻري ڇوليءَ هوءَ. -- رات ٻرهہ ٿائين ڇنڊ رائيندي رَمي.

ٻئي ڏينهن ويرلکمير تيڙڪي تيڙڪي ڏاڏيءَ وٽ هليو ويو. عاج جي منجيءَ تي ويٺي هوءَ هنجن کي موتي چُڳائي رهي هئي ۽ ساڻن ڳالهائي بہ رهي هئي. ويرلکمير هري هري ڪري سندس ٻاسي ۾ رکيل چندن جي موتين واري ٻلي ٻوٺي رسڪائي ورتي.

”هنجڻيءَ ٻهنجي هنج کي چيو آهي تہ، ويرلکمير جا ست ئي سهنج آهن“.

”سچ ڏاڏي!“ هو بہ منجيءَ تي ويهي ٿو رهي ۽ ڏاڏيءَ کي ڳرهاٽي ٻائي ٿو چڏي.

”ها ويرلکمير، هنج ڪڏهن بہ ڪَچ نہ ٻوليندا آهن.“

”ها سائڻ، ڪَچ تہ ماڻهو ٻوليندا آهن.“

”ها، ڪچ ڪَماڻهو ٻوليندا آهن.“ ڏاڏي وٽن ۾ وچڙيل سچ ڏانهن ڏسڻ لڳي ”تنهنجو ڏاڏو، جنهنجو توتي لالو آهي، جڏهن ٻرار آسهيو هو، تڏهن هنج نہ موتي چُڳيا، نہ ئي ڪجهہ ٻوليائون.“ ڏاڏي ڏسٺي اُگرسان ٻٽ تي ڪمان ليڪي، ان تي ٿٺوتي جيان ڏلدا ڪيڻ لڳي، ٻوءِ انهن کي جوڙن ۾ ڪتڻ لڳي ”تڏهن ٻٺهين مون کي هنج تي هو ڏاڍا وس ڪيم؛ ٻر آوس ئي رهيس. جهل ٻل تي جهيڙو لائي ڏيڻ تہ اوهان جي ٻَريءَ جي ٻَر آهي.“ ڄڻ ڳوڙها ڳلي ۾ اٽڪي ٻيس ”۽ جڏهن ٻٺهين کي ٻرار جا ٻور ٻيا هئا، تڏهن تون ماڻهين کي ٻٻي تي هوئين“. هوءَ ڳچ دير مانت رهي ۽ نئي هاڻي سورج ڪي تڪڻ لڳي -- ۽ سچ بہ جهڙو ڪر سندس نهار سان ٿاري ٿيندو، وڻن جي چوٽ چڙهندو ويو.

راند ۾ ڏ ڪ لڳڻ تي؛ شڪار تان ٿنجي اچڻ تي؛ ڏاڏيءَ جي جوٽ تي ڪنڌ رکي، ويرلکمير ڪوڙ ٻيرا ڪانئس انيڪ آکاڻيون، انيڪ ڳالهيون سُڻيون هيون؛ ڇا اهي سڀ ڳالهيون رڳو هن جي سور جَهڪي ڪرڻ لاءِ ئي هيون؟!

ڇا اهي هَڙئي آکاڻيون هن کي ننڊ سمهارڻ لاءِ ئي هيون!؟ ۽ هيءَ آکاڻي.

-- هيءَ ڳالهہ ...!

”سوچيو هوم تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن توکي اها آکاڻي بہ سڻائي ڇڏينديس. ۽ توکي سڻائڻ لاءِ مون وٽ اهائي ٻچاڙڪي آکاڻي آهي!“ ويرلکمير کي ٻاسيو، ڄڻ ڏاڏيءَ جي ايٽن ۾ سورج ٻنهنجا ڪرڻا اوتي ڇڏيا هون ”۽ هاڻي جڏهن تون ٻرار آسهي رهيو آهين....“ ڏاڏيءَ هٿ

ترين مان ڳلن تي ڳاڙهي ٻيل ڪرڻ ڪي آڳهي، پنل نيڻن سان ڏانهس ڏٺو ”تڏهن ننڍي ڪنوار ڳريپ-وتي آهي.“ ’اها سُڌ ڏاڏيءَ کي ڪيئن پئي؟‘ هن سوچيو. ڏاڏي، ويرلڪمير جي ڪُلهي ڪان ٻرتان ڏسي رهي هئي ۽ سندس چپن تي مُرڪ ليڙي پئي هئي. هن ڏاڏيءَ جي لهار جي ڏور ڇهلي، ڪنڌ ورائي پَرتي نهاريو- ٻريان سونَ پئي آئي. ڪراين ۾ لَڪي ڍنڍ جي سدا ٽڙيل نيل ڪملن جا ڪڙا پاتل. ڪونج ڳچيءَ ۾ ڪوٺيءَ جو هار پيل، جنهن جو ڇيھ دُن ڪان هيٺ لهائينءَ وٽ اڌ ڪڙيل نيل ڪمل تي تي ٿيو. ٻنيانس ڦُلان مالهڻ ڪاريءَ مان باڪ پنل رابيل ورڪائيندي پئي آئي. پرسالس سور هن جي نور تان گهور پئي ويا ۽ سونَ جي مُک تي سورج جو تيج هو.

۽ اهو سچو ڏينهن هن جو من شڪار ۾ ٻه نه لڳو. جانورن جا ڌڻن جا ڌڻ سندس مُهاڙيءَ مان ڇال ڏيندا لنگهيا؛ پر هو ڏوَر ٻيرن ۾ تنگيل چتيون چتيون نيل گگن ڪي گهوري رهيو هو. پري ڪان ساوني سنڌوءَ جي گجگوڙ، تڙيءَ وارن جي هوڪرن، ڪتن جي پونڪن کي اورانگهيندي ويرلڪمير جي ڪنن تائين پهچي رهي هئي... اها هن جي اندر جو ئي تہ پڙاڏو هئي!

سڄي سنگت پنهنجو پنهنجو شڪار ڍوئي جڏهن ويرلڪمير وٽ پهتي، تڏهن بہ هو ائين گم سم ويٺو هو، ڄڻ پاڻ بہ ڪوئي وڻ هجي! پي سنگت تہ شڪار کي ڪَلڻ ڻاهڻ، ڪائين ڪنين ڪرڻ ۾ جُنبي ويئي؛ پر سوڍو ۽ سارنگ ڏانهس لڙي آيا. سوڍي کي سُڌ هئي تہ ويرلڪمير جا پور بہ درياھ وارا پور آهن:

”ويرلڪمير، اڄ تو آڏو شڪار جو ڍير لڳل ڪينهي؟ تنهنجو تير تہ ڪڏهن نہ ڪُٿو!“

”اڄ مون ڪو تير ڇُٽيو ئي ڪينهي.“

”توکي ڪهڙن ڳارائن ڳاريو آهي؟“ سارنگ پڇيو.

”پرار وچڙ وارن.“

”پڌو اٿون تہ هيل ساوڻي ميڙو بہ واھ جو لڳندو، ڪيڏن سوڍل!“

”ها، راڄ-ڌڻيءَ ويرين تي سوپ پاتي آهي نہ — ۽ هيل چيريل سانن واري ويڙھ بہ ڪا ويڙھ ٿيندي! ڏسجين ويٺو راڄ-ڌڻي پاڻ بہ پڙ ۾ لهندو.“

”هن ڇمار ۾!“ سارنگ کي ڄڻ ويساھ نہ آيو.

”واھ يارَ، راڄ-ڌڻي اڃا هاڻ ئي تہ رُڪ جي راند رَمي ايو آهي!“

ويرلڪمير پنهي کي نہ پڌي رهيو هو. هو تہ ڄڻ پرار پهچي ويو هو.

”انهيءَ جهيڙي ۾ پاڻ کي چولہ سڏ ٿيو؟“ سارلگ ڪمان تان زھ لاهڻ لڳو.

”چاڪاڻ تہ ويرلڪمير ڪڏهن بہ سڏ لاءِ لاهي ترسندو. تيون ور جڏهن ڪڪرالي جي آتر ۾ ويرين جا سر ڪچيا هئا، تڏهن ويرلڪمير جي لوڙھ سندن مٿا مُيچ ڪري چڏيا هئا — ۽ جڏهن راڄ-ڌڻي اتي پهتو هو، تڏهن اسان ئي سندس آجيان ڪئي هئي!“

”ها، ۽ راڄ-ڏٺيءَ ويرلڪمير کي هٿ نہ اچڻ جو ڏوراپو ڏنو هو.“ سارنگ ڪمان تي زهہ چاڙهي ڇڏي ۽ سوڍو خنجر ڪڍي ڪاتر جي گولائيءَ کي ٺيڪ ڪرڻ لڳو.

”ويرلڪمير“، سارنگ ڪيس ڏوري تي سُڪ وهائي ڪڍي ”هيل سُهائين ۾ ٿي هلي پرار پيڙا ڏيندا سين“.

”ها!“

۽ هنن چاتو ٿي تہ، ويرلڪمير جي لہ جهڙو ڪر سندس ٿي ڪمان مان ڇوڙيل تيرا جنهن کي وارڻ وٺرت هو!

پوءِ بہ سوڍو سندس اڏو ڏٺي جيان آيو ٿي پهچي ويو:

”ڇو نہ؟“

”هيل آءٌ راڄ-ڏٺيءَ جا پير ڇهڻ لہ وڃي رهيو آهيان“. ويرلڪمير سوڍي جي اکين ۾ اکيون ڪُپائي ڇڏيون.

”اسان جي ابن ڏاڏن تنهنجي گهر تان سر گهورڻ جو وچن ڪيو هو ويرلڪمير! مائرن تہ اسان کي تو مٿان موي پاڻ ملهائڻ جي پينگهي ۾ ٿي لولي ڏني آهي، تون تہ اسان جو ڇت آهين، جيڪڏهن تنهنجي ويرين کي ڪجهہ ٿيو، تہ مائرون اسان کي ٿڃ بہ نہ بخشينديون!“

”سوڍل سچ ٿو چوي ويرلڪمير! تو سوا تہ سڄي لڪميري سڃ هونءَ ۽ تون اسان کي هن سڃ ۾ ڇڏي هيڪل پرار آسهي رهيو آهين!“

”هن پرکي آءٌ چاوُل پاڏي لاءِ وڃي رهيو آهيان: ان ڪري هيڪل ٿي وڃي رهيو آهيان- هيءَ سڄي لڪميري منهنجي سر سمان آهي، ان جي رکواليءَ لاءِ اوهان کي ڇڏي رهيو آهيان.“

”هڪ پرکي اڳي بہ تون سهاڳ ونسي هيڪل پرار آسهيو هوئين ۽ تڏهن ٿي چاوُل پاڏو ويرين جي ور چڙهي ويو هو، ڪيئن سارنگ!“

”ها- ۽ اها بہ سُڌس پئي آهي تہ....“

”ڪهڙي سُڌس پئي آهي؟“ ويرلڪمير آتاولو ٿي ويو.

”تہ ڪڪرالي جي آتر وارن جيڪي ڌاريان ٿي ڌاريان آهن: جنهو اصل شڪار تون هوئين!“

”آءٌ!؟“

”ها، تون! تنهنجي سر لٽڻ لاءِ هنن سون-رُپي جا ٿال آڇيا آهن، جيئن هو تنهنجو رت پنهنجي پوٽ تي مَلي، تو هٿان ڪاڏل هارَ جو داڳ ڌوئي سگهن!“ سوڍي خنجر ڪپ

۽ وڏو ۽ ڪاٺر ڪي پٽ ڪري آڇلايائين، جيڪا سرڙات ڪندي، وڻن جون چوٽيون ڪپيندي، الائي ڪٿي وڃي ڪِري!

... ... ...

۽ اها سڀ توهان تائين ڪيئن پُڳي؟"

"اسان هتي جو ماڻهو جهليو آهي ڪتَرڏي پير وارو، جيڪو تنهنجي ڪئي پار آڪري، لڪميريءَ ۾ پيهي آيو هو."

ويرلڪمير ڪن پل ڏٺيءَ ۾ ٻڌجي ويو. اتي ٽيلار ڪرڻ لڳو. هڪ هڪ ڳالهه هاڻ تي هٿري آيس: 'وڇون وڇون هيون. هو سوئا مينهن جا گوئا هئي، ڦرن ڪي چڙي، سري آڏي ٻانهن ڏيئي سمهي پيو هو... ڪيس ائين لڳو هو چڻ منيءَ جو لڀو اچي متس پيو هجي؛ هو جاڳي پيو هو... ۽ سندس چوڌاري ڏُڏُڙ جو بادل هو... جڏهن اهو بادل جهڪو ٿيو، ته مال نيڙپڪو ٿي چڪو هو — ۽ چاؤل ٻاڏي ڪي جهڙو ڪر زمين ڳهي وئي هئي...!' هو سوڊي جي سامهون ٿي بيٺو:

"۽ اها ڳالهه توهان مون کي ڇو نه ٻڌائي؟" هن جي گهري سوڊي ڪان منٿ نه ٿي ۽ هو ڌرتيءَ تي ليٽ ڪٽيائي ٿيهي رهيو. ويرلڪمير سارنگ ڏالهن لڙي ويو ۽ کلهي ڪان ڌونڌاڙيائينس:

"مون ڪان الهيءَ ڳالهه لڪائڻ جو ڪارڻ؟" سارنگ ڪان ورلدي نه وائي هو رڻ ڏالهن هلڻ لڳو هو:

"۽ توهان کي جانورن جي پارت هجي؛ ڪجهه مون لاءِ به ٿاري ڇڏجو." پوءِ هُن ويرلڪمير کي رڳو واڳون وئندي ڏٺو. ان ٿي پل اتي ڌوڙ ڪان سواءِ پيو ڪجهه ڪين هوا

("اتهاس" ناول جا پهريان ڪجهه پنا)



امين ڏيپو

هي جي ماڻهو روز مرڻ ٿا
ڏور وڃي پوءِ ڪينَ ورن ٿا
ياد ڪري 'الطاف' 'گدائي'
مَن اندر ۾ مَچَ ٻرن ٿا.

مصري

(ٽيڙو)

چوڏس ٿي چالداڻ
شينهن جيان گجگوڙجي
آلـرهـو آ مـهـراڻ

سحر امداد

# ناسُور



پليٽفارم تي رش آهي، گوڙ آهي ڌاڌو. ٻارن جو روڄ، وڏن جا ڪين ماٺ ڪرائڻ لاءِ دڙڪا دهمان، چڙٻون، گهورڙين جا هوڪا، هڪ پائيءَ لاءِ پينوئن جون ليلڙائيون، ليمن سوڊا وارن جون رڙيون- اوچتو ماڻهن ۾ ڌاڪوڙو ڌو پئجي وڃي، ٽرين پليٽفارم تي اچي رهي آهي. قلي سامان کڻڻ لاءِ ڊوڙي رهيا آهن. جيڪي گهٽي سامان ۽ عيال سان آهن، اهي ٻئي وڏيڪ دالهين ۾ رهيا آهن. ڪين زال ۽ ٻارن جي اونَ ڪان وڌيڪ ان قليءَ جي ڪيڏ وڃڻ جو فڪر آهي، جيڪو سندن سامان ڍوئي، ڪنهن ڪمپارٽمنٽ ڏانهن ڊوڙي رهيو آهي.

۽ هو پنهنجي لٺ جي سهاري ماڻهن کان بچڻ جي ڪوشش ڪندي، اڳتي وڌي رهيو آهي. ماڻهو چڙهن پيا، ماڻهو لهن پيا. چڙهڻ وارا پهرين چڙهڻ ٿا چاهين- 'متان گاڏي چُٽي وڃي.' لهڻ وارا پهرين لهڻ پيا چاهين- 'متان گاڏي چُٽي وڃي'، ۽ نتيجي ۾ جو جتي آهي، اتي ئي آهي. هرڪو پنهنجي اِلرجي ان رستي ڏانهن ٻئي کي ڌڪي هٽائڻ تي خرچ ڪري رهيو آهي. رڙيون، گوڙ، پيچ پچان.

۽ هو انهيءَ ٻيهه ۾ ڪڏهن ڌڪجندو اڳتي هليو ٿو وڃي ۽ ڪڏهن پٺتي... ان کان اڳ جو هو ٽرين تائين پهچي، ٽرين ڪُوڪ ڏيئي رڙهڻ ٿي لڳي.

ماڻهن جو گوڙ ۽ رڙيون ٽيهائين وڌي ٿيون وڃن... ڪي ٽرين سان گڏ ڊوڙي رهيا آهن چڙهڻ لاءِ، ڪنهن جو ٻار رهجي ويو آهي، ڪنهن جو سامان اڃا پورو نه چڙهيو آهي. ٻارن کي درين مان ئي اندر وينل مسافرن مان ڪنهن نه ڪنهن کي ڏڦهايو پيو وڃي. سامان بدحواسيءَ ۾ درين مان اندر اڇلايو پيو وڃي. ٽرين جي اسپيڊ سان گڏ ئي ماڻهن جي ڊوڙندڙ ٽنگن جي اسپيڊ به وڌي رهي آهي.

۽ هو پنهنجا چيپائيل، زخمي ٿي ويل پير ڪنيو- پرتي ٿيندڙ ٽرين جو آواز ٻڌي رهيو آهي. ٽرين جو پل پل پرتي ٿيندڙ ڇڪ ڇڪ ڇڪ جو آواز، ويجهو ٿينهو لڪڻ جي ٺڪ ٺڪ ٺڪ ۾ بدلجي ٿو وڃي.

ٻر مان هتي آيو ڇو آهيان؟

نه مان ڪيڏانهن وڃان پيو: نه ئي ڪو مون وٽ اچڻو آهي...

ليٽ پنهنجي ڪمري (قبر) مان نڪتس ڇو؟
(ڪارڻ - آڪارڻ!)
ڪمرو يا ڪمري ڪان ٻاهر- فرق ڪهڙو ٿو ٿئي؟!

ساڳي النت - اولڏاهي، الـڏي رات: پنهنجون ٻـي لـور اکيون ڇنڀيندي، ٻنا لهار جـي، احساس ۽ آڏ من ڪان ٻالهين اکين سان سون ڏانهن تڪيندي رهندي آهي. منهنجو پيڇو ڪنده ي رهندي آهي. اها ٿڌي، ٻخ، جمي ويـل لهار icicles جيان منهنجي وجود ۾ لهندي ويندي آهي. ٻاسندو اٿم اهي icicles ميخن جيان سَلَ ڪنديون، منهنجي تند تند ۾، رڳ رڳ ۾، ڪُڀنديون پيون وڃن.

- تڏهن اها ٿڌاڻ منهنجي وجود کي ساڙڻ لڳندي آهي.

۽ سـان ڇرين جيان پنهنجو پاڻ کي ڪٽيندو، ڇيڇاڙيندو، رڙيون ريهون ڪنده و، ٻچي وڃڻ چاهيندو آهيان. اهڙي سمي ڪمري جون اڪيلايون مون کي ڪوٺ دلاسو ۽ ڏيڍ نه ڏيڻي سگهنديون آهن. ٿڌيون، ٻي جان پٿيون هٿ وڌائي منهنجي لراڙ کي ڇهي به نه سگهنديون آهن.

- جي وڌلدو به آهي ته موت جو ٿڌو، کهرو ۽ ڪنور هٿ نـي وڌلدو آهي.

- ۽ ڪمرو مون لاءِ تابوت ٻڻجي ويندو آهي: جنهن ۾ پل پل، ڪن ڪن لهندو ويندو آهيان مان... ۽ اهو ڪن پل النت - ڪالن تائين ٻکڙجي ويندو آهي.

تنهن ويرئي پنهنجي سموري سگهه سان روڪي وٺندو آهيان، موت جـي ٿڌي ۽ ڪنور هٿ ڏانهن وڌندڙ پنهنجي هٿ کي.

- ۽ لٽ جي لوهي مٺ ۾ قبائي ڇڏيندو آهيان.
ٻاهر لُوهه پائيندو آهيان
ڪم ٿيڻ چاهيندو آعيان
ساٿهن ۾
ڪـوڙ ۾
پيهه ۾

- ۾ انڌي رات جي، اها ٿڌي، ٻخ، جمي ويل لهار منهنجو پيڇو ڪندي رهندي آهي. مان پيچي پيچي ساٿو ۽ نست ٿي ويندو آهيان. تڏهن به اها منهنجي وجود ساڻ چهٽيل ۽ چنبڙيل رهندي آهي. ان ناسُور جيان، جو منهنجي جسم جو حصو نه هولدي به، جسم سان اٿهي لاءِ، ڳنڍجي ويـو آهي. جنهن مسان هـر پـل اٿنهڙ سُور جون سُوتون اڻ جـي هڏڻ جـو احساس ڏياريندڙ رهنديون آهن. هـاڻ تـه خود اهـو احساس بـه منهنجي هرديه جـو اڻ ٽُٽ حصو ٻڻجي ويو آهي.

هو وچ پليٽفارم تي بيٺو آهي، ائين جڻ هو به ان پليٽفارم جو ڪو حصو هجي، شيڊ جي پلر والـڪيان: جنهن تي پان جي پڪن ۽ ڪالڪهارن جا ليپا هئا. يا سيمنٽ جي ان بينچ جيان جنهن تي هاڻ ماڻهن بدران سُڪل سڙيل، ڪَر لڳل ڪتو retire ٿيو ڪري. اڪيون پوريو پنهنجي ڪالهه، اڄ ۽ سڀاڻ جي ضرب، ونڊ، ڪٽ ۾ ڦاٿو پيو هو. اوچتو ڪو مسافر ڊوڙندو (پان جو ڪَرڙو هٿڻ بدران) ساڻس ٽڪرائجي، آتڙجي ٿو ۽ (ٿورو شڪي ٿي: "ساري!" چوڻ ڪان سواءِ ٿي) پنهنجن ڳرن ڳرن بوٽن سان سندس پير چيپاٽيندو، آٻهرو ڊوڙندو هلندو ٿو وڃي.

ٽرين ڪڏهوڪي وڃي چڪي آهي. گوڙ جهَڪو ٿي ويو آهي.

... پر سڄي وايومنڊل ۾ سَڪين جو، بلڪل اهڙو جڻ گند جي ڪنهن ڍير تي ڪوڙين سڪيون ميڙيل هجن، پڻڪو ڇو پکڙيل آهي؟

هڪڙي سَڪ هن جي ڪن وٽان پڻ پڻ ڪندي ڦيريون ٿي پائي. هو هٿ جي چنبڪي سان سَڪ آڏاري ٿو. سَڪ وري به ڦيرو پائي اچي ٿي...

- وايومنڊل ۾ پکڙيل سَڪين جو پڻڪو مون ڏانهن ڇو وڌندو پيو اچي...

"... روڪيو ان کي... اڙي... انهن کي روڪيو... روڪيو..." هو چرين جيان سَڪين کي هڪليندي رڙيون ڪرڻ ٿو لڳي: "مان ان گند جو حصو ٿيڻ نٿو چاهيان... مان ان گند جو حصو ٿيڻ نٿو چاهيان..."

هو ڊوڙڻ ٿو چاهي، ان پڻڪي کان دور ڀڄي وڃڻ ٿو چاهي؛ پر گهڻي ڪوشش جي باوجود به ڊوڙي نٿو سگهي. پاسيس ٿو جڻ پيرن ۾ ٻيڙيون پٿل هجن. جهٽڪي پيرن کي ڇُهي ٿو، پير رهڙيل ۽ سُڄيل آهن. سنئون ٿي، ساڄي هٿ سان لٺ کي سوگهو ڪري جهلي ٿو ۽ ڏاڍي ڏکيائيءَ سان، وِک وِک وڌندو، لٺ جي سهاري تي رستو ڳوليندو، ڊوڙڻ جي ڪوشش ڪندي، هلندو ٿو وڃي ۽ ٻاهر رستي تائين پهچندي پهچندي سهڪي ٿو پئي...

•

**بلقيس عارباڻي**

چـوڌاري اڄ گـُل ٽـڙيـا
ٽاريءَ ٽاريءَ ديپ ٻـريـا
بسنت آئـي گهاوَ ڪـڙيـا
ڦـَـل ڇـن تـي گيت ڇـڙيا

# ڏاٽ جي ڏيهه ۾
## (ٽي. وي. ناٽڪ)

اياز عالم ابڙو

### ڪردار

لطيف ساگر
جنان
واجد
سپي
ارشد
سيٺ جميل
اڪبر

(1)

الڊور - رات ويلا

(موسيقي)

### لطيف ساگر جو گهر

(ملڪ جي مشهور ڪهاڻيڪار لطيف ساگر جي زال جنان پنهنجي بيمار ۽ ننڍڙي ڌيءَ "سپي" جي پرسان کٽ تي ويٺي آهي، سندن پٽ واجد پرواري کٽ تي ستل آهي ۽ ڪو ڪتاب پڙهي رهيو آهي، ننڍڙي سپي ڪنهن ڪنهن وقت بخار جي ڪيفيت ڪان ڪنڪي ٿي.)

سپي: امان ... امان ......

جنان: سياڻي سپيءَ کي ڪنهن ڊاڪدر (ڊاڪٽر) وٽ ضرور کڻي وڃجو.

ساگر: هڪ فلمساز سان ڳالهه ٻولهه ٿي آهي اميد ته سياڻي پئسا ملي ويندا.

سپي: بابا ......

ساگر: جيءُ ڪيان بابي کي ...... بابلا ......

(ساگر کهڙامنجيءَ تي رکيل مٽ مان پاڻيءَ جو گلاس ڀري پيئي ٿو.

ڌيءَ جي ويجهو اچي سندس پرسان پٽ تي ويهي رهي ٿو سندس پيشاني چمي ٿو.)

سپي: بابا! توهان روز ايتري دير ڪيڏانهن ويندا آهيو.

ساگر: ڌيءَ ... آءٌ ... آءٌ آفيس ويندو آهيان نه.

سپي: آفيس ته رضيه جو پيءُ به ويندو آهي پر اهو ته روز سويل گهر ايندو آهي، تون ته پر ڏينهن به گهر ڪونه ايندو آهين.

ساگر: پٽ مون کي آفيس ۾ تمام گهڻو ڪم هوندو آهي، ڪڏهن ڪڏهن وري ڪراچيءَ به وڃڻو پوندو آهي تنهنڪري دير ٿي ويندي آهي نه...

سپي: بابا رضيه جو پيءُ ته رضيه لاءِ الاهي شيون ۽ رانديڪا آڻيندو آهي پر تون ته رڳو منهنجي لاءِ دوائون ٿو آڻين.

ساگر: تون... تون بيمار آهين نه ڏيءَ...
ان لاءِ تولاءِ دوائون ٿو آڻيان.

سپي: شيون؟

ساگر: شيون! ها! پر تون بيمار آهين نه تنهنڪري ڊاڪٽرن تنهنجي لاءِ شئي کائڻ کان منع ڪري ڇڏي آهي.

سپي: رکو ڪوڙ...

(ساگر ڏيءَ جون ڳالهيون ٻڌي پنهنجي ڪمري ۾ اچي ٿو. ساگر جو ڪمرو سادي ۽ سهڻي نموني سينگاريل آهي. الماڙي ۾ ڪتاب ڍلگ سان سٽيل آهن، ڪٽ جي پرسان ٽيبل تي فائيلان ۽ ڪاغذن جا ڍير پڙ نظر اچن ٿا، پر تي هڪ ٻه پينٽنگ ۽ پرواري ٽيبل تي ٻه-ٽي اسڪلپچر (مٽي جا ٺهيل ماڊل) رکيل آهن، ان ڳالهه مان لطيف ساگر جو ڪلي ماڊلنگ ۽ پينٽنگ سان ذوق هئڻ جو پتو پوي ٿو.

ويوئل ۾ سندس ماضي جو تابناڪ دؤر ايري اچي ٿو. [ويوئل 1])

ايڊيٽر: پيلي!... رسالو تنهنجي ڪري روڪيو ويٺو آهيان... دير ٿي ٿئي ڪا ڪهاڻي ڏي... هن دفعي پڙهندڙن وارننگ ڏني آ، ته ايندڙ پرچي ۾ جي ”لطيف ساگر“ جي ڪهاڻي نظر نه آئي ته رسالو ڪوله ونداسين. يار بس ڪا ڪهاڻي ڏي، پلي ٻن صفحن تي هجي... اج ٿلهو نه موٽائجانءِ... فڪر نه ڪر، مان هونئن ئي تنهنجو قرضدار آهيان، ڪهاڻي ڏي، پوءِ ڪڏي حساب ڪتاب ونجائين.

Cut

فليش بئڪ

آواز: خواتين و حضرات اج جي سون ورني شام... اسان جي... زندگي جي يادگار شام آهي... جو اسين سڀ اج جي شام ملڪ جي مشهور ڪهاڻيڪار لطيف ساگر سان ملهائڻ لاءِ گڏ ٿيا آهيون، لطيف ساگر!!!

(تاڙين جو زوردار ڦهڪو آهستي آهستي فيڊ آئوٽ ٿئي ٿو، ساگر ڇرڪ ننڊ مان سجاڳ ٿئي ٿو سندس چهري تي ڏک جا اهڃاڻ ٻکن ٿا. (ٽائٽل ختم)

(ڪجهه نوجوان ڇوڪرا لطيف ساگر کي وڪوڙي ويا آهن ۽ ڪانئس آٽوگراف وٺي رهيا آهن...)

فليش بئڪ

هڪ نوجوان: ساگر صاحب! اسان توهان جو ڊرامون ٽيليويزن تي ڏٺو، ڏاڍو وڻيو.

ساگر: مهرباني... مهرباني...

فليش بئڪ

(فلمساز سيٺ جميل جي آفيس)

جميل: مسٽر اڪبر توهان جي لاءِ ٻڌايو ته ساگر صاحب هڪ عظيم ڪهاڻيڪار آهي، ملڪ ۾ ڏاڍو نالو اٿس، جيڪڏهن توهان فلم لاءِ ڪهاڻي لکي ته فلم ڏاڍو ڪمائيندي، سو اسان سوچيو ته اسان توهان کان فلم لاءِ ڪهاڻي لکايون، ساگر صاحب اسان کي مايوس نه ڪجو.

Cut

(2)

(ساگر کٽ تي ويٺل آهي ۽ تيزيءَ سان ڪا ڪهاڻي لکي مڪمل ڪري ورتي اٿس. ڪهاڻي يڪجاءِ ڪرڻ لاءِ صفحا ڳڻي ٿو- پوءِ هيڏانهن هوڏانهن ڏسي، ڪجهه ٽيل صفحا ڳولي ٿو- ڪٽ

ٿان لهي پَٽ تي مروڙيل ڪاغذ ڏسي ٿو-پوءِ پٽس واجد کي سڏي ٿو)

ساگر: واجد...... واجد...

واجد: جي بابا...

ساگر: هن ڪهاڻيءَ جا صفحا هيٺ مٿي ٿي ويا آهن... تو تہ ڪونہ ڏنا...

واجد: نہ بابا... مون ڪونہ ڏنا.

ساگر: تہ پوءِ ڪيڏانهن ويا؟

(ساگر زور سان زال کي سڏيندي)

ساگر: جنان... او جنان...

(جنت پري کان جواب ڏيندي)

جنان: ڇا هي ؟

(ساگر صفحا ڳوليندي)

ساگر: ڪهاڻيءَ جا صفحا هيٺ مٿي ٿي ويا آهن... ڪيڏانهن ويا...!

جنت: مون کي ڪهڙي خبر تہ ڪيڏانهن ويا.

ساگر: تہ پوءِ زمين ڳهي وين...؟؟

(جنت هيڪندي)

جنت: اڳهون پَٽ تي ڪجھ لکيل ڪاڳر پيا هئا، سو مون...

ساگر: ها... ڇا ڪيئي انهن ڪاڳرن کي!

جنت: انهن سان باهہ ٻاريم.

(ساگر ڪاوڙ ۾ رهڙ ڏيندي)

ساگر: باهہ ٻارڻ لاءِ ڪهاڻيءَ جا صفحا ساڙي ڇڏيئہ... انڌي آن ڇا؟

جنت: اڙي تہ پوءِ مون کي ڪهڙي خبر تہ تنهنجي ڪم جا ڪاڳر آهن، تو ٻاڻ ئي پَٽ تي اڇليا هئا، منهنجو ڪهڙو ڏوهہ.

ساگر: ڏورڙ پيئي منهن ۾... هزار دفعا جهليو اٿمانءِ تہ منهنجي هن ڪمري مان ڪو ڪاغذ نہ ڪڻندي ڪر... خبر نہ آهي منهنجون ڪيتريون ئي ڪهاڻيون باهہ ٻارڻ لاءِ ساڙي ٻاري ڇڏيئہ نياڳي... مان تہ تو مان اڙجي ويو آهيان، جنان...

(جنان ڇڙ مان ويجهو ايندي)

جنان: اڙي تہ پوءِ ڪهڙي ملڪيت جا ڪاڳر ساڙيندي آهيانءِ... ورهين کان ڪاڳر لکندو ٿڙا ڪندو ٿو وڃين... ڪهڙا نوٽ ڪمائي ڏنا اٿئي انهن ڪاڳرن مان... سڄي عمر پيٽ سان ٻڌي گذاريو اٿئون... اڙي مان چوانءِ ٿي ڪنهن سيڙي واري کي وڪڻي ڏي... ٻارڙيءَ کي ڪنهن ڊاڪٽر وٽ کڻي وڃ.

(ساگر ڪاوڙ مان ڇڙ پيندي)

ساگر: گهڻو وات نہ ڪر... ٽري وڃ اکين اڳيان... دوزخ ٻاري ڏنو اٿئي... اوهہ...! عورت نہ آهي، لسورو آزار آ...

(جنت بہ ڪاوڙ ۾ ڪتيون ٻڌائيندي لڪري وڃي ٿي. ساگر پَٽ کي ڏسندي)

ساگر: ڏسين ٿو ماءُ جا ڪم! يار...! تنهنجي ماءُ تہ نہ آهي... ڪنهن جناتي ڪهاڻيءَ جو جيئرو جاڳندو ڪردار آ-ءِ قدرت اهو لکيو منهنجي قسمت ۾ آ-ان ڪان تہ مان ائين ئي چڱو هوس...

(واجد پيءَ جون ڳالهيون ٻڌي مُرڪندو رهي ٿو)

Cut

(3)

## رات ويلا

(ساگر ڪمري ۾ ويٺو آهي ءِ ڪجھ لکي رهيو آهي. اهتري ۾ واجد ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو-هٿ ۾ ڪو لکيل ڪاغذ اٿس-واجد پيءَ کي ڪاغذ ڏيکاريندي)

واجد: هي ڏسو بابا... مون شعر لکيو آهي.

(ساگر شعر وٺي پڙهي ٿو ۽ پٽ کي اک جي ڇپڙيءَ سان لهاري ٿو)

واجد: بابا... مان هاڻي شاعر بڻجي ويندس، ها نه بابا-!!

(ساگر واجد کي پيار ۾ سمجهائيندي کيس ڳراٽڙي پائي ٿو)

ساگر: هرگز نه-!!! تون... شاعر نه ٿيندين. مون کي ڏس پٽ!... مان ڪهاڻيڪار آهيان نه، پنهنجي ملڪ جو ڄاتل سڃاتل ڪهاڻيڪار. مون کي عظيم ڪهاڻيڪار چوندا آهن، پر هڪ ڪهاڻيڪار بڻجي مون کي ڇا مليو آهي! مون کان پڇي ڏسو اٿئي... نه شاعر يا ڪهاڻيڪار ٿيڻ لاءِ ڪيڏا نه اٿاهڳا پنڌ پيچرا اڪرڻا ٿا پون، مون کي ياد آ-

(ڪجهه ياد ڪندي)

منهنجي ٻه ڀهرين ڪهاڻي هڪ رسالي ۾ ڇپي هئي... مان ڏاڍو خوش ٿيو هوس، پر هڪ ڪهاڻيڪار ٿي... مان... توهان لاءِ ڪجهه به نٿو ڪري سگهان، مان توکي آن اُواهه ۾ نٿو ڦٽي ڪرڻ چاهيان پٽ...! جنهن ۾ مان خود سڙي ڪامي ٻجري رهيو آهيان...

... هي ڏس! اکر اکر ووڙي... لفظ جوڙي... مون ڪيتريون ڪهاڻيون ۽ ناول لکيا آهن... هنن مان ڪيتريون ئي ڪهاڻيون... آڏوهيءَ جي ٻنکَ ٿي... منهنجي اندر جيان سڙي ڪاچي ويون آهن... مان ملڪ جو لاميارو ڪهاڻيڪار ٿي به... ڦرلي ڪرسيءَ وارن ايڊيٽرن ۽ پبلشرن وٽ ڊوڙون پائيندو رهيو آهيان. مان توکي ادب پڙهڻ کان نه روڪيندس، پر... هن صديءَ ۾ جيڪڏهن تون دنيا جي ٻين اديبن جو اثر قبول ڪري شاعر يا اديب بڻجين، سو مان نه ٿيڻ ڏيندس.

(پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪري ٿو... ۽ ويهي رهي ٿو... واجد ڏسندو رهي ٿو. ساگر هن کان پنا وٺي ڦاڙي ٿو ۽ عجيب ڪيفيت طاري ٿئيس ٿي)

(ساگر ايڊيٽر جي آفيس ۾ لوهه پائي اچي ٿو. هڪ رسالو سندس ٽيبل تي اڇليندي)

ساگر: ائين ڇاپبي آ ڪهاڻي؟ توکي ڪهڙو حق ٿو پهچي ته تون منهنجي ڪهاڻيءَ ۾ ڦيرگهير ڪري پنهنجي رسالي ۾ ڇاپ-؟ توهان کي خبر نه آهي ته منهنجي ڪهاڻين جا ڪردار ڪيڏا نه اڏول هوندا آهن، توهان ڪهڙ ٿيندا آهيو منهنجي ڪردارن کي ٽوڙي مروڙي، لولو لنگڙو بڻائڻ وارا-توهان کي انهيءَ جو احساس ڪرڻ‌يي ته هڪ ڪهاڻي لکڻ لاءِ، ڪهاڻيڪار کي ڪيڏو نه ذهني عذاب ڀوڳڻو پوي ٿو-۽ توهان پنهنجي جهالت سان ڦرڻين ڪرسين تي ويهي، انهن کي ٽوڙي مروڙي اسان کي وڌيڪ ذهني عذاب ٿا رسايو-جڏهن ته توهان جا رسالا، ناول ۽ ڪتاب اسان جي ڳالهين ۽ حوالن سان ڪپندا آهن، خبردار جو آئيندي ڪا ڪهاڻي گهري اٿئي... ماڻيندي اٿ-

(لوهه پائي دروازو کولي زور سان بند ڪري هليو وڃي ٿو)

(4)

## راتِ ويلا

اڪبر: ها ساگر... ننڊ ۾ مثل هئين ڇا؟

(ساگر جي ڪمري ۾ سندس دوست اڪبر ويٺو آهي ۽ چانهه پي رهيو آهي).

ساگر: اڙي يار... اڪبر... ورهين جي اوجاڳن کان سواءِ پاڻ کي مليو ئي ڇا هي... هي اکيون گهري ننڊ سمهڻ لاءِ ته سڪي ويون آهن... تون ڏي خبر...!

اڪبر: يارا سيٺ جميل ۽ مون ڪراچيءَ ۾ تنهنجو انتظار ڪيو... پر تون تہ اسٽوڊيو آئين ڪولہ... ڏاڍي دير لڳائي ڇڏيئي.

ساگر: ڪهڙي ساڍهوءَ سان انڪائي ڇڏيو اٿئي يارا! جنهن جي ڪا ڳالهہ منهنجي سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي.

اڪبر: جيئن چوڻي ٿو تيئن لکي ڏينس نہ يار. آخر فلمساز آ... جيڪا ڳالهہ ڪندو، سا پبلڪ چوائس جي بنياد تي ڪندو.

ساگر: پر اهو ضروري تہ نہ آهي... جو... اڻ ٺڳن ڳالهن جي بنياد تي... ٺهڪن شهڪن واري اڻ ٺڳي اسٽوري لکي ڏيان، پنهنجو قلم بہ خراب ڪريان تہ ايمان بہ. ڇا اهو بہ ضروري آ تہ هيرو ۽ هيروئن فلم ختم ٿيڻ کان ٿوري دير اڳ ڊوڙندا ڊوڙندا پبلڪ پارڪ ۾ وڻ و ٽڪ وجهي ملن ۽... ڊوئيٽ ڳائين؟

اڪبر: او ساگر يار تون...!

(ساگر اٿندي)

ساگر: جهاڙي ۾ ڪير ٿو ڪنهن کي ملي يارا! هن ڌرتيءَ تي ڪولہ ڪو... ڪنهن لہ ڪنهن جي سک ساڻيو، سڄاڳيءَ ۾ يا لوڪ سٽي سپنا پيو ڏسندو هوندو- ڪنهن جا ساروڻا پيو ساريندو هوندو. ڪير ٿو ڪنهن کي ملي!

اڪبر: ڇڏ يار... اڄڪلهہ ڪير ٿيو اهڙيون ڳالهيون ڏسي. بس! جيئن سيٺ جميل چوڻي تيئن لکي ڏي، پئي هٿ ۾ ڪڙڪيدار ڪيش وٺ.

ساگر: ڏس اڪبر... منهنجي لسنڊڙي ڏيءَ بيمار آهي ۽ مون کي پنهنجي پٽ کي ڪاليج ۾...

اڪبر: سڀ ٺيڪ ٿي ويندو، پر يار ساگر! تو ۾ هڪڙو ڪم پيو آهي. دل ۾ نہ ڪجان... جڏهن رقم ملي وجيئي، تہ ان مان چوٿون حصو مون کي ڏجان، جو مون هڪ ننڍڙو پلاٽ خريد ڪيو آهي... مون کي پئسن جي سخت ضرورت آهي. ان سلسلي ۾ مون سيٺ جميل سان ڳالهائي ڇڏيو آهي — پلا ڪهاڻي کي ڪيستائين پهچايو اٿئي؟

ساگر: ڪهاڻيءَ جي اڃا ڪا پڄاڻي نہ ٿي آهي منهنجا دوست!

اڪبر: تہ پوءِ مڪمل ڪري ونئينس نہ يارا دير ڇا جي آ؟ ڇڱو پلا مان هاڻي هلان ٿو... پر منهنجي ڳالهہ ياد رکجان.

(اڪبر اکري وڃي ٿو ساگر ڪا ڪهڙي ڪنهن اولهي پوڏار ۾ هليو وڃي ٿو ۽ ڇپن ۾ پٽڪي ٿو)

ساگر: تنهنجي خريد ڪيل پلاٽ کان منهنجي ڪهاڻي جو پلاٽ ايترو سستو ڪونهي اڪبرا!... ايترو سستو ڪونهي....

Cut

## انڊور- ڏينهن ويلا

(ساگر جي ڪمري ۾ هڪ اديب دوست ويٺو آهي)

ساگر: ادا...! مان توهان جي همدرديءَ لاءِ ٿورائتو آهيان. مون سڄي عمر رڳو ڪاڳر ڪارا نہ ڪيا آهن. مون هميشہ ديس واسين لاءِ لکيو، پوءِ چاهي اها ڪهاڻي هجي يا ڊرامو! ان جي موٽ ۾ ادبي ادارن ۽ ديس واسين مون کي ڇا ڏنو؟

اديب: ڀلا توهان جي ناول جو ڇا ٿيو؟

ساگر: ان کي لکڻ ڇڏي ڏنو اٿم...

اديب: ڇو؟

ساگر: دوست! هن ادبي سمونڊ ۾ وڏن واتن وارا مانگرمڇ به آهن ته... ڪهڙين ٻانهن واريون آڪٽوپس بلائون به... هت هميشه وڏي مڇي ننڍي مڇيءَ کي ڳڙڪائڻ جي فڪر ۾ هوندي آهي. منهنجي لکڻ جي سگهه ڏاڍي تيز آهي. مان ”ذات جي ڏيهه ۾“ ڏاڍي سهي لکندو رهندس، ايئرڪنڊيشنڊ آفيسن ۾ ويهڻ وارن ’ادبي ٺيڪيدارن‘ کي ڪهڙي خبر ته ٽاڪ منجهند جو واچوڙي جيان گهوماٽيون کائيندڙ ماڻهوءَ جي ڊوڙ ڪيڏي نه تکي هوندي آهي!

اديب: ته پوءِ اسان جي توهان کي صلاح آهي ته پنهنجون آکاڻيون ۽ ناٽڪ اسان کي ڏيو ته اسان توهان جا مجموعا ڇپي مارڪيٽ ۾ آڻيون.

ساگر: سڄي عمر دوستن جي دلاسن ۽ آسرن تي ٽڪيو آهيان! آرسي ٽٽڻ کان پوءِ هر ٽڪري ۾ جدا جدا عڪس نظر ايندو آ. سڄي عمر آرسيءَ جي اولڙن پٺيان ڊوڙندو رهيو آهيان... پر هٿڙ ۾ حاصل ڇا ٿيو؟ جيڪڏهن توهان منهنجا مجموعا ڇپڻ چاهيو ٿا ته پوءِ مون کي ايڊوانس گهرجي... ٻه ٽي سؤ رپيا.

اديب: ساگر صاحب معاف ڪندا هن وقت مون وٽ کيسي ۾ فقط ڏهه رپيا آهن.

(اديب ساگر کان موڪلائي نڪري وڃي ٿو. ساگر وِهُ جهڙي مُرڪ مرڪي ٿو...)

(6)

## انڊور-ڏينهن ويلا

## ايڊيٽر جي آفيس

(ايڊيٽر ارشد پنهنجي ڪم ۾ رُڌل آهي، اوچتو ساگر اندر داخل ٿئي ٿو.)

ساگر: مهل ۾ يار ئي ڪم ايندا آهن. ڪيئن ارشد؟

ارشد: هلو ساگر، هيڏانهن اچي ويهه.

ساگر: ويهڻ ڪونه آيو آهيان يار، منهنجون ڪجهه ڪهاڻيون تو وٽ رکيل آهن، تو انهن جو ڇا ڪيو؟

ارشد: يار، اهي ڪهاڻيون ته مون خاص نمبر لاءِ رکيون آهن.

ساگر: جيڪڏهن دل ۾ نه ڪرين، ته مون کي انهن ڪهاڻين جا پئسا ڏي!

ارشد: يار خبر اٿئي ته رسالي جي سرڪيوليشن ٻوري ساري آ. ايندڙ پرچي لاءِ ڪاغذ گهرايو اٿم، پريس جو ٻيو سامان...

ساگر: مان توکان وڌيڪ نه، فقط ٻن ڪهاڻين جا پئسا وٺڻ چاهيان ٿو. منهنجي ننڍڙي سخت بيمار آهي...

ارشد: ساري يار! مان مجبور آهيان.

ساگر: ته پوءِ ڪهاڻيون واپس ڪر، ڇاڪاڻ ته مان هڪ اداري سان ڪانٽريڪٽ ڪري چڪو آهيان، جيڪڏهن تون مون کي ڪهاڻيون ڏيندين ته مون کي ٽڏي تي پئسا ملي ويندا.

ارشد: خاص نمبر نڪرڻ تائين انتظار ڪر يار، پوءِ پئسائي پئسا آهن.

ساگر: منهنجي ڌيءَ جي حياتي تنهنجي خاص
لمبر واري پرچي کان وڌيڪ قيمتي آهي ارشد!
مان اڄ يا پئسا وٺي ويندس يا ڪهاڻيون.

ارشد: مون وٽ هن وقت نہ پئسا آهن ۽
نہ ئي توکي ڪهاڻيون ملنديون.

ساگر: تہ پوءِ مان هتان هتين خالي واپس
ڪونہ ويندس.

(ارشد ڪروڌ مان ساگر ڏي ڏسي ٿو)

ساگر: ڏس ارشد، منهنجي مجبوري تنهنجي
مجبوريءَ کان گهڻي آهي. ان لاءِ جيڪڏهن
تو وٽ پئسا نہ آهن، تہ ڪٿان بہ مٽ ڪري
ڏي...ڪڏهن ڪڏهن سنگت ۾ وهي وڃبو آ يار...

ارشد: مون وٽ ڪا ڏراوت رکي آ، جو
توکي ڏيندس...

ساگر: مان هتان پئسن وٺڻ کان سواءِ هرگز
نہ ويندس.

ارشد: مان توکي ڌڪا ڏيئي ڪيرائي
ڇڏيندس. اڙي هن کي ڌڪا ڏئي ٻاهر ڪيو.

(ارشد ڪروڌ مان اٿي ساگر کي ڳچيءَ کان
جهلي نوڪر کي سڏي ٿو.)

(نوڪر حيران ٿئي.)

نوڪر: هي تہ ساگر صاحب آهي سائين!

ارشد: تہ پوءِ ڇا ٿي پيو... ڪيوس ٻاهر...

(ساگر تي بي انتها ڪاوڙ جا دؤرا چڙهن ٿا.
گريبان ڇڏائي، ارشد کي ڌڪو ڏئي ٿو، ۽
آفيس ۾ چرين وانگر ڏاهہ ڏوهہ ڪري ٿو.)

ارشد: اڙي ڏسو ڇا ٿا ڌڪا ڏئي
ڪيوس هتان...

ساگر: مسٽر ايڊيٽر...! تون هڪ رسالي جو
ايڊيٽر ٿي بہ مون کي نہ سڃاڻي سگهيو آهين.
تنهنجي هنن ملازمن کي اها تہ خبر آهي نہ، تہ
مان ڪير آهيان.

Cut

(7)

## اندر - ڏينهن ويلا

(ساگر، ٿڪل، وياڪل گهر ۾ داخل ٿئي ٿو.)

جنت: پئسن جو بلو ڪيئي اڙي، ڇوڪريءَ
کي ڪنهن ڊاڪٽر وٽ ڪٺي وڃ... اڄ تہ ڪاٺڻ
لاءِ گهر ۾ ڪنڊو بہ ڪونهي.

ساگر: منهنجو مٿو نہ کاءُ، جڏهن اچ ڪير ڪير
لايو ويٺي آهين.

(پاڻي پيئڻ لاءِ دلن وٽ اچي ٿو، ۽ دلا بہ
خالي آهن، هڪ دلو کڻي پوري زور سان پٽ
تي اڇلي ٿو.)

جنت: ڇا جي پيچ ڏاهہ لاٿي اٿئي!

ساگر: ڪڙڪو نہ ڪر، دلا پاڻيءَ جا پري
رکندي پيٽ تو چڙهئي!!

سپي: بابا...

(بيمار سپي ساگر کي سڏي ٿي.)

(سپيءَ جو آواز ٻڌندي ئي ساگر جو سڄو
ڪروڌ ڪافور ٿي وڃي ٿو، ۽ ڪنهن ٻوڏار ۾
هليو وڃي ٿو، O/L ۾ سندس آواز اڀري ٿو.)

ساگر: اڄ مان هڪ دوست وٽ تنهنجي دوا
لاءِ پئسا وٺڻ ويو هوس ڌيءَ، منهنجي دوست
مون کي ڏاڍو مانُ ڏنو.

سپي: ڇا پيو سوچين بابا؟

(ساگر ڇرڪي پوي ٿو ڄڻ ننڊ مان سجاڳ
ٿيو هجي، لوهہ پاڻي سپيءَ جي کٽ وٽ اچي ٿو.)

ساگر: هان! تون ڳڻتي نہ ڪر ڏيءَ، مان تنهنجي لاءِ ڪوڙ پئسا ڪمائيندس. توکي سٺي ڊاڪٽر وٽ نيندس. ڪوڙ رانديڪا بہ وٺي ڏيندس. هوائي جهاز، موٽر ڪار، هيلي ڪاپٽر، ٽرين... خبر اٿئي ٽرين ڪيئن هلندي آ پٽ... او هيئن هيئن، ڇُڪ... ڇُڪ.

(ساگر لنڊڙي پار والڪر وات سان ڇُڪ ڇُڪ ڪندو، ٽرين والڪر وسل وڄائيندو پنهنجي ڪمري ۾ اچي ڦهڪو ڪري کٽ تي ڪِري پوي ٿو، عذاب واري ڪيفيت محسوس ڪري لڇي پڇي ٿو.)

Cut

(8)

## انڊور-ڏينهن ويلا

(فلمساز سيٺ جميل جي آفيس، سيٺ جميل جي ڪرسيءَ جي پويان چند فلمي اسٽل فوٽوز ۽ چند پوسٽر لڳل آهن، سيٺ جميل پنهنجي وڏي ٽيبل تي ويٺو آهي. اڻ کٽ ڳالهين جو اڻ کٽ سلسلو جاري آهي، ساگر جو دوست اڪبر بہ ويٺو آهي.)

ساگر: توهان جنهن اسٽوري لاءِ چئي رهيا آهيو جميل صاحب، مان ان بابت سوچي بہ نٿو سگهان. هڪ اهڙي ڪهاڻي، جنهن جو حقيقت سان ڪو واسطو نہ آهي. مان ڄاڻان ٿو، عوام اهڙيون فلمون ڏاڍي چاهہ سان ڏسي ٿو، ۽ اهڙين فلمن ڏسڻ سان ڪو هڙ حاصل نہ آهي... اهڙيون فلمون ڏيکاري، سماج کي سلو پوائزن ڪري بي سوت ماريو آهي!

جميل: پر ساگر صاحب، مون توهان جي اسڪرپٽ ۾ معمولي ڦيرگهير ڪرڻ گهري آ!

ساگر: ذهني پورهيو ڪري مون هي اسڪرپٽ لکيو آ سيٺ صاحب، هن اسڪرپٽ مان هڪ لفظ جي ڦيرگهير منهنجي تن جي تند ٽٽڻ برابر آ!

(ساگر اٿي ٿو ۽ ڪهاڻيءَ جو فائيل ڪڇ ۾ ڪري وڃڻ لڳي ٿو، سيٺ جميل ۽ اڪبر کيس روڪڻ لاءِ اٿن ٿا.)

جميل: ويهو ويهو ساگر صاحب ايترا جذباتي نہ ٿيو، توهان اسان جي ڳالهہ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو مارڪيٽ ويليو جي لحاظ کان، پبلڪ چوائس کي تہ ڏسڻو ئي آهي نہ! توهان چاهيو تہ مان توهان کي هن اسڪرپٽ جي ايڊوانس...

ساگر: منهنجي لنڊڙي ڌيءَ سخت بيمار آهي سيٺ صاحب، پنهنجي پٽ کي ڪاليج ۾ ايڊميشن وٺي ڏيڻي اٿم، ۽ پوءِ بہ مان ان سلسلي ۾ ڪابہ سوديبازي نہ ڪندس...

اڪبر: توهان هن دنيا جا ماڻهو آهيو ساگر صاحب، پر توهان ڳالهيون اهڙيون ٿا ڪريو، ڄڻ توهان هن ڌرتيءَ جا ماڻهوئي نہ آهيو!

ساگر: اسين سڀ ڌرتيءَ جا ماڻهو آهيون اڪبر صاحب، مان رائيٽر آهيان، چاهيان تہ سائنس فڪشن تي زبردست اسٽوري لکي سگهان ٿو. اسين سڀ پورالاري ماڻهو آهيون، ڌرتيءَ جو گولو ڪنهن ٿونيءَ تي بيٺل ڪونهي. ڌرتي هن وايومنڊل ۾ ترلدڙ هڪ گرهہ آهي!

اڪبر: پر ساگر...

ساگر: ڌرتيءَ تي رهي ڌرتيءَ وارن جون ڳالهيون لکيون اٿن. مان توهان جي ڳالهين ۾ اچي ڳاڙها ساوا نوٽ ڏسي، ماڻهن سان دوکو ۽ دولاب نہ ڪندس.

”ذات جي ڏيهه“ ۾ جتي جميل جهڙا ميڻيا، اڪبر جهڙا خود غرض دوست ۽ ارشد جهڙا ڪروڌي ايڊيٽر آهن، اتي ساگر لطيف جهڙا الڏول ليکڪ به آهن - فن کي پنهنجي زندگي ارپڻ جي باوجود به ليکڪ کي مجبوري ۾ ٻُڪ ۽ بيروزگاري نسي پلئه پوي ٿي؛ ڪهاڻيون هڻن جي پٽ کي ڪاليج ۾ داخلا لئيون وٺي ڏئي سگهن؛ ناول هن جي بيمار ڌيءَ لاءِ دوا نٿا ٺهجي سگهن ۽ هڪ حساس ليکڪ اهو سڀ ڏسي جهڄي جهُري ٿو روي ٿو ۽ ادبي سمولد جي سانگر مڇن ۽ آڪٽوپس بلائن جو ٻَڪُ ٻڻجي ٿو وڃي - هتي ان ئي. وي ناٽڪ جون ڪجهه تصويرون ڏيئي رهيا آهيون. - ادارو.



جنان - جنت (ممتاز ڪنول) اوجاڳا ۽ اوسيئڙا جنهن جو ڀاڳ آهن - ٻُک ۽ بيماري جنهن جي گهر جون ڀاتي آهن.



سيپي (بي بي سنگيتا) ماءُ سان. ڪنڊين، رالد يڪن ۽ سنن ڪپڙن پهرڻ جي وَهيِ- ۽ اها ئي وهي هن لاءِ موت جي وَهي آهي.



ساگر لطيف (محمود صديقي). هڪ عظيم ليکڪ. ساري السانذات جي سُک-سُڪار لاءِ جاکوڙيندڙ، پر پنهنجي پياري سپيءَ لاءِ ونس دوا جا پئسا به ناهن. سپيءَ جي موت تي هو پنهنجي لکڻين کي تيلي ڏيکاري، پاڻ به ڪامي ٻجري ڪلي ٿو- روئي ٿو...

جميل: ساگر صاحب، توهان اسان جي ڳالهه کي سمجهو.

ساگر: منهنجا ڪردار لنگهن ناچ ۽ ڳائڻ ڪان ڪوهين ڏور هن ڌرتيءَ جا ڏک ۽ ڏولاوا شاهه سائين جي ڏوهيڙن سان ڳائيندا، ڇاڪاڻ ته منهنجا ڪردار مڪر ۽ فريب ڪان آجا... سچ جا سانڍيارا آهن. خدا حافظ...

(ساگر بي صبر ٿي وڃڻ لڳي ٿو، پر اڪبر ڪيس چنبڙي پوي ٿو، پر ساگر لوهه پائي نڪري وڃي ٿو.)

اڪبر: هليو ويو...

جميل: عجيب ماڻهو آ...

Cut

(9)

## انڊور ڏينهن ويلا

## زاهد جو گهر

(ساگر پنهنجي دوست زاهد جي گهر ويٺل آهي، ڪجهه نوجوان ڪمري ۾ داخل ٿين ٿا، سڀ ڪيس مانائتي نموني ملن ٿا، ساگر به نوجوانن سان ڏاڍي شفقت سان پيش اچي ٿو)

ساگر: اچو... ادا... اچو... ويهو- زاهد صاحب ته ٻارن سان سکر ويل آهي ادا...

هڪ نوجوان: لطيف ساگر صاحب، اسان توهان سان ئي ملڻ آيا آهيون.

ساگر: ڀلي ڪري آيا.

نوجوان: سائين، اسان وڏي پيماني تي هڪ فنڪشن ڪرائي رهيا آهيون.

ساگر: ڀلي فنڪشن ڪرايو ادا- ڏاڍي سٺي ڳالهه آهي.

نوجوان: توهان اسان کي هڪ ڊرامو لکي ڏيو، اسان اهو اسٽيج تي پيش ڪنداسون... ۽...

ساگر: بابا، اڄڪلهه مان ڏاڍو پريشان آهيان، ان پريشانيءَ جي ڪري، لکڻ جو موڊ ئي نٿو ٿئي.

نوجوان: ساگر صاحب، توهان اسان جي پوري ڳالهه ته ٻڌو... اسان جي فنڪشن ۾ اسٽيج ٿيندڙ توهان جو لکيل ڊرامو اسان ٽڪيٽ سيل ڪري تن ڏينهن تائين خوشيءَ سان هلايون ۽...

ساگر: بابا، چيم نه ته اڄڪلهه مان پريشان آهيان. مان ان سلسلي ۾ شايد ڪجهه به نه ڪري سگهان.

نوجوان: سائين، اسان کي سچي خبر آهي ته توهان اڄڪلهه بيحد پريشان آهيو، اسان سوچيو آهي ته توهان جي ڊرامي جي اسٽيج ٿيڻ کان پوءِ، سيل ٿيندڙ ٽڪيٽن جي سموري رقم، توهان کي امداد طور ڏيون.

(اهي لفظ ٻڌي، ساگر آپي ڪان ٻاهر نڪري وڃي ٿو)

ساگر: جي...؟ توهان منهنجي مدد ڪرڻ ٿا چاهيو! منهنجي لکيل ڊرامي جي اسٽيج مان پيدا ٿيندڙ رقم مون کي امداد طور ڏيندؤ! مان ڪو پينان ٿو؟ آئي ايم ناٽ بيگر جينٽلمينز! نڪري وڃو هتان...

(10)

## رات ويلا

(ساگر پنهنجي ڪمري ۾ ڪرسيءَ تي ويٺو آهي- جنت سيءَ جي کٽ تي ويٺل آهي)

جنت: روز پري ڪاڳرن جي ساڻ ڪري ٻاهر وڃي ٿو رلين، سڪيون ٽنگون هڻي، خالي واپس ورندي ڪجهه ورئي به ٿو- تون اسان لاءِ آهين

پر نه جهڙو: ڇوڪري هٿن مان ٿي وڃي؛ پر توکي ڪو جهوڳو نه لڳو اچي... خدا جي واسطي پارٽيءَ لاءِ ڪجهه ڪر. اسان ته تنهنجي حساب ۾ سڄي عمر لوڙهيو آ؛ پر هن پار تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آ ـ ؟

(روئڻهارڪي ٿي)

اسان ته ٻڪن ۾ پاهه ٿي پورا ٿيا آهيون. ان لکڻ کان ته وڃي ڪو پيو ڏاڍو ڪرين ها. ڏيءَ بيمار پئي آهي، پٽ پڙهڻ کان رد لڳو گهر ويٺو آهي، گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪجهه ڪونهي، تون ته ٻه ٻه ٽي ٽي ڏينهن گهر کان ٻاهر رهين، پنهنجو پيٽ ڀريو ويٺو آهين؛ پر اسان جي توکي ڪا ڳڻتي ڪانه ٿي ٿئي ته پنيان ماڻهو ڇڏي آيو آهيان، مئا ڪي بچيا؟ انهن ڏکن ڏسڻ کان چڱو آ ته اسان سڀني کي زهر جي پڙي ڏيئي سمهاري ڇڏ، پوءِ جيڏانهن وڻئي تيڏانهن هليو وڃ.

(جنت جو روئڻ تيز ٿي وڃي ٿو. هوءَ سڏڪا ڀريندي، روئڻ روڪڻ جي ڪوشش ڪري ٿي)

ساگر: ڪڏهن ڪڏهن تون سچ چوندي آهين جنان! سڄي عمر جي سٿ ۾ تو منهنجو ساٿ ڏنو، پر مون ڪڏهن به توکي سک نه ڏنو... پر مان توکي ڪيئن سمجهايان جنان، ته مان "ذات جي ڏيهه ۾" ڏوهاري آهيان. منهنجو ڏوهه رڳو اهو آهي، ته مان اڃا جيئرو آهيان، مون کي ته اڄ تائين مري وڃڻ کپندو هو؛ پر مان اڃا مرڻ لئو چاهيان جنان! مان جيئندس! تنهنجي لاءِ، واجد لاءِ، ساهه کان پياري سپيءَ لاءِ، ديس واسين لاءِ، سڀني لاءِ!! مان، ڪاروانجهر جيان جهرندي به اڏول آهيان... مان اڏول آهيان.

Cut

(11)

## اندور ـ ڏينهن ويلا

## سيٺ جميل جي آفيس

(ساگر آفيس ۾ داخل ٿئي ٿو. جميل ڪيس ڏسندي اٿي بيهي ٿو ـ ساگر ويهي ٿو، سندس ڇهري تي ڪنور ڪنپيرتا آهي)

ساگر: السلام عليڪم سيٺ صاحب!

سيٺ جميل: وعليڪم سلام ساگر صاحب، اچو... هيڏانهن ٿي ويهو.

ساگر: مان ڪهاڻيءَ جا سين بدلائڻ لاءِ تيار آهيان، پر مون کي پئسا ٽڏي تي کپن.

جميل: او ييس ـ واٽ لاٽ!

جميل: ها، ته ساگر صاحب! هي سين جيڪو منهنجي سامهون آهي، تنهن ۾ توهان هيروئن تي گهريلو پابنديءَ سبب، هيرو جي ياد ۾ سڏڪ سالڪ، منهنجو مطلب آهي، ته ڪو دردبلوگيت ڳارائيندي ڏيکاريو.

(صفحو اٿلائي)

۽ هن سين ۾ چانڊوڪي رات جو، هيرو ۽ هيروئن جي لڪ چوريءَ ملاقات ۽ هڪ ڊوئيٽ يعني دوگانو ڳارائيندي ڏيکاريو ـ آئي ڳالهه سمجهه ۾؟ ۽ هي پنج سؤ رپيا ايڊوانس، جيڪي توهان هاڻي وٺي ڇڏيو.

(وهٽ ڳاڙهين لهجي ۾، اٿندي)

ساگر: ٿينڪ يو... مان چند ڏينهن اندر توهان کي اسٽوري ڪمپليٽ ڪري پهچائيندس. خدا حافظ...

(آفيس مان نڪري وڃي ٿو)

Cut

(12)

## آئوٽ ڊور - ڏينهن ويلا

(ساگر ٻيهر سمنڊ جي ڪناري تي اچي ٿو. سمنڊ جون ڇوليون آلرون ڪري، هڪٻئي پٺيان ڇڪو ڪري واپس ورن ٿيون. ساگر سمنڊ جي ڪناري هڪ ماڻهوءَ کي ننڍڙي ٻيڙيءَ سان راند ڪندي ڏسي ٿو - ننڍڙي ٻيڙيءَ جي جاءِ تي کيس پنهنجي بيمار ڌيءَ سپيءَ جو تصور اچي ٿو. ساگر سپيءَ کي سمنڊ جي ڪناري واريءَ جا گهرڙا ٺاهيندي ڏسي ٿو. ڪيتري دير هو سمنڊ جي ڪناري تي گم سم ويٺو آهي)

Cut

(13)

## انڊور - رات ويلا

(ساگر ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ گهر ۾ پير پائي ٿو ته جنان جي روئڻ ۽ ٻارن ڪيڻ جا آواز سندس ڪنن تي پون ٿا. ساگر پنهنجي مٿان ڇڻ وچ ڪرندي محسوس ڪري ٿو، اندل راندڪا سندس هٿن مان ڇڏائجي وڃن ٿا)

جنان: هاءِ منهنجي ٻچڙي... اسان کان رسي وئي - بابا... بابا ڪندي هلي ويئي... هاڻ ڪيڏانهن ويون تنهنجون ڪهاڻيون...

(اوورليپ ۾ سپيءَ جا آواز پڙاڏو ڪري اڀرن ٿا)

سپي جو آواز: بابا... تون ڪيڏانهن هليو وئين... مون توکي ڏاڍو ياد ڪيو بابا... تون ڪيڏانهن هليو وئين بابا... تون ڪنو آن... تون مون کي ڇڏي هليو وئين... تون ڪنو بابا آن... بابا... تون ڪيڏانهن هليو وئين... تون ڪنو بابا آن... تون ڪنو آن...

(ساگر، سپيءَ جو خالي بسترو ڏسي ٿو. جنان مسلسل سڏ ڪندي رهي ٿي. ايڪو ۾ سپيءَ جو سڏ اڀري ٿو)

بابا... آ... آ... آ...

(خالي کٽ جي پير ۾ خالي پٽ تي ويهي رهي ٿو - کي ڳالهيون کيس ياد اچن ٿيون. واجد اچي کي ڏسي کيس ڀاڪر پائي روئي ٿو)

واجد: بابا - سپي اسان کان رسي ويئي بابا... سپي اسان کان رسي ويئي -

Cut

(14)

## انڊور - رات ويلا

(ننڍڙي سپيءَ جي ڪمهلي موت تي ساگر جڻ پرلدڙ جبل جيان ڦاٽي پوي ٿو - هو ڪمري ۾ اچي پنهنجي ورهين جي محنت سان لکيل ناول ۽ ڪهاڻين جا مسودا ٻاهر ۾ اڇلائي ڇڏي ٿو - ۽ چرين وانگر وڏا وڏا ٽهڪ ڏئي ٿو... کلندي کلندي روئي ڏئي ٿو. ٻاهر ۾ پرلدڙ ڪهاڻين جيان، پاڻ به سڙي، ڪامي پچري ٿو... ساگر جي اڌ چرين واري ڪيفيت سان).

پڄاڻي

# درياهه جو پٽ

## ڳالهه ٻولهه



ٻچو ڏاڏا موج پرين مهراڻ جي ڪنڌيءَ تي، حاجي پور ڳوٺ ۾ ڄائو، جيڪو اڳاٽي دور ۾ مصروف بندر رهيو آهي. لُڙ لهرين هن لاءِ هندورو هيون. هيرن ڪيس لوليون ڏنيون. ريٽن ۽ پيٽن ۾ هن ڊوڙون پاتيون. ڪنڌيءَ ۽ ڪيٽن جي پلن ڪيس ڏاتي لپائي وڏو ڪيو. ٻچو ڏاڏا جو پيءُ آچار مهاڻو به پنهنجي وقت جو وڏو شڪاري هو. هو وڏن ماڻهن، خاص ڪري صاحبلوڪن کي شڪار ڪرائيندو هو. هٿن سان واڳون وٺندو هو. ان تي ڪيترا آفرينناما مليس، جيڪي هاڻ هٿ نٿا اچن. اُئين ٻچو ڏاڏا ابي ڏاڏي شڪار جو ڪوڏيو آهي:

"پوين پاڻين ۾، چينارن ۾ واڳون درياهه تي ٿي ويو، پابو ۽ سندس سنگتي سومار مهاڻو ميرواهه تي ريچ هڻيو ويٺا هئا مڇيءَ لاءِ. واڳون ان ۾ اچي لڳو. پنهي ان کي هٿن سان ورتو، پر سون ڪُڙهيءَ ۾ واڳون جهليا – چيلهه جيڏي پاڻيءَ ۾ ڊنگر ڏار جوڙو ويٺو هو، ڏاڏيون اڙيون ڪيائون، پٺ رتوڙت ڪري ڇڏيائون، پر اڳيان به اهو هوس، ڪنهي ڪٽي آيو سان."

سُڪي ۽ پاڻيءَ جي ڏيهي – پرڏيهي پکين ۾ ٻچو ڏاڏا هنن پکين جو شڪار ڪيو آهي:

"نيرڳي، ڊگهوش (اڇو پيٽ)، ٽُرهندو (چوٽي ڳاڙهي، ڪنن وٽان اڇا کنڀ)، هنجر (وزن به سير گوشت)، ڪينٽاٽي، چيخلو، چيهه، پڌنو (شيريون اکيون)، چڪور (اڇي ڳچي، ڳچيءَ ڌاڻين ڪُلي رنگ، هنڊي چهنب)، آڙي (اڇو ٽڪو لراڙ تي)، سانهه (cause)، راتوڙيو (باترءِ جهڙو آواز ڪندو آهي، خاص ڪري رات جو)، تلور، پاٽيهڙ، پٽ تتر (جابلو)، تتر (ڪارڙو – پورڙو)، پڻ، لاکو ڄاڄي (مٿو پکي، چهنب پيرن ڏانهن)، ڪونج، ڪروات (جوڙ ۾ تلور سان ملندو آهي)، سيلڙ (ڪمرو پونتريو)، سيڻيو (چهنب ڪُنڊي، پولڻ ماڻهوءَ جي سيڻ جهڙو)، ..."

وهيءَ جي شڪار بابت ٻڌائين:

"وهيو شڪار جو ڌاڃي، عام شڪار آهي ۽ سواد ۾ به گهٽ آهي؛ شڪار اهو جو اوّلو هجي – رولاڪي ۽ اوجاڳي وارو هجي."

پلا ڪڏهن ڪو کهڪاءُ...؟

"نه. شڪاريءَ لاءِ هرڪو شڪار آهي – بس." ڪجهه پل سوچڻ جو جهنگ هٽائيندي چيائين "هڪ رات بندوق ڪڍي جهنگ ۾ لٿس، ميرن جي کهوم جي شڪار تي. هي شوق نه ڏسي اونداهي، نه سُجهائي؛ ان رات سَت ميرون ماريم – تڏهن کهڪاءُ اچي ويم، ليٽ به ساهه واري شيءِ هئي! پر اهو شوق نيٺ عضوو تي ويو ۽ ڏار نه ٿي سگهيو."

ڦاڙهو جتي ڪاٿي، تتي اوجهه ڏي...؟

”ڦاڙهي جو لنگهه تاڙيو آهي. ڪچي ڌاري گهڻو ڪري ٻيهر جي چڏ ٻي آهي. جتان، مٿر ۽ ساوا ٻوڙا پني چڏيا آهن، هير پوڻ ڪان پوءِ ڪنڌٽي تي شڪار ٿي ويندو آهي. ٻيو ته جهنگن ۾، درياهه جي ريٽن- ڪيٽن ۾، ڪچي جي سرن ۽ ڪانهن ۾ ڦاڙهي جا پيٺا پيا ڳولبا آهن؛ پوءِ ان جي پاڻي پيئڻ جا ٽيم جاچيا آهن- اٿين هو بندوق جو ٻڪ ٿي ويندو آهي.“

ٻچو ڏاڏا، جانورن ۾ ڦاڙهي، سيروندي، سهي، گدڙ، لوڏڙي، جهنگ ٻلي، واڳونءَ ۽ سيڙهه جو شڪار ڪيو آهي. ترڙيءَ اوسر ۽ گهوم جي شڪار ۾ ڪيس انيڪ عجيب غريب تجربا ۽ مشاهدا ٿيا آهن، هتي الهن مان رڳو ٻه پيش آهن:

(1)

”ترڙيءَ جو شڪار هجي. اوچتو هڪ بلا منهنجي ڏاڪٽي پاسان نڪتي: منهن لوڏڙي جهڙو، مٿي تي ٻلي/سچيءَ جهڙا ڇپڙ، ٻت تي سنهيون ڪاليون، چار چنبا، هيٺان ٻه وَچ ۾ ڪان ٻاهر لڪتل، ويڙهه ٻه انهن سان ٿي ڏنائين؛ وزن ڏهه ڪن سير، ڊيگهه ڪسا چار فوٽ. اها بلا ترَ جي نه هئي. چوڙ: لنيو آهي، بندوق نه هٿانس؛ پر منجهس ڏاڍي ڏَپ هئي. مون کي ڏسي شور ڪري وڙهڻ واري ڪرڻ لڳي، سو مون ڏڪ ڇٽيو- مٽڪي ۾ نڪرس ۽ پڙڪو ڪاٿي مون آڏو اچي تتي... اها ڏَپَ اڄ به جهڙوڪر اکين آڏو پئي ڦري!“

(2)

”لوپ پريل هجي. پارو پئي وٺو. پاڻي به چميل هجي. پکي ته صبح جو لهڻا هئا، پر آءٌ آڏيءَ جو بندوق ڪلهي تي رکي، لانگوٽو هئي، وڃي لوپ پيڙو ٿيس. رات سهائي هئي، چنڊ ڦڙڪيو پئي. تارن ۾ ٽڙڪاٽي هئي. آءٌ پاڻي پچندو، پير پُس... گوڏي، چيلهه... ليٽ چاتيءَ جيڏي پاڻيءَ ۾ آئس- اتي هڪ ٻڌل ڪيرو هو؛ پر ٻڳهه ٻڌرو هوس، جنهن تي ماڻهو ويهي ٿي سگهيو. اتي ويٺي به ڪا ويرم لنگهي؛ پر رات به چڻ پاڻيءَ وانگر ترَ پيدي پئي رهي... ليٽ مسين مسين پنيرڪو ٿيو... ڏسان ته پريان پاڻيءَ ۾ ڪا شيءِ... جيئن واڳونءَ جي هلڻ تي لهر لڳي... تيئن لڳم. چتايم: اها بلا اچي ته مون ڏي پئي: جنهن شڪار تي لڪتو هوس، اهو به ساريون ڪاٿي اڄ تي اچي لٿو هو؛ اتي ڏيان ورهائجي ويو. بلا ويجهي آئي ته ڏٺم، ته ان جي تارونءَ تي ڪارا وار، جهڙا گهوڙي جي ڪنڌ تي هوندا آهن، تهڙا ڪهرا! بلا آئي به مون ڏانهن پئي، اتي سيءَ ڪان هٿ به بندوق تي سڪي جمي ويا هئا؛ ۽ ساهه پيارو آهي- مون ڏڪ ڇٽيو- مٽڪي ڪان 6 انچ هيٺ ايس-جي ڪارتوس جا ٻه ڇيرا لڳس. ان تي هن اهڙو آواز ڪيو، جيئن شينهن جي گجگوڙ هجي! پاڻي نه چُريو ته سمجهيم، ته پوري ٿي. هوريان هوريان ڪري پاڻيءَ ۾ لٿس- ۽ لهر لهر بلا کي ويجهو پولڊو ويس؛ ٻَچ کي ٻر سان جهلي، مٿي ڪٽي هٿ ۾ جهليومانس- ايڏو وزن به نه هوس، نه ٿي ڊيگهه هوس: ڊيگهه چيلهه تولي، سنهڙا ڏند، واڇن جو چم لڙڪيل، ڪڪڙن جي پاپڙين جيان- ڪيري رکيومانس ڪوري جي ٻڳهه تي... ۽ پوءِ لڳس پکين جي شڪار کي...“

# مٽيءَ منجهه مٺيا
## (خاڪو)

ماستر واحد بخش جي ڏنل ڄاڻ
جي آڌار تي لکيل

**ٻلان** ٻليءَ جو ڇيهه ڪونهي؛ پر ڪڏهن ٽڪڙ جي ٻه ٻل ٻائي هئي. تڏهن ٽڪڙ وسندڙ ننڍي شهر واري ڏيکائي ڏيندي هئي، ٻاروءَ جي مٽائيءَ جو چسڪو آن دؤر جي ماڻهن جي ڇپن تي اڄ به اهڙو ئي آهي. آسٽي دائود موچيءَ جي جوڙيل ته-تؤنري جُتيءَ جي هاڪ هوندي هئي! چون ٿا: جُتيءَ جي اڻهي پادرن کي تو ربو، ته ماسي جو به تفاوت نه هوندو هو. اٿ ته آڌاٺا هئا. سيٺ مورئي، حافظ سليمان، حاجي وليءَ ۽ اسحاق ويڙهيچي جا-جتي ڪر بيون ۽ موسيون نهنديون هيون. ٻليڏني، حاجي جمعي، يعقوب لُٽائيءَ جي اجرڪن جي کهڙي ڳالهه ڪجي. اهي ئي دڪان ڪچهرين جا اڏا هوندا هئا. ڏور، ٻيت، ڳجهارتون، چرچا گهٻا... منڊل لڳو پيو هوندو هو! رات جو وري ٽالي حافظ شاهه جي اوطاق ۾ راڳ رهاڻ... مونئي ۽ عيسي شيديءَ جا آلاپ ٻيا ٻُرندا هئا. ڏاڏي غلام شاهه جي اوطاق ۾ پهلواليءَ ۽ زور آزمائيءَ تي ٻئي ڏي وٺ ٿيندي هئي. سيد وڏي (سيد عبدالحڪيم شاهه) جي اوطاق ۾ فيصلا ٿيندا هئا ۽ سيني سان لياءُ ٿيندو هو. ڏاڏي ميران محمد شاهه (اول) جي اوطاق ۾ حڪمت هلندي هئي. منهنجو ڏاڏو علامه اسدالله شاهه "فدا" مسجد جي ٻلي هوندو هو... حامد، دلگير ۽ مخلص جي ٽڪڙ سڪي ستابي هئي-ماڻهو آگوندرا هئا.

اڄ الهيءَ مائي ستابي ٽڪڙ جي هڪ گهڻ-ڳُٽي، شاهه ڪاريگر ۽ رَڄَ مڙس جي ڏيٺ ڪرائڻي آهيم اوهان سان. آن جو ٽالو هو آستو محمد پٽ جمعو ڪنيار. وبس آجرو، اڇي پڳ، صدري، سلوار ۽ پهراڻ؛ ڪلهن ۾ اڇي چادر، هٿ ۾ لٺ، پيرن ۾ سنڌي جُتي-پوءِ سليپر يا بوٽ. ڪلمڪ، رهائي رسائي وارو، حاضر جواب، ڪچهريءَ جو ڪوڏيو... سيتي ته هن جو مَرڪ هو. چَڪَ تي مٽيءَ جي ٻنوڙي کي وٽيس جيڪو روپ ڏئي. هر ڪاريگر ڪنهن نه ڪنهن وڙ تي مهارت رکندو آهي؛ پر آستو محمد ڪيترن ئي وڙن تي مهارت رکندو هو. پوءِ اهي ٻاٺيءَ جا ٿانو (دلو، مَٽ، گهڙگهي، ٽاند، گهاگهر) هجن يا ڪير جا (دَڪي، ٻالڙو، ڏوهائي، ٽيپو، ماٽي، گهڙي). ڪليل هوا ۾ چاڻ ۾ رکيل هن جي ٿان ۾ ٻاٺي ٻنجن منٽن ۾ ٺرندو هو. ڪير جي ٿانو ۾ ملوڪت اها تہ، جي ٻيلاپ ۾ ڏوڌَ هائي ٿان ۾ ڪير رکبو، ته ڪرندو نہ! ڪير ۽ ٻاٺيءَ جي ٿان لاءِ مٽي پوهه جي مهيني ۾ وليندو هو.

ٻاڳيا سمجهندا آهن ته، هڪ ئي مائي ڪتب آڻڻ سان، مکڻ به گهٽ لهندو ته ڏونرو ۽ ڏوڌ به ڪَٿِ پڌندو؛ ان ڪري، ٽي الڳ ٿان هوندا آهن (هئا!): ٻالڙي ۾ جمائبو، پوءِ

ولوڙڻ ويل ماٽيءَ ۾ لاهيو، ولوڙي تازو ڏڌ مکڻ ڪڍي، اِي ماٽيءَ، ٽيپي، پيا پئي ڪنهن ٿان ۾ رکيو: پر آستي محمد جي هڪ ئي ماٽي انهيءَ Process ۾ ڪم ايندي هئي: نه ڏوڙرو ۽ ڏڌ ڪڙهي پڌندو هو، نه ئي مکڻ گهٽ لهندو هوا طبي لحاظ کان کير جا خاص ٿپا ٺاهيندو هو. اهي چاليهه ڏينهن ڪتب آڻيا هئا: هر روز نئون ٿپو ڪتب آڻيو هو.

چلم ۾ ڪماليت اها ته نڙ ڦيرائڻ سان چلم ڦيرائڻي نه پوندي هئي، اِ ئي آن جو دمن سرڙات ڪندو هو. چلم جي ٽوپي چنبڙي هئي، ته اڌ تماڪ بچائي ڏيندي هئي.

نيلن جو ڪم ڇاڻندو هو، ان ڪري ٿالون جي ڍڪڻ ۾ ساڳيو هنر رکندو هو. هولئن عام جنڊيءَ تي هڪ چڻو ويهندو هو: اها گِاري ڏيڻ تي ڍيپو ڪائيندي هئي، جنهن ڪري خرار ڏر تي ئي ان جا سل لسا ٿي ويندا هئا ۽ ريون ۽ آڻ (سچيون ساريون) به گهڻو چڙيندي هئي: آستي محمد جي جوڙيل جنڊيءَ تي ٻه چڻا ويهندا هئا: واري سان انَ جا وٽا پري آن ۾ وجهندا هئا: جيئن اسپيڊ ساڳي رهي: آن جا سل به عام جنڊيءَ جي ڀيٽ ۾ $\frac{2}{3}$ تائين هوندا هئا، ان ڪري وڌيڪ هلندي هئي، ۽ اڌ ڦيري ۾ مال ڪڍندي هئي، ريون ۽ آڻ به گهٽ چڙيندي هئي. اها جنڊي وقت ۽ محنت جي ڊار بچت ڪندي هئي ۽ تن خرارن تائين هلندي هئي. عام جنڊي ڍيپي ڪبي هڪ پاسان گسائيندي هئي، ۽ نئين جنڊي چاڙهڻ مهل ان کي ٽيڪ ڪيو هو، پوءِ جيسين ڪلر سڪي، تيسين ڏينهن ڪونلي ٿيندو هو: پر هن جي نئين جنڊي چاڙهي، ڪم چالو رکيو هو: چاڪاڻ ته پراڻي ۽ نئين جنڊيءَ جي گِاري ۾ وار به ويڇو نه هوندو هو: ان ۾ مڪڙي به ساڳي بنا ڪنهن ڇٻر يا ڇِلَ جي ٺهڪي بيهندي هئي. (تن ڏينهن ٽڪڙ ۾ انَ ڏرڻ جون پنج ڪريون هيون).

ڪونري ۾ مَلوڪت اها ته، ان جي تَڻَ سان گِاڙو نه ٿيندو، پر ان سان سيڙهه نڪرندي.
ڪونري (ڪَري) جي گِچيءَ ۽ تر تائين تُنگ هوندو هو: پر پاڻيءَ وجهڻ مهل، سمورو پاڻي ڪونري جي پالڊيءَ ۾ هليو ويندو هو. ملتاني ڪَري ڏئي هئائين. ان ۾ سنڌي ڪونري کان هي شيون نراليون هيون: پڙڪي، گِن ۽ آروپار تُنگ: پر ان ڪَريءَ کي اونڌي ڪرڻ سان، گِچيءَ مان پاڻي وهيو ٿي: پر هن جي ڪونري کي اونڌي ڪرڻ سان به ان مان پاڻي نٿي وهيو. اها ايجاد هن هڪ مس-ڪُپڙيءَ کي ڏسي ڪئي. اُنين سفر ۾ پاڻيءَ جو زيان نه ٿيندو هو- گهر جو سنهو ٿلهو رازڪو، واڍڪو ڪم به ڪري وٺندو هو. چولڻ جي ڪري لوهارڪو هنر به هٿ ڪيائين. پاڻي ڏيڻ نه سکيو: پر لوهه کي ٽپائي ٽپي چولڻ ٺاهيائين، جنهن سان چلم جي توپين جا خانا ٺاهيائين.

آستي محمد جون 'پٽپوٺي گهگهيون' به ڏسڻ وٽان هيون. اها ڊزائين تيل رکڻ وارين چمڙي جي دٻين تان ورتائين. بادام روپي الهن گهگهين کي هيٺ وچان آروپار ڏر ۽ پاسي کان گِن به رکيائين. اها گهگهي کڻڻ به سولي هوندي هئي ۽ پيٽ وچان ڏر جي ڪري پاڻي به ٿڌو رهندو هوس. ڪاشي: قبرن تي مصلا سندس ٺاهيل آهن، جن تي اکر حافظ هارون دلگير جا لکيل آهن.

سونَ ناهڻ جو سهوس بہ هوس. سونُ تہ نہ ناهي سگهيو، پر ان ڏس ۾ جيڪي ڏاڻو ڳاريائين، تن مان ڀيا ڪم ورتائين. ڪُٽر جي مشين جي پٽيءَ ۾ ڦاسي، جمعي لوراليءَ جي ٻانهن جي نري ٻن هنڌان ڀڄي پئي. ٻانهن رجهي ڏولڊ ٿي وئي ۽ ڊاڪٽر آن کي ٽولٽ کان وڍڻ جي رٿ ڪئي. استي محمد پور ڀيرو هڏيءَ کي ڪيڏي، ان هنڌ انهن ڏاتن ۽ دوائن کي ڳوهي پرائي ڪري چڙي ۽ ٻانهن سگهي ٿي وئي. ڀڳل هڏ تي ٻڌي چاڙهڻ ۾ بہ کيس ڪمال حاصل هو. پٽو نہ تہ ڦوڦيٽيا ڪندو هو، نہ ئي سوڄ ۽ ڦٽ ڪندو هو. هڪ پٽو چاليهہ ڏينهن هڻندو هو ۽ لهڻ مهل اهو هنڌ ٻگهريل هوندو هو. ڪرلگهي جي سنڌن نڪرڻ تي هو ڪاٺ جي ناري ۾ مريض کي چاليهہ ڏينهن رکندو هو. سونَ ناهڻ جي سهوس مان اهو بہ پرايائين، جو سونَ کي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ کان سواءِ ئي ٻڌائيندو هو، تہ ان ۾ ڪيترو مَٽ يا ڦيٽ گڏيل آهي. اک ۽ هٿ جي ڪٽ سان سونَ جو رنگ ۽ وزن پرکيندو هو. سوپو سونارو تہ آنکي پريندو هوس، تہ متان سندس جوڙيل ڳهڻي جو ڳُجهہ نہ کولي.

ٽڪسال بہ چاڙندو هو. سڪي ناهڻ جو سانچو هو وٽس. جهرڪن وٽ سندس سڪا پڪڙيا. وٽ پڪڙ ٿي، سوپي سوناري کي جهليو ويو. استي محمد جي ماڪ ڳوٺ جي سيّد وڏي پاڻ ڏني؛ پر پوءِ استي محمد سائس سچي ڪئي، ۽ ان ڳالهہ کان پوءِ، پنهنجي هٿ سان متيءَ سان ناهيل اهو سانچو سنڌو ۾ آڇلايائين.

استو محمد مهل جو مڙس هو. اڙيءَ اوڏيءَ ڪنهن سان ڀلائي ڪرڻ ۾ بہ ڀلوڙ هو. 1948ع ۾ جڏهن ڏڪار پيو، تڏهن حج لاءِ گڏ ڪيل 2200 روپين سان آن وتي ڳوٺ ۾ ورهايائين ۽ هارين نارين کي ٻج ٻارو بہ وٺي ڏنائين. پڇاڙيءَ تي استي محمد جي خوش طبعيءَ جا ٻہ واقعا:

(1) گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ هو. سنگتين کي 'ڪارڙو ڪمارڙو' ڪرائي، سڄو ڳوٺ پنائي چڻا، مٽر، مهر، ڪڻڪ ۽ چانورن جون جهولڙيون آڻي گهر ڏنائين. سنگت دڪان ۾ پٽي تي ويهي رهي. لڙندي وچينءَ جو جڏهن سنگت کي بک اچي تپايو، تہ استي محمد سان ڳالهہ چوريائون، تڏهن هن ورائيو: ”ٻيلي، توهين وينا پٽي تي، آءٌ وينس چڪَ تي، جيڪي رڌو سو ٻارن کائي ڇڏيو.“ اهو ٻڌي سڄي سنگت ٻجرجي پئي، چي: ”ڳوٺ سڄو اسان کي پنايئي ۽ پيٽ وڃي ٻارن جو ڀريئي.“ مستري اسحاق تہ مٿس بندوق بہ ڀري آيو؛ پر پوءِ جهيڙو نري ويو.

(2) ماڇين ۾ هجي شادي. خليفي اسماعيل گدوءَ کي بہ صلاحيائين. سو بہ لڳو سندس ڪنڌَ. آتي رڌل گوشت ڪٽ تي پٺاريل هو. ٻهر ڪاهہ نہ هئي. استي محمد خليفي کي گوشت پوتاري ۾ بہ ٻڌرايو ۽ پٺي جي کائڻ لاءِ بہ ڇپائينس. پاڻ چڱي ۾ وڃي ڪنهن چڙبار ڪاڇيتي کي ڳولڻ لڳو، هڪ ڪپڙي لٽي ۾ ٽات، وَڙي لڳل بوسڪيءَ جي پٽڪي واري کي

ڏاڙيائين: 'هن ڪي چڙ نڪ تي رکيل آهي.' آن ڪي چيائين: "توهان جو ڪاچ ته ڪنو ٿي ويو، ڪٽ تي ڀيل گوشت، هو مينگهواڙ هڪڙو گهر ڇڏي آيو آهي، ڀيو ڪنيو آهيس ۽ ٽيون ڪائي ويٺو." پوءِ ته وٺ وٺان ۽ ڇڏ ڇڏان هجي. خليفي ويچاري سان جيڪا ٿي هوندي سا پڙهندڙ سمجهي سگهن ٿا. چڙباز ڪاڇيتي سان به ڏاڍي ٿي. ڪيڏانهن ويس وڙيءَ لڳل ڀڪو، ڪيڏاهن ويس آءٌ ٽيش ٽاش! وڃي چانورن واري ڀاٽيءَ ۾ ڦهڪو ڪيائين - ۽ پوءِ ڊوڙي ڀڄي سڄاڻائونس! اهڙيون ملهون اٽي محمد سان به گهٽيون ٿيون؛ ڀر آهي ڪنهن ڀڄي ڀيري!

**- امداد حسيني**

## اطهر قريشي

### ٽي شعر

تو ٻن منٺڙا منهنجو من.
اڻ ڇڻ ۾ جڻ ڀيلو ٻن،
تنهنجا سپنا ڀي تو جهڙا،
ڀل ڀل ڀايل جي ڇن ڇن،
پاڻ ڀگن ڪان ڀڪيا آهيون،
پاڻ ڀنيان ڏس ڀڳ ڀڪن.

## نظام الدين 'زائر'

### ترائيل

شعر لکان ٿو رت ولوڙي.
ڪوبه نه سمجهي ڪوبه نه ڄاڻي،
ڀيڙائڻ ۾ ڀاڻ ڀتوڙي.
شعر لکان ٿو رت ولوڙي.

درد ۽ غم سان ناتو جوڙي.
ڀنهنجي ساهه ڪسي مٽ ۾ آڻي،
شعر لکان ٿو رت ولوڙي.
ڪوبه نه سمجهي ڪوبه نه ڄاڻي.

## ذوالفقار سيال

### غزل

ڪوڙن آڏو سچ چوان ٿو
لانگن ڀير ۾ هٿ وجهان ٿو
هرڪو چهرو تو جهڙو آ
ڀلجي اکشر آءٌ ڀوان ٿو
دل جو ڏڙڪو زور وٺي ٿو
تنهنجي پرسان جيئن گذران ٿو

## آزاد جتوئي

### ٽيڙو

●

جيون آ جهوٽو
ايئن جيئن
سگريٽ جو سوٽو

# شاهہ حسين جون ڪافيون

## (پنجابي)

سڄڻن جي مرڻ جي خاطر، رت ولوڙي پٽ ڪريان!
جگر ڪيون، سڀ ٻيرا ڪيٽڙم، تو آڏو تہ قبول نہ پيٽڙم،
حاضر حال اهوئي ڏيٽڙم، هاڻي ڪٿورو آءُ پريان —
ڪاڳر آهہ قريبن مڪو، اکر اکر تي ٻاڻ لڳي تو،
سڪهہ سرير وڃائي ويٺو، روئي روئي رڄ پريان.
تن من ڪيٽڙم پرزا پرزا، ٻوھ ٻہ مهر نہ آيو متڙا،
هاهہ چڪي ويا سارا چارا، آڏر لِڌر آءُ ڪيئن ڪريان.
چوي حسين فقير لماڻو، ٻيو ڪجهہ ناهي آهي راڻو،
دالا، بينا، سمجهو، سياڻو، ڏيان اهوئي، آءُ ڏريان.

●

چارئي چٽيءَ پانڌ، پينا پينيءَ رات.
ڪتي نہ ڄاڻان ٻوٽيون، ڏاڻءُ مون ۾ ذات.
ويتي اٽ وسائيان، برهہ سندي برسات.
هڪ انڌيري ڪوڙي، مٿان انڌي رات.
چوي حسين فقير الا، بازي ٿي وئي مات.

●

آيل چوهہ ڪتِ ڙي.
مون نيتِ ڪتڻ ليءِ سکيو، پر ليک اڳيئي لکيو،
رهي نہ ڪائي متِ ڙي.
ٻن اٺي چرخو، ڪوهہ ٻوٽيون، هٿان آرٽ ڪي لت ڙي.
هنجون هاري سِڪوئي، عاشق رولن رت ڙي.
چوي حسين فقير لماڻو، ساهہ چڏي ويو مت ڙي.

ترجمو: امداد حسيني

# امن جي آس ۾

اسٽيفن زويگ
وليرام ولڀ

آسٽريائي ليکڪ اسٽيفن زويگ ۽ سندس زال ايلزبيٿ شارلوٽ زويگ گڏجي پنهنجي وطن کان ڏور برازيل جي پيٽروپوليس شهر ۾ 25-فيبروري 1942ع تي پنهنجي هٿن سان پنهنجو انت آندو. هڪ ڏينهن اڳ لکيل سندس آخري سنديس هو:

”پنهنجي مرضيءَ سان پنهنجي زندگيءَ جي انت آڻڻ کان اڳ، مان برازيل جي خوبصورت سرزمين کي تهدل سان ساراهڻ ضروري ٿو سمجهان، جنهن مون کي مڪمل آرام ۽ منهنجي لکڻين کي پورو تحفظ مليو. هن ديس لاءِ منهنجو پيار ڏينهون ڏينهن سرس ٿيندو رهيو. منهنجو روحاني گهر يورپ پنهنجي هٿان ناس ٿي چڪو آهي ۽ ٻي ڪنهن ديس ۾ مون شايد پنهنجي لاءِ نئون اَجهو اَڏڻ لئي گهريو، جو جو منهنجي پنهنجي ٻوليءَ جو ديس مون کان کسجي ويو هو.

”هر زندگيءَ جا سٺ ورهيه گذارڻ کان پوءِ نئين سر زندگي شروع ڪرڻ لاءِ غيرمعمولي قوت جي ضرورت آهي ۽ مون ۾ جيڪا به قوت هئي، اها اڳيئي ڏکي عرصي جي رولڻو زندگيءَ ۾ خرچ ٿي چڪي آهي. انهيءَ ڪري بهتر اِئين ٿو سمجهان، ته انهيءَ بي‌وطن زندگيءَ کان بس ڪجي-- زندگي جنهن ۾ مون لاءِ ذهني پورهئي جي يعني خالص سُک ۽ شخصي آزادي دنيا جي سڀ کان وڏي خوشي هئي.

”مان پنهنجن سڀني دوستن کي سلام ڪريان ٿو. شال ڪين ڏکي رات کان پوءِ ڪنهن پره ڦٽڻ جو موقعو ملي. مان جلد ۽ بي‌صبر، ڪانئن اڳ آسهان ٿو.“

سندس تصنيفون جرمن ٻوليءَ ۾ آهن جي گهڻو ڪري سڀئي انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيل آهن. تازو سندس ڪتاب The Right to Heresy جو

'فڪر جي آزاديءَ' جي عنوان سان سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيو آهي. هتي سندس آتم-ڪٿا World of Yesterday (سڀاڻ جي دنيا) مان ڪجهه ٽڪرا پيش ڪجن ٿا.

-ولي رام ولڀ

---

**انگلنڊ** ۾ گهاريل اوائلي ورهين ۾، مون پاڻ ڪي اوترو ئي بي وطن محسوس ٿي ڪيو، جيترو سئوريٽزو ۾ گهاريل گورڪيءَ جي زندگي. پنهنجي ديس لاءِ جيڪا اداسي منهنجي اندر ۾ جاڳندي ويئي هئي، اها ڇهن سالن تائين قائم رهي. مان ڪڏهن به پنهنجي ديس موٽي سگهيس ٿي، منهنجو بهشڪار نه ڪيو ويو هو. منهنجا ڪتاب سيلزبرگ ۾ منهنجي گهر ۾ حفاظت سان رکيل هئا. منهنجو آسٽريائي پاسپورٽ رد نه ٿيو هو. منهنجو ديس اڃا به منهنجو ديس هو، مان اتان جو رهواسي هئس، اهڙو رهواسي جنهن کي سمورا حق حاصل هئا. اڃا منهنجي بي وطن زندگي شروع نه ٿي هئي. اها هڪ اهڙي پراسرار ڪيفيت آهي، جا تصور ڪرڻ کان سواءِ سمجهائي نٿي سگهجي. هڪ اهڙي اندر جاڳندڙ چاڻ هئي، جا هر گهڙي ياد ڏياريندي رهندي هئي، ته جتي به پير جمائيندين، اکڙجي ويندين، دساڙيو ويندين. ڪليل، ڪڏهن نه سمجهي سگهندڙ اکيون، سموري شعور کي لوڏي وجهن ٿيون: پر اڃا ته شروعات هئي!

مان فيبروري 1934ع جي پڇاڙيءَ ۾ لنڊن پهتو هئس ۽ خبر نه هئم، ته ڪيستائين انهيءَ شهر ۾ رهڻو پوندو! مون لاءِ هڪ ئي ڳالهه اهم هئي: لکڻ جو ڪم جلد شروع ڪريان، پنهنجي سوچڻ ۽ ڪم ڪرڻ جي آزاديءَ ۾ ڪا رنڊڪ وجهڻ نه ڏيان. تنهن ڪري مان گهر نه ورتم: پر هڪ ننڍو گهر مسواڙ تي ورتم، جنهن ۾ ميز ۽ ڪتابن جا ٻه ڪٻٽ رکي سگهجن، جن کان سواءِ منهنجو جيئڻ ڏاڍو ڏکيو هو. ذاتي ملڪيت جو مطلب هو نوان بندڻ-۽ وري هڪ ليکڪ کي انهيءَ کان وڌيڪ ٻيو گهرجي به ڇا؟ ماڻهن سان ملڻ جو سوال ئي نٿي پيدا ٿيو. منهنجي زندگي بي خبري ۾ ئي دائمي روپ ڌاري رهي هئي.

جڏهن مان پهريون ڀيرو پنهنجي نئين گهر ۾ گهڙيس، ته پڪين جا پاڇا اولڌاهيءَ سان گڏجي ويا هئا. انهيءَ ننڍي گهر ۾ جڏهن پير پاتو هئم، ته گهرو ڏک لڳو هو، ان پل مون کي ائين لڳو هو ڄڻ مان ڏهه ورهيه اڳ واري ويانا واري گهر ۾ پهچي ويو آهيان. پنهنجو پاڻ کي سنڀالڻ ۾ مون کي ڪجهه ڪن لڳا، ڇو ته ويانا واري گهر جي باري ۾ مون ورهين کان سوچيو ئي نه هو. ڪٿي ائين ته ناهي ته اها ڪيفيت اهڃاڻ هئي منهنجي زندگيءَ جي—زندگي، جا مڪمل روپ مان هورڀان آسرڻ کان پوءِ هاڻي سڪسي رهي آهي. مان پنهنجو پاڇو پٺيو پئي ويس؟ ڏهه ورهيه اڳ جڏهن مون گهر ورتو هو، ته اها زندگيءَ جي

شروعات هئي. تڏهن مون ڪجهه اهڙو لکيو به نه هو. پنهنجي ئي ديس ۾ مون کان يا منهنجي لکڻيءَ کان ڪو واقف نه هو- ۽ اج اهو هڪ عجيب سنجوڳ آهي، ته منهنجا ڪتاب پنهنجي ئي ٻوليءَ مان غائب ڪيا ويا هئا. منهنجون نيون تخليقون جرمنيءَ ۾ نه هيون. منهنجا دوست مون کان پري هئا. منهنجو دائرو ختم ٿي چڪو هو. منهنجو گهر، منهنجا ڪتاب، منهنجي پينٽنگس جا ڪتاب مون کان کسجي چڪا هئا. مان بلڪل اڳي جئن هڪ ڌاريي ديس ۾ ويٺو هئس. گذريل ٽيهن ورهين ۾ مون جيڪي حاصل ڪيو هو، گڏ ڪيو هو، سکيو هو، جو ڪجهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، جن ڳالهين مان خوشي حاصل ڪئي هئي- اهو سڀڪجهه مون کان هوا جي هڪ لهر سان کسجي ويو هو. منهنجي چمار پنجاهه ورهيه هئي ۽ اج مان هڪ نئين شروعات جي سامهون بيٺو هئس. هڪ ڀيرو وري ميز تي ويٺس، لئبريريءَ ۾ ويٺل هڪ شاگرد جيان. بيشڪ اوتري سهجتا، اوتري وشواس، اوتري آتساهه سان نه هئس. منهنجي وارن ۾ ڪٿي ڪٿي اڇن وارن جو گمان هو ۽ منهنجي ٽڪل آتما، نااميديءَ مان ڀريل ڌنڌلي صبح جي انتظار ۾ ٻڏي ويئي هئي!

ٽي ورهيه پوءِ ڏاڍي بيتابيءَ مان گذريا، چنتائن ۽ ڊپ سان ڀريل منهنجي زندگي، هڪ وشال سنگرهه ٺهي چڪي هئي. پرديس ۾ پنهنجا ويچار به ظاهر نه ڪري سگهيس. آسٽريا ۾ منهنجي ويچارن ڪڏهن ڌاڪو نه ڄمايو هو. هن ديس ۾، جتي مون پاڻ کي مهمان ٿي سمجهيو، مان ڪيئن ٿي چئي سگهيس، ته هٽلر سموري دنيا لاءِ هڪ ڀوائتي مصيبت آهي. هٽلر پنهنجي تقريرن ۾ 'امن' لفظ هر هر اچاري، دنيا کي دوکو ڏيئي رهيو هو. جاتم ٿي ته هو سموري دنيا تي حڪومت ڪرڻ چاهي ٿو، جرمنيءَ تي سوڀ پائڻ رڳو پهريون قدم هئس.

لنڊن مون لاءِ رڳو رهڻ لاءِ هڪ هنڌ هو، منهنجو روح اتي نه هو. انهن ورهين ۾ مان ٻه ڀيرا آمريڪا ويس. جيستائين جهاز پاڻيءَ ۾ آرام سان هلي سگهن ٿا، جيستائين دنيا ڪاهل آهي، خراب ڏينهن اچڻ کان اڳ، جيترا به اڳوڻان ٿي سگهن، گڏ ڪرڻ جي خواهش ئي مون کي هر هر سمنڊ پار وٺي ٿي ويئي.

پر اهي سفر يورپ لاءِ منهنجون چنتائون گهٽ نه ڪري سگهيا. لڳو ٿي، انساني سياڻ انسانيت کان هڪ اڻاڻ وير وٺي رهيو هو. مان يورپ مان ڪيترو به پري ڇو نه هليو وڃان ها، آن جي ليت مون سان گڏ رهي ها.

ڪيترا ڀيرا مان ڪجهه ڏينهن لاءِ آسٽريا ويس. فقط آسٽريا جا رهاڪو ئي هٽلر جو ويانا ڏانهن وڌڻ جو مطلب سمجهي سگهيا ٿي. هڪ ڀيانڪ ڪيفيت کي هن سوڀ ۾ بدلائڻ گهريو ٿي. هر ڀيري مون کي لڳو ٿي، ته آسٽريا کي مان آخري ڀيرو ڏسي رهيو آهيان. مون کي پڪارڻي چٽي ڏسڻ ۾ ٿي آئي. هر صبح سيني ماٺهن اميد ڀريل نظرن سان اخبارون ڏٺيون ٿي؛ پر مان اندر ۾ ڊنل هئس، ته هڪ ڏينهن وڏن اکرن ۾ لکيل هوندو- 'آسٽريا ختم ٿي ويو'.

مان ٻاڻ کي دوکي ۾ رکندو آيس، ته منهنجو ناتو آسٽريا کان ڇڄي چڪو آهي؛ ۽ وري به
چنتا منهنجي دل کي ڏڪائيندي رهي. 1937ع ۾ آخري ڀيرو آسٽريا ويس- پنهنجي
ماءُ سان ملڻ.

1938ع ۾ آسٽريا کان پوءِ سموري دنيا وڳوڙ، بدامني ۽ وحشتپڻي جي هيراڪ ٿي
ويئي هئي. جو ڪجهه هڪ ڏينهن اڳ ويانا ۾ ٿيو هو، اهو بين الاقوامي بهشڪار لاءِ ڪافي
هو؛ پر 1938ع ۾ ته سنسار جو ضمير خاموش ٿي چڪو هو، يا وري وقتي رهيو هو- وسارڻ ۽
معاف ڪرڻ کان اڳ.

* * *

ڪيڏو عجيب صبح هو اهو. ريڊيي ڪمري ۾ جو سنديش تفصيل سان ڦهلائي ڇڏيو هو،
اهو ٻڌي اسان چپ چاپ ڪمري جي اندر ئي پوئتي هٽي ويا هئاسين. اهو اهڙو سنديش هو،
جنهن کي صدين تائين ڦهليل رهڻو هو، جنهن کي سنسار کي پورڻ روپ ۾ بدلائڻو هو، اسان
سڀني جي زندگيءَ کي بدلائڻو هو. هڪ اهڙو سنديش، جنهن جي معنيٰ موت هئي، هزارن جو
موت، انهن سڀن جو موت، جن هاڻي ٻڌو هو- دک، پيڙا، ڌمڪي ۽ نراسائيءَ سان ڀريو،
جنهن جو صحيح مطلب ورهين، گهڻن ورهين کان پوءِ پوريءَ طرح سمجهه ۾ ايندو: جنهن جو
مطلب هو هڪ ٻي لڙائي- هن ڌرتيءَ تي ٿيل پهرين ڪنهن به لڙائيءَ کان خوفناڪ. هڪ ڀيرو
وري هڪ جنگ جو انت ٿي ويو هو، هڪ نئين جنگ نئين سر شروع ٿي ويو هو. ڪمري ۾
سناٽو ڇانئجي ويو هو، موت جهڙو سناٽو. اسان هڪٻئي ڏانهن ڏسڻ جي همت وڃائي ويٺا هئاسين.

ٻاهر پکي لاتيون لنوي رهيا هئا- جڻ ڪجهه به نه ٿيو هجي. اهي هڪ ٻئي سان پيار
ونڊي رهيا هئا، هلڪي هلڪي هوا گهُلي رهي هئي ۽ سونهري آس ۾ وڻن جا پَنَ جهومي
رهيا هئا، ڄڻ جڻ هڪ ٻئي کي ڪوملتا سان ڇُهي رهيا هئا- سموري سرشٽي انسانيت جي
دُکن کان بي خبر هئي.

پنهنجي ڪمري ۾ وڃي مون هڪ ننڍڙي بئگ ۾ ڪجهه سامان وڌو. شايد اسان آسٽريا
جي سڀني رهاڪن کي جرمن واسي سمجهيو ويندو. انگلنڊ ۾ هاڻي اسان تي به اهي پابنديون
لاڳو ٿينديون. شايد اڄ رات مون کي پنهنجي ڪپڙن ۾ سمهڻ لاءِ ڏاڍو ويندو. هڪ ڪلاڪ
اندر هڪ ئي ڌڪ سان هيٺ ڪريو هئس. مان هاڻي هن ديس ۾ هڪ 'ڌاريو' نه هئس- هڪ
'ڌاريو دشمن' هئس. هڪ پرڏيهي دشمن هئس. انهيءَ ڪيفيت ۾ منهنجي ڌڙڪندڙ دل جو
سنهپڻ نه هو. انگلنڊ، جرمنيءَ تي حملو ڪري ڇڏيو هو ۽ منهنجي زندگيءَ جو مطلب ئي
بدلجي ويو هو.

مان جرمن ٻوليءَ ۾ سوچيندو هئس، لکندو هئس؛ پر منهنجا خيال، منهنجا احساس انهن
ملڪن سان لاڳاپيل هئا، جن دنيا جي لاءِ آزادي ۽ امن گهريو ٿي. هن لڙائيءَ کان پوءِ
سڀ نئين سر شروع ٿيندو. جو گذري چڪو هو، آهو ناس ٿي چڪو هو، جيڪا ڳالهه مون

سڀ کان وڏيڪ ڪهڙي ٿي، اهائي ڳالهه اڻپوري رهجي ويئي هئي، پنهنجي موت کان وڏيڪ مون کي الهن جي ڳڻتي هئي، جي ايندڙ لڙائيءَ ۾ مارجڻ وارا هئا ۽ اهو مون سان ڀيو پيرو ٿي رهيو هو. مون دل سان آتما جي سموري زندگي انساني ايڪتا لاءِ ڪئين محنت ڪئي هئي ۽ هن وقت به اسان کي ايڪي جي ضرورت هئي. مون کي لڳو، ڄڻ مان اوچتو اڪيلو رهجي ويو آهيان. هڪدم لڏ ٽڪو ٿي ويو آهيان! انهيءَ ڏينهن آخري ڀيرو مون شهر جو چڪر هنيو، آخري ڀيري شالتي ڏٺم. آس ۾ وهنتل آرام ۾ شانت شهر اڳي کان جدا نٿي لڳو. پاڻ کان پڇيو هئم، ڪٿي ائين ته ناهي، ته ڪين خبر ئي نه پيئي آهي؟ پر اهي انگلنڊ جا رهاڪو هئا ۽ پنهنجي اندر کي قابو ۾ رکڻ جا ماهر هئا. ڪين پنهنجي حالت کي اجا به طاقتور ڪرڻ لاءِ نه جهنبڻ جي ضرورت هئي، نه دهل وڄائڻ جي ۽ نه ڪنهن هل ڪرڻ جي. اهو ڏينهن آسٽريا جي انهيءَ 1914ع جي جولاءِ کان ڪيترو جدا هو ۽ مان به ڪيترو بدلجي چڪو آهيان. تڏهن مان هڪ اڻسوچيندڙ جوان هئس. اهو مجايل، منواريل، پريل دڪان مون کي 1918ع جي خالي دڪان جي ياد ڏياري رهيو هو.

لڳم، هلندي هلندي مان سپنو ڏسي رهيو آهيان، جنهن ۾ ٿڪل ٽٽل عورتون، راشن جي دڪانن اڳيان قطار ۾ بيٺيون آهن. مائرون ڪارن ڪپڙن ۾ اداس آهن. ڦٽيل، منڊا، محتاج سپاهي... سڀڪجهه سپنو بڻجي چمڪندو رهيو آس ۾ ڀُوت بڻجي منهنجي اکين اڳيان اچي بيٺو. مون کي پنهنجا پوڙها سپاهي، لڙائيءَ تان موٽيل ٿڪل ٽٽل ڦاٽل ڪپڙن ۾ ويڙهيل سپاهي ياد اچي ويا. منهنجي ٿڪي ڏڙڪندڙ دل، گذريل لڙائيءَ کي ايندڙ لڙائيءَ جي اعلان ۾ هڪ ڀيرو وري محسوس ڪيو. ايندڙ پوائنتو طوفان اجا اسان جي نظرن کان لڪل هو. ماضي ختم ٿي چڪو هو، جو ڪجهه اسان حاصل ڪيو هو، ڦرجي ويو هو، ناس ٿي چڪو هو، ۽ اهو هاڃو اسان جي زندگيءَ کان گهڻو پوءِ تائين جاري رهندو. ڪجهه لڳون، هڪ نئين سنسار ٺاهڻ کان اڳ، ڪيترن لڙڪن ڪيترن ايڙا اسان تان لنگهڻو پوندو آهي.

آس تمام ٿڪي هئي. گهر موٽندي ڏٺم، ته منهنجو پاڇو منهنجي اڳيان بلڪل ائين ٿي لڳو، ڄڻ هاڻي هاڻي گذريل مهاڀاري لڙائيءَ ۾ ايندڙ مهاڀاري لڙائيءَ جو پاڇو ڏٺو هئم. مان اڄ تائين انهيءَ پاڇي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري نه سگهيو آهيان. اهو هر وقت منهنجي هر خيال جي ڪيڏ لڳو رهندو آهي. شايد انهيءَ پاڇي جون ڪاريون ڪَهريون روپ ريکائون منهنجي آتم-ڪٿا جي صفحن ۾ به ڪٿي نه ڪٿي لڪيل آهن؛ پر پاڇي جو جنم روشنيءَ مان ٿيندو آهي. جنهن پرڀات ۽ سنڌيا، لڙائي ۽ امن جو لاهه ۽ چاڙهه ڏٺو آهي، تنهن جيون ڏٺو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# قاضي قادن جا بيت نئين تحقيق جي روشنيءَ ۾



”**قاضي قادن** نه رڳو سمن جي دؤر جو وڏي ۾ وڏو ۽ باڪمال صوفي شاعر آهي، مگر موجوده تحقيق جي بناء تي چئي سگهجي ٿو ته هو سنڌي ٻولي جو پهريون وڏي ۾ وڏو شاعر آهي.“

اها راءِ اسان سورهن سال اڳ سنه 1962ع ۾ ”سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ“ لکندي قائم ڪئي هئي(1)، ۽ انهيءَ راءِ جو مدار قاضي قادن جي ستن بيتن تي هو، جيڪي ميين شاه ڪريم جي ملفوظات ذريعي محفوظ رهجي ويا آهن. هڪ ته انهن بيتن ۾ هيئت جي لحاظ سان، ’سنڌي بيت‘ جي ارتقاء جون مڙيئي صورتون موجود آهن؛ ۽ ٻيو ته اهي اعليٰ فڪر ۽ ڳوڙهن صوفيانه نڪتن جو آئينو آهن. انهيءَ ڪري ئي اهي ٿورا ست بيت بس قاضي قادن جي شاعرانه عظمت ۽ پاڪيزه فڪر تي شاهد آهن. ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم انهن کي بجا طور ”سنڌي ساهت جا ست چمڪندڙ تارا“ ڪري سڏيو هو.

هاڻي ستن جي بدران قاضي قادن جا سؤ کان وڌيڪ بيت دستياب ٿيا آهن، جن جي روشنيءَ ۾ قاضي قادن جي نيڪ سيرت، فڪر جي بلندي، ۽ شاعرانه عظمت کي وڌيڪ بهتر نموني ۾ پرکي پروڙي سگهجي ٿو ۽ وڌيڪ صحيح نظريا قائم ڪري سگهجن ٿا. سنڌس بيتن جي هن نئين ذخيري کي تورڻ تڪڻ سان لازمي طور جنهن پڪي پختي نتيجي تي پهچي سگهجي ٿو، سو هيءُ آهي ته بيشڪ قاضي قادن سنڌي اسامي شاعري جو ابو هو.

بيتن جو نئون ذخيرو جيڪو هاڻي هٿ آيو آهي، سو هن کان پوءِ قاضي قادن جي ڪلام جو سڀ کان وڌيڪ وڏو ۽ مکيه ماخذ ڪري ليکيو ويندو. اهو ذخيرو هند جي صوبي هريانا جي هڪ ڳوٺ ’رائيلا‘ ۾، دادو-پنٿي پيٿن جي هڪ ’مٺ‘ (مٺڙهي) ۾ رکيل هڪ قلمي ڪتاب ۾ محفوظ هو، جنهن کي هريانوي اديب راجا رام شاستري ڳولي هٿ ڪيو. هن ڪتاب ۾ قاضي قادن جا سنڌي بيت لکيل ڏسي، هن صاحب انهن بيتن کي سمجهڻ لاءِ دهلي جي سنڌي اديبن جو سهارو ورتو، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ هو ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻي،

(1) ڏسو ”سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ“، حيدرآباد سنڌ، 1962ع، ص 133.

هيري جيٺالال لَڪر ۽ شري جيٺرامداس دولت رام سان مليو، ۽ ٻنهي لڪر صاحب سان ٻه-ٽي ڏينهن ساڻس، ويهي انهن بيتن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪيائين. راجا رام شاستري جي ايتري شوق، هيري کي همٿايو ۽ منجهس سنڌي ادب جي خدمت جو جذبو جاڳايو، جو هن صاحب پنهنجي ذاتي محنت ۽ لياقت، ڪن ٻين اديبن جي صلاح مشوري، ۽ سنڌي ٻولي جي محقق ۽ سچڻ جيٺرامداس دولت رام جي تاڪيد ۽ آسيس سان گذريل ٻن سالن جي عرصي ۾ وڏي ڏن ۽ ڏيان سان پڙهي پروڙي، سُوڌي سنواري، انهن بيتن کي "قاضي قادن جو ڪلام" جي سري سان هڪ ڪتاب جي صورت ۾ شايع ڪيو(1).

جس انهن اڳين پڳتن ساڌن کي جن قاضي قادن جا ايترا سارا بيت لکائي محفوظ ڪيا ۽ پڻ راجا رام شاستري کي، جنهن اهي گولي هٿ ڪيا. وڏي جس ۽ شاباس هيري لڪر کي، جنهن هن ذخيري جي علمي طور چنڊڇاڻ ڪري، خاص طرح قاضي قادن جي بيتن کي سمجهڻ ۽ انهن جي صحيح پڙهڻين قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ پڻ انهن جي معنيٰ ۽ شرح لکي. جنهن محنت ۽ محبت سان هن سچڻ اهو ڪشالو ڪيو آهي، سو قابل قدر ۽ قابل تعريف آهي.

هيري لڪر جو هيءُ ڪتاب، جيٺرامداس دولت رام صاحب پنهنجي مهرباني سان اسان ڏي سوکڙي ڪري موڪليو ۽ ان جي پڙهڻ سان دلي خوشي حاصل ٿي. ذري گهٽ پنجن سوَن سالن کان پوءِ قاضي قادن جي هيترن سارن بيتن جو هٿ اچڻ، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ لاءِ هڪ نيڪ فال آهي. انهيءَ ڪري هن ناياب ذخيري تي هر نقطہ نگاه کان وڌيڪ سوچڻ ۽ سمجهڻ جي ضرورت آهي. دادا جيٺرامداس دولت رام پنهنجي دانائي واري 'مهاڳ' ۾ لکيو آهي ته:

"سنڌ ۽ هند جا عالم نه رڳو سندس (هيري لڪر جي) پورهئي جو نتيجو مائيندا، پر منجهائن جن کي ان قسم جي کوج جي سڪ چڪ آهي سي سندس ڪتاب مان سنڌي ٻولي جي اوسر ۽ وڪاس جي اتهاس تي چڱي روشني وجهي سگهندا... هيري لڪر جي هن املهہ پستڪ بعد پاڪستاني سنڌي عالمن کي توجهہ ڪري، قاضي قاضن (قادن) جي حياتي جو تفصيل سان 'عمدو ڪتاب تيار ڪرڻ گهرجي."

اها آچ قبولي انهيءَ سڏ کي اونائيو، ۽ اميد ته وڌيڪ تحقيق سان جدا طور اهڙو عمدو ڪتاب تيار ٿي سگهندو؛ پر ٻهريائين اهو ضروري آهي ته موجوده تحقيق جي روشني ۾ قاضي قادن جي بيتن جي صحيح سناءَ کي سمجهجي، ۽ انهن جي لفظن اصطلاحن معنيٰ ۽ صورتخطي تي وڌيڪ ويچار ڪجي. هيري لڪر جو ڪيل ڪشالو انهيءَ سلسلي ۾ هڪ بنيادي

---

(1) هيرو جيٺالال لڪر: "قاضي قادن جو ڪلام"، ٻوچا پبليڪيشنس، لارينس روڊ، دهلي، 1978ع.

ماخذ يا سرچشمو رهندو. وڌيڪ ڪوشش اها ڪرڻي آهي جو هن مکيه ماخذ توڙي ٻين سرچشمن جي آڌار تي، قاضي قادن جي سڄڻي بيتن جي جدا جدا پڙهڻين ڪي پيٽي انهن جو وڌيڪ صحيح متن قائم ڪجي. قاضي قادن جا بيت سنڌي ٻولي جو آڳاٽو دستاويز آهن، ۽ انهيءَ ڪري ضروري آهي ته انهيءَ دستاويز جي وڌيڪ درست ۽ صحيح صورت کي سمجهڻ ڏانهن اسان پنهنجو پورو ڌيان لڳايون. انهيءَ ڏس ۾ اسان جي طرفان هيءَ هڪ شروعاتي ڪوشش آهي، جنهن کي اڳتي اهان سان وڌيڪ تحقيق سان وڌيڪ مڪمل ۽ سهڻو ڪري سگهبو.

## ڪتاب "سنتون ڪي واڻي" ۾ لکيل قاضي قادن جا بيت

هندوستان جي صوبي هرياڻا ۾، روهتڪ شهر جي ويجهو راٺيلا نالي ڳوٺ ۾ دادو پنٿي پڳتن جي هڪ 'مٺ' (مڙهي يا اوتاري) ۾ هڪ وڏو دستخط پستڪ رکيل آهي، جنهن ۾ اوڻهتر سنتن ۽ ساڌن يعني فقيرن ۽ درويشن جو ڪلام لکيل آهي: جن مان هڪ قاضي قادن آهي. پڳتن جي هيءَ راٺيلا واري مڙهي، جنهن ۾ هيءُ دستخط ڪتاب 'سنتون ڪي واڻي' سانڍيل آهي، جنهن جو بنياد سنت هريداس سنه 1780ع سنبت/1723ع ۾ رکيو: ان وقت سنت هريداس عمر 23 سال هئي. هو سوامي تانند جو همعصر هو، جيڪو سنبت 1799/1856ع ۾ گذاري ويو. انهيءَ لحاظ سان سنت هريداس جي حياتي وارو عرصو اندازاً 1693-1799ع سالن جي وچ وارو آهي. انهيءَ لحاظ سان هو شاهه عبداللطيف (1689-1752ع) کان ننڍو هو، ۽ انهيءَ ڪري جيڪڏهن هن قاضي قادن جا بيت لکيا يا لکايا ته اهي 'شاهه جي رسالي' ۾ آيل بيتن کان اڳ پوءِ وارن سالن جا ڪري ڳڻبا. سنت هريداس دادو پنٿي ڀڳت هو، يعني ته درويش دادو ديال (1544-1603) جي هڪنهن چيلي جو چيلو هو. خود دادو ديال پاڻ شاهه عبدالڪريم (1538-1623ع) کان ڪجهه ننڍو هو. ان تي قاضي قادن جي بيتن جو وڏو اثر هو، ۽ قاضي قادن جا بيت يقيني طور دادو ديال تائين پهتا، جهڙيءَ طرح اهي شاهه عبدالڪريم تائين پهتا هئا. دادو ديال البت شاهه عبدالڪريم (1538-1623ع) کان ڪجهه ننڍو هو، ۽ پوءِ ته شاهه عبدالڪريم جي پيٽ ۾ هو سنڌ کان ٻاهر قاضي قادن کان پريو هو. قاضي قادن جا بيت اول سنڌ ۾ مقبول ٿيا ۽ پوءِ ٻاهر مشهور ٿيا، ۽ سنڌ اندر اهي شاهه عبدالڪريم تائين يقيني طور پهريائين ۽ سنڌ کان ٻاهر دادو ديال تائين پوءِ پهتا هوندا. انهيءَ لحاظ سان، انهن بيتن جي روايت (متن ۽ پڙهڻي) جيڪا شاهه عبدالڪريم کان شاهه عبداللطيف تائين پهتي، سا ٻي انهيءَ روايت جي پيٽ ۾ وڌيڪ پڪي ۽ ڀختي ڄاڻبي جيڪا دادو ديال کان ڀڳت هريداس تائين پهتي.

ڀڳت هريداس جي مٺ ۾ رکيل دستخط "سنتون ڪي واڻي" ۾ قاضي قادن جا بيت هيٺئين عنوان سان شروع ٿين ٿا:

”ڪاجي ڪادن جيِ ڪي ساکي (سنڌي)
اور يـي ساڌان ڪي ساکي اڪٺي.“

(يعني: قاضي قادن جي سنڌي ۾ ڪٿا (شاعري) ۽ ٻئي ٻين ساڌن جي ڪٿا (شاعري) هڪ جاءِ ڪٺي ڪري لکيل.)

بيتن جو خاتمو هيٺين عبارت سان ٿئي ٿو:

”ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي سمپورن سماپته“

يعني 'قاضي قادن جي شاعري هت پوري ٿي'.

هن عنوان هيٺ ڏنل بيتن کي دهلي جي لائق سنڌي اديب هيري ڄيٺالال ٺڪر (جنهن کي هن ڪان پوءِ اسان 'مؤلف' ڪري لکنداسون) اصل دستخط تان پڙهي انهن جي صورتخطي قائم ڪئي آهي ۽ پڻ بيتن جي معنيٰ لکي آهي. سندس اهو ڪتاب ”قاضي قادن جو ڪلام“ جي نالي سان هن سال 1978ع ۾ ڇپجي دهلي مان شايع ٿيو آهي. جيئن ته راڳيلا وارو اصل دستخط اسان جي پهچ کان ۽ هر عام اديب ۽ پڙهندڙ جي پهچ کان ٻاهر رهندو، انهيءَ ڪري 'مؤلف' جو تيار ڪيل ۽ ڇپايل ڪتاب ”قاضي قادن جو ڪلام“ ئي ”سنتون ڪي واڻي“ جي بدران اسان جي مطالعي جو مکيه ماخذ رهندو، ۽ ان کي ئي قاضي قادن جي بيتن جي پيٽ ۽ درستي لاءِ پڙهنداسون ۽ پرکينداسون.

## قاضي قادن ۽ ٻين درويشن جا گڏ لکيل بيت

مؤلف جي ڪيل محنت کان پوءِ، البت هن بنيادي قدم بعد اڳتي وک وڌائڻي آهي، ۽ ٻن مکيه ڳالهين تي وڌيڪ ويچار ڪرڻو آهي: پهريون ته هن ذخيري ۾ ڪهڙا بيت قاضي قادن جا آهن ۽ ڪهڙا ٻين جا آهن؛ ۽ ٻيو ته انهن بيتن جون سڀ کان وڌيڪ صحيح ۽ سهڻيون پڙهڻيون ڪهڙيون ٿي ٿيون سگهن. انهن ٻنهي سوالن کي خود لائق مؤلف پنهنجي ڪتاب ۾ سهڻي نمولي سان کنيو آهي ۽ گهڻي حد تائين انهن کي صاف ڪيو آهي. اسان سندس ڪيل محنت جو دلي قدر ڪندي، انهن ٻن مکيه سوالن تي قدري وڌيڪ روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪنداسون.

هن ذخيري ۾ ڪهڙا بيت قاضي قادن جا آهن ۽ ڪهڙا بيت ٻين جا آهن - ۽ اهو بنيادي سوال انهيءَ ڪري اٿي ٿو جو خود ”سنتون ڪي واڻي“ جي اصل گڏ ڪندڙ ۽ لکندڙ، يا ان کان پوءِ ٻئي ڪاتب يا سهڻو ڪري آتاريندڙ هنن بيتن واري باب جي مٿان صاف طور لکيو آهي ته هن باب هيٺ ”قاضي قادن ۽ ٻين“ درويشن جا بيت شامل آهن. البت هن باب جي آخر ۾ فقط قاضي قادن جو نالو ئي آندو اٿس ۽ ڄاڻايو اٿس ته 'قاضي قادن جا بيت پورا ٿيا'؛ هر جتي اهي بيت اچي پورا ٿين ٿا اتي وارا آخري ٿي بيت قاضي قادن جا ناهن هر

قاضي محمود جا آهن. هن باب جي سيري ۽ خاتمي وارين انهن عبارتن کي ويچارڻ سان هيٺين قياس جوڳن نتيجن تي پهچجي ٿو:

1- هن باب هيٺ سڀ ڪان وڌيڪ ۽ گهڻي ۾ گهڻا بيت قاضي قادن جا ئي آهن، جو شروع توڙي آخر ۾ سندس نالو ئي آندل آهي.

2- جمع ۾ بيان ڪيل "پڻ ٻين درويشن" ("اور ڀي ساڌان") واري اهڃاڻ سان اها مراد ولبي ته نه فقط هڪ يا ٻن يا ٽن، پر ان کان گهڻي ڪان وڌيڪ درويشن جا بيت شامل آهن. فقط ٻن يا ٽن ٻين جا بيت هجن ها ته اهي ڪڏ ڪنڌڙ، قاضي قادن سان گڏ انهن جا نالا آڻي صفائي ڪري ڇڏي ها.

3- ٽن درويشن (دادو، هلو ۽ قاضي محمود) جي پنهنجي نالي سان بيت موجود آهن، ۽ چوٿين درويش شيخ فريد جا پڻ هڪ ٻه بيت شامل آهن جن جي اصل گڏ ڪنڌڙ کي به خبر هوندي. پر انهن کان سواء ڪي ٻيا بيت ٻين درويشن جا به هئا جن جي نالن جي گڏ ڪنڌڙ کي پوري پڪ ڪانه هئي. انهيءَ ڪري حقيقت کي واضح ڪرڻ ۽ پاڻ ٽان ميار لاهڻ خاطر جمع جو صيغو استعمال ڪري لکيائين ته هنن بيتن ۾ قاضي قادن ۽ "پڻ ٻين درويشن" جا بيت شامل آهن.

مؤلف پنهنجي تحقيق کي ايتري حد تائين مهڙو ڪري نباهيو آهي جو جن ٻين درويشن جي نالن سان يا بنا نالن جي بيت جيڪي هن باب هيٺ شامل آهن تن کي جدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. سندس خيال ۾ جملي ڇهه بيت (هڪ دادو ديال جو، هڪ فريد جو، هڪ هلُو جو ۽ ٽي قاضي محمود جا) اهڙا آهن جيڪي قاضي قادن جا ناهن پر ٻين جا آهن.

## قاضي قادن جي بيتن کي پرکڻ جا اصول

علمي لحاظ سان هي شروعاتي تحقيق پوري مڪمل تڏهن تي سگهي ٿي جڏهن ان کي ڪن علمي اصولن موجب پوري جاچ سان نبيري سگهبو. انهيءَ سلسلي ۾ هيٺيان اصول اسان جي راه ۾ خاص اهميت رکن ٿا:

- **پهريون اصول، ٻاهرين شاهدي**

"سنتون ڪي واڻي" جي لکجڻ واري سال کان اڳ واري دور جي سنتن، ساڌن ۽ درويشن جي سڄي ڪلام جي اسان کي جاڻ هجي جو اهڙا بيت جيڪي هن ذخيري ۾ بنا نالي آهن پر ٻين ذخيرن ۾ اهي ٻين درويشن جي ڪلام ۾ موجود آهن، تن کي ڌار ڪري سگهون. انهيءَ اصول موجب ئي لائق مؤلف شيخ فريد جو هڪ بيت ڌار ڪيو آهي جيڪو بنا نالي هن ذخيري ۾ شامل آهي پر ساڳي وقت "آدگرانٿ" (گرو گرانٿ) ۾ پڻ موجود آهي. اهڙيءَ طرح هڪ ٻيو بيت پڻ "آد گرنٿ" ۾

متن جي ٿوري ڦيرگهير سان موجود آهي. ڊاڪٽر صاحب ان کي قاضي قادن جو ڪري ليکيو آهي، مگر ٻئي اصول موجب، جيڪو اسان هيٺ ڏيون ٿا، هن بيت کي پڻ قاضي قادن جي بيتن کان ڌار ڪرڻو پوندو.

## ● ٻيو اصول، اندروني ثابتي

هن اصول مطابق هر بيت جي اندروني سٽاءَ، ٻولي ۽ معنيٰ کي سامهون رکڻو آهي، ۽ سوچڻو آهي ته سٽاءَ، ٻولي ۽ معنيٰ جي لحاظ سان هر بيت قاضي قادن جو ٿي سگهي ٿو يا نه؟ تحقيق جي لحاظ سان هي اصول، پهرئين جيترو بلڪ ان کان به ڪجهه وڌيڪ وزندار ۽ ڪارگر آهي، خاص طرح انهيءَ ڪري جو هن ذخيري کان سواءِ ٻين ذخيرن ۾ (خاص طرح شاهه عبدالڪريم جي 'بيان العارفين' ۾) قاضي قادن جا صحيح ۽ پڪا پختا بيت موجود آهن جن جي سٽاءَ ۽ ٻولي ۽ معنيٰ کي سامهون رکي هن ذخيري جي هر بيت کي پرکي سگهجي ٿو.

لائق مؤلف ۽ ٻين سڄڻن به ڪنهن حد تائين هن ٻئين اصول جي پوئواري ڪئي آهي جو "بيتن جي ٻولي جو روپ، وياڪرڻ جي جوڙجڪ ۽ شبداولي سنڌي" کي ڌيان ۾ رکياڻون (1)، ۽ جملي هڪ سؤ ٻارهن بيت قاضي قادن جا ڪري سمجهياڻون. اسان جي خيال ۾، الهن بيتن کي هن اصول جي ڪسوٽيءَ تي وڌيڪ پرکڻ جي ضرورت اڃان باقي آهي.

اسان جي راءِ ۾ مٿين ٻن اصولن جي روشنيءَ ۾ اڃا به کي ٻيا وڌيڪ بيت، قاضي قادن جي ڪلام کان ڌار ٿيندا. پهرئين اصول جي پوئواري لاءِ وڌيڪ مطالعي جي ضروت آهي، جنهن لاءِ وڌيڪ وقت گهرجي. البت ٻيو اصول الهن هڪ سؤ ٻارنهن بيتن سان لڳائبي، نه فقط ڪن ٻاهرين بيتن کي جدا ڪري سگهجي ٿو پر خود قاضي قادن جي بيتن جي پڙهڻين کي وڌيڪ صحيح ۽ سهڻو ڪري سگهجي ٿو.

هيٺ اسان پنهنجي محدود ڄاڻ موجب اهڙي ڪوشش ڪنداسون، پر ان کان اڳ ڪن ضروري ڳالهين ڏانهن ڌيان ڇڪائينداسون. سڀ کان پهريائين "سنتون ڪي وائي" ۾ جنهن سٽاءَ ۽ صورتخطي ۾ اهي بيت لکيل آهن، تنهن کي ڌيان ۾ رکڻ ضروري آهي. انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته درويش دادو ديال پاڻ قاضي قادن جي بيتن کان متاثر هو. هن پاڻ پنهنجي حياتيءَ ۾ قاضي قادن جا بيت پئي پڙهيا جنهن کان متاثر ٿي پوءِ سندس چيلن ۽ ٻالڪن انهيءَ کي ياد ڪيو يا لکيو. انهيءَ اوائلي ڏي-وٺ ۾، انهن بيتن جي پڙهڻي تي ڏانڪي ۽ راجسٿالي ٻولين جو رنگ چڙهيو: يعني ته لهجو بدليو ۽ ڪن لفظن جي بيهڪ بدلي. ان بعد راجسٿالي رنگ واري روايت پنجاب (هريانا) تائين پهتي، ۽ ان تي پنجابي ٻولي جو

---

(1) قاضي قادن جو ڪلام: ص 38-39.

رنگ چڙهيو، ۽ پنجابي لهجي مطابق لفظن جي موڙ سوڙ ٿي. بهرحال قاضي قادن جي وفات (1551ع) يا ان کان به اڳ جڏهن کان وٺي اهي بيت دادو ديال (1544-1603ع) تائين پهتا، ان بعد راجسٿاني جون حدون ٽپي پنجابي جي حدن اندر آيا، تان جو 18 صدي ۾ پيٽ هريداس يا سندس چيلن لکيا ـ انهن لڳ ڀڳ ٻن صدين دوران انهن سنڌي بيتن جي لفظن ۽ عبارتن تي راجسٿاني ۽ پنجابي ٻولين جو رنگ چڙهيو. انهن بيتن تي اهو رنگ ”سنتون کي واڻي“ واري پڙهڻي مان ظاهر نظر اچي ٿو. جڏهن اهو رنگ لاهبو تڏهن لفظن، فقرن ۽ مصراعن جي صاف سنڌي صورت نظر ايندي.

ٻين ذخيرن ۾ آيل قاضي قادن جي بيتن مان ظاهر اهي ته قاضي قادن جي ٻولي جيتوڻيڪ گهڻي آهي پر اڄ سنڌي آهي. البت جڏهن قاضي قادن بکر ۾ ٿي چاڙهو لهنو ۽ وڏو ٿيو ته سندس ٻولي ٻڻ انهيءَ پاڳي جي مچي سگهجي ٿي: يعني ته اها ان دؤر جي اتر يا سري واري سنڌي ٻولي هئي، جنهن مان ان آڳاٽي دؤر ۾ سرائيڪي ٻولي جي آميزش ٿي؛ پر اها اهڙي ٻولي نه هئي جو ان جي سنڌي صورت گهٽي حد تائين متجي وئي هجي، يا ان ۾ سنڌي جو جزو ٿورو ۽ سرائيڪي جو مقدار زياده هجي. قاضي قادن جا بيت اهي ٿي هوندا جن ۾ سنڌي الفاظ يا اصطلاح گهڻا ۽ سهڻا هجن. اهو بلڪل ممڪن آهي ته قاضي قادن سنڌي سان گڏ سرائيڪي ۾ ٻه بيت چيا هجن، جيتوڻيڪ ٻين ذخيرن ۾ سندس جيڪي به بيت ڏنل آهن سي سڀ سنڌي ۾ آهن. هن کان اڳ سرائيڪي ۾ سندس ڪوبه شعر اڃان تائين نه مليو آهي، پر هن موجوده ذخيري ۾ سرائيڪي ۾ چيل ڪلام ٻڻ شامل آهي. اهڙي ڪلام کي ڏسبو ته ان جي سٽاء به ايتري سهڻي آهي ۽ ان جي معنيٰ ٻڻ ايتري اعليٰ آهي، جيترو قاضي قادن جي ٻين معلوم ۽ مشهور سنڌي بيتن جي آهي.

صاف سنڌي ٻولي ۾ چيل بيتن جي پرک فقط معنيٰ ۽ مقصد جي لحاظ سان ٿي ٿيندي. يعني ته ڏسبو ته انهن ۾ سمايل خيال ۽ معنيٰ جو معيار ايترو بلند آهي جيترو قاضي قادن جي ٻين معلوم ۽ مشهور بيتن ۾ آهي.

## ”سنتون ڪي واڻي“ ۾ قاضي قادن جي بيتن کان سواءِ ڪي ٻيا شامل بيت

مٿي جن ويچارن کي ورجايو ويو آهي، تن کي ذهن ۾ رکندي، ۽ ٻڻ ان سان گڏ سنڌي آسامي شاعري توڙي عام سنڌي شاعري جي مشهور معروف لفظن، محاورن ۽ مثالن کي سامهون رکندي اسان في‌الحال هن نتيجي تي پهچون ٿا ته ڪتاب ”قاضي قادن جي ڪلام“ ۾ انهن ڇهن بيتن کان سواءِ جيڪي مؤلف ڌار ڪيا آهن، اڃان ٻيا وڌيڪ بيت اهڙا آهن جيڪي ڌار ڪرڻ ضروري آهن، ڇاڪاڻ جو هڪ ته انهن جي ٻولي ارالي آهي، ۽ ٻيو ته انهن جي سٽاءُ، انهن جو وزن انهن جي شاعراڻي خوبي يا انهن جي معنيٰ جو معيار قاضي قادن

جي مشهور معروف بيتن جهڙو يا جيترو لاهي. حقيقت ۾ جڏهن 'سنتون ڪي واڻي'، آد گرنٿ ۽ ٻين مکيه ڪتابن ڪي پڙهي شيخ فريد، شاه حسين، قاضي محمود، دادو ديال ۽ ٻين اهڙن شاعرن جي بيتن کي قاضي قادن جي بيتن سان ڀيٽبو، تڏهن ئي ڪنهن صحيح نتيجي تي پهچبو ته ڪهڙا بيت قاضي قادن جا ۽ ڪهڙا ٻين جا آهن. في الحال جيڪو مواد اسان جي آڏو آهي، تنهن کي ڌيان ۾ رکندي اسان هن نتيجي تي پهتا آهيون ته هڪ سؤ ٻارهن بيت جيڪي 'قاضي قادن جي ڪلام' ڪتاب ۾ ڇپيا آهن، تن مان پنجٽيهه (35) بيت ڪن ٻين درويشن جا چيل آهن. انهن بيتن بابت گهٽ ۾ گهٽ ته ٻه ائين چئبو ته اهي بالڪل شڪ ڳاڌڙان آهن ۽ يقين سان ائين چئي ڪونه سگهبو ته ڪو قاضي قادن جا ئي آهن. هيٺ ايندڙ ٻن عنوانن هيٺ اسان انهن بيتن کي جيڪي گهٽو ڪري ٻين جا چيل آهن، ورهائي جدا ڪيو آهي، ۽ ٻن هر هڪ بيت جي صحيح صورتخطي ۽ صحيح معنيٰ بابت مختصر طور سمجهاڻي ڏني آهي.

## اهي بيت جيڪي گهڻو ڪري قاضي قادن جا ناهن

جملي هڪ سؤ ٻارهن بيتن مان جيڪي ڇاپي هيٺ آيا آهن، تن مان هيٺيان 35 بيت، ٻاهرين' توڙي اندروني ثابتي مطابق گهڻو ڪري ٻين شاعرن جا چيل آهن ۽ قاضي قادن جا ناهن. اسان هيٺ انهن تي وڌيڪ روشني وجهنداسون. بيتن جي مٿان جيڪي نمبر ڏنل آهن سي ساڳيا ڇاپي وارا آهن.

[ 4 ]

[ پاڻا ] پڙهندو ههٺي ويو، ڪوڙين لک قرآن
لکي لوڪ نه سگهيو، پاڻهي اندر پاڻ.

1- ڇاپي جي پهرين سٽ جي پڙهڻي ۾ لفظ 'پاڻا' ڪولهي، ۽ وزن توڙي معنيٰ جي لحاظ سان اهو ئي موزون لفظ آهي، جيڪو ڪٽيل آهي.

2- پهرين سٽ شعر توڙي فڪر جي لحاظ سان سادي آهي؛ ٻيو ته قاضي قادن جهڙي عالم يقيني طور 'قران' کي 'قرآن' ڪري ڪونه اچاريو هوندو. اسان جي راءِ ۾ هي درويش دادو ديال جو بيت آهي.

3- مؤلف هن بيت جي معنيٰ صحيح ڪري لکي آهي، ۽ جيڪڏهن هيٺين طور معنيٰ ڪبي ته به سهڻي ٿيندي.

-- پاڻ ئي پاڻ (رڳو پنهنجي لاءِ) ڪوڙين لکين دفعا قرآن شريف پئي پڙهيائين:

-- هو پنهنجي آپي اندر ايترو ته غرق هو جو ٻين کي (لوڪ کي) سيکاري نه سگهيو.

( ٻيا )

سچو لوڪ (عام ماڻهو) پنهنجو پاڻ ۾ ايترو ته محو آهي، جو حق ۽ حقيقت کي
اُتو سڃاڻي.

[ 14 ]

درَ پُورا ڪُرَ سڀ گهُران، حقيقتا هنجهه
ڪوڙين هنڌان ڪَڻَ چُڳن، سرَ پاڻيءَ جي منجهه.

1- هيءَ سٽ ۾ "سر پاڻي جي منجهه" وارو فقرو متاع ۾ سادو آهي. 'سر' (تلاءُ) آهي ته پاڻي جو، الهيءَ ڪري 'سر منجهه' چئي سگهجي ٿو، پر 'سر پاڻي جي منجهه' ڪونه چئبو. پيو ته هن سٽ ۾ سمايل خيال پڻ توحيد، هيڪڙائي ۽ هڪ-مَنائي جي ابتڙ آهي.

2- جيئن بيت بيٺل آهي، تيئن ان جي معنيٰ ٿيندي ته:

-- مون کي اهڙن ڪرونن جي طلب آهي جيڪي 'در پوريا' آهن، يعني ٻاهريان در پوري بند ڪري، اندر ئي اندر ڏا ڏٽيءَ کي ياد ڪن؛

-- اهڙا ڪرو حقيقي هنجهن مثال آهن، جيڪي پاڻيءَ جي تلاءَ ڪان ٻاهر نڪا اڪرن پر اندر ئي اندر ٽٻيون ڏيئي ڪيترين ئي جاين تان موتي ڪڻا پيا چڳن.

وڃي آيو ڪير، ڪنهن ڏنو منهن لاهوتين
اڇي ڪندو ڪير، ڳالهيون رب پرتيان!

1- هن بيت ۾ ساڳيو قافيو 'ڪير' ٻه دفعا آيل آهي، ۽ شاعريءَ جي لحاظ سان اها وڏي اوڻائي آهي.

2- هي ڪنهن ٻئي درويش جو چيل بيت آهي، ۽ ان ۾ جيڪو پڇيل سوال آهي تنهن جو جواب بيت نمبر [ 16 ] ۾ ڏنل آهي، جيڪو قاضي قادن جو آهي يا قاضي قادن جي ڪنهن همعصر اهو بيت چيو ۽ سوال پڇيو، ته اهو بيت اڳا ٻه اڳ جي ڪنهن درويش جو هو، جو قاضي قادن ان جو سهڻو جواب ڏنو.

3- معنيٰ صاف آهي ته:

-- اوڏهن وڃي الله وارن (لاهوتين) جو ديدار ڪري، وري موٽي ڪوڻ آيو آهي،

-- سو، الهن رب جي پيارن ۽ پرتلن جون ڳالهيون هت ڪير اڇي ڪندو!

[ 20 ]

اک اندر سَريو، جاڳي پس جُواڻ
منجهيئي مَکو تيو، منجهيئي ملتاڻ.

1- 'اک اندر' کي 'انگ اندر' پڙهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو. 'انگ اندر' يعني پنهنجي جسم ۽ جان اندر، پنهنجو پاڻ ۾. 'منجهيئي'، 'جواڻ' ۽ 'ملتاڻ' الفاظ جنهن شاعر هي بيت چيو تنهن جي مقامي لهجي وارا اچار آهن. هن وقت 'منجهيئي' چئبو.

2- 'الڪ الد ر' پڙهڻ سان معنيٰ ٿيندي:
-- اي جوان مردا! تون سجاڳ ٿي ڏس تہ تنهنجي پنهنجو پاڻ ۾ ئي سڀڪجهہ سمايل آهي.
-- مڪو بہ تنهنجي اندر آهي تہ ملتان بہ تنهنجي اندر آهي.

[ 22 ]

شهباز باز ٿيو، پَنکي نہ ماري
اک ڪوڙي عرس ۾، لُڏي سناري.

1- هي بيت گهڻو ڪري دادو ديال جو آهي. 'پنکي' ۽ 'عرس' درويش دادو جي پنهنجي مقامي لهجي وارا اُچار آهن. دادو جي پين بيتن ۾ پڻ 'عرس' آهي. سندس هيٺيون بيت ۽ مٿيون بيت ساڳئي سلسلي جا آهن:

اٿي پهر عرس ۾ لڏندا آهن
دادو پَسي تن کي، اسان خبر ڏين.

2- مؤلف بيت جي معنيٰ سهڻي ڪئي آهي تہ:
-- باز (رواجي انسان) شهباز (عارف ۽ ڪامل) بڻجي پيو: هاڻي اهو پکين کي لتو ماري (سنساري حرصن هوس ۾ لٽو ڦاسي).
-- ان جي اک آڪاس ۾ ڪتل آهي ۽ اهو مناري تي ويهي لُڏي رهيو آهي (اهو ڌيان ۾ مگن ۽ آنند ۾ جهومي رهيو آهي).

[ 23 ]

جنهين جان جُدا ڪيي، تون مُنڌہ؟ تنهين پَسُ
لتاڙين لَتُن سين، اٺئي پهر عَرسُ.

1- هن بيت ۾ سمايل خيال وڏو آهي، پر الفاظ اهڙا سهڻا ناهن جهڙا قاضي قادن جي پين بيتن جا آهن. پهريون تہ 'عَرسُ' وارو قافيو ڪنهن حد تائين صحيح آهي، پر قاضي قادن جهڙو وڏو عالم ۽ داناءُ 'عرش' بدران 'عرس' استعمال ڪري، سو اعتبار جوڳو ناهي. ٻيو تہ 'لتاڙي لتن سين' واري ٻولي پڻ معياري ناهي پر عامي آهي. تيون تہ جن جان جدا ڪئي آهي ۽ جن جو اهڃاڻ ٻيءَ سٽ ۾ ڏنل آهي، تن جي "اٺئي پهر عرش کي لتن سان لتاڙڻ" واري عمل مان ڪا خاص معنيٰ يا ڪو خاص نتيجو نٿو نڪري: يعني تہ اهو ذهن نشين نٿو ٿئي تہ چا ٿا ڪن ۽ ڇو ٿا ڪن؟ ٻيءَ سٽ ۾ اصل لفظ 'آٺي' آهي، جنهن کي بهتر آهي تہ 'اٺئي' پڙهجي.

2- معنيٰ صاف آهي ۽ مؤلف هيٺين طرح لکي آهي:
-- جن پنهنجي وجود کي وڃايو آهي، تون انهن جي منهن ڏانهن نهار.
-- اهي اٺئي پهر عرش کي لتن سان لتاڙيندا رهن ٿا.

[29]

جي اوڙ ينديون نه لهان، آلوڙ يندي ڏيئي،
توڙي ڏسڻ سونهڻي، آنبان تَل اُهي پيئي.

1. هي بيت صاف سرائيڪي ۾ آهي. سٽاءَ جي لحاظ سان جيتوڻيڪ سهڻو آهي، پر معنيٰ ڏليا ٿي وهنوار واري آهي ۽ ان ۾ ڪو به والهانه يا عارفانه خيال سمايل ڪونهي. معنيٰ عام مشهور مثال واري آهي ته ''توهه ڏسڻ جا سهڻا'' يا ''الين جو مٽ اٻڙيون نه ٿينديون''. اسان جي راءِ ۾ هي بيت قاضي قادن جو ناهي.

2. معنيٰ ته:

اهي (ظاهري سهڻن ته) ضرورت وقت گولها به نه لهي سگهان؛ باقي جڏهن ضرورت ناهي تڏهن ڍڪ لڳي ٿا وڃن (گهڻائي موجود ٿي ٿا وڃن).

اهي جيتوڻيڪ ڏسڻ جا سهڻا آهن، پر ڪو (لال ڳاڙها سهڻا) پير، الين جي مٽ ٿيندا (جيڪي رانگ ۾ ايڏا لال ناهن)!

[30]

سُوني سَرپ نه لوڙيان، جي لوڙيان تان اَسِڪ،
مون تنهان سندي ٻڪ، جنهين مستڪ مٿي ٻئي.

1. ڇاپي مطابق ٻيءَ سٽ ۾ پڙهڻي 'ٻلهه' (=ٻلهه) آهي، جنهن کي 'ٻلي' پڙهڻ مناسب ٿيندو. بيت ۾ سمايل خيال سهڻو آهي پر ٻولي جي سٽاءَ ۽ اسلوب بيان مان ظاهر آهي ته هي ڪنهن ٻئي شاعر جو چيل آهي.

2. مؤلف هن جي معنيٰ صحيح لکي آهي، ۽ جي هيٺين طور ڪبي ته به صحيح ٿيندي:

مون کي سُچا سَپ يا نانگ (سوني سرپ) جن جي مٿي ۾ مڻ ناهي، سي نه کهرجن؛ جي گهرجن ها ته اهڙا نانگ لکين موجود آهن ۽ ملي وڃن ها.

مون کي ته اهڙن واسينگ نانگن جي طلب آهي، جن جو مٿو مڻن سان ڀريو پيو. سنڌي شاعري جي روايت ۾ هي خيال آڳاتو ۽ عام مقبول آهي. مثلاً ٻه سؤ ورهيه ڪن اڳ جي شاعر سيد ڪبيرشاهه جو بيت آهي ته:

وَنءُ تون واسينگن وٽ، تُرت لهي ترياءِ،
مَڻ جني جي مٿي ۾ آهي شم جهڙي شغلاءِ،
سي سُرُ سٿي، سِر ڏيندا، آٿي تان ارواح،
ڪندا پاڻ پتنگ جيئن، صدقي صدقي ساهه،
ڪيرت ڪبيرشاهه چئي وڃي ڳاچ تني وٽ ڳاءِ
جن جو ڳٺن پريو ڳالهاءِ، سي ٿا عطر اوتين ادب سين.

[34]

تون و يرئون ٿي و يرٺ، جوڳي سو جو جڳ ۾،
تون اسان جو پيرٺ، سٽوڏي ڏئين سر ۾.

1. سنڌون سڏو عام دعا وارو خيال آهي، جنهن ۾ معنيٰ جي ڳوڙهائي يا بلندي ڪاهي. قاضي قادن توحيد ۽ هيڪڙائي جو قائل آهي، انهيءَ لحاظ سان هي بيت سندس ٿي نٿو سگهي؛ البت ائين ممڪن آهي ته سندس ڪنهن مريد ۽ عقيدتمند خود قاضي قادن بابت اهو بيت چيو هجي.

2. مؤلف صحيح معنيٰ لکي آهي، جيڪا هن طرح ٺ لکي سگهجي ٿي:
- تون سڀني ويرن (وڏي ست ۽ صبر وارن درويشن) کان وڏو وير آهين، ۽ تون ئي جڳ-گرو جوڳي آهين.
تون ئي اسان جو مرشد آهين، ۽ اسان جي سِن (سرير) ۾ سنئين وجهين.

[43]

ڪا ڪند ڪاهي آکرين، مٺن واچيندا آلدو،
سڄڻ آڇي اکرين، مٺن لوڙيندو لدو.

1. ڇاپي مطابق پهرين ست جو آخري لفظ 'اِئي ورڏو' آهي. بيت جي مطلب ۽ معنيٰ مطابق اهو لفظ "لدو" جي برابر 'آلدو' هجڻ گهرجي.

2. ٻولي قاضي قادن جي ناهي، ۽ شعر توڙي معنيٰ جي لحاظ سان هي بيت سادو آهي. معنيٰ ٿيندي ته:
[ ڪاغذ ڪارن اکرن وارو مون (ارت ڪري) جانچيو ته ٻه (ان جو ڪو اکر يا لفظ چٽي يا صحيح نمولي ۾ نه) مون نه ڏٺو.
- سڄڻ اڇن اکرن وارو صاف مهانڊي آهي، جنهن کي مون جڏهن گهريو تڏهن لڌو.

[46]

هسين ڪيت سهجڙي، رووڻ ڪيون ناهين،
پريان پسڻ جوڳيان، اکين تو ناهين.

1. ڇاپي مطابق پهرئين ست ۾ 'هسڻ' ۽ رووڻ' آهي. اهي آچار راجستاني لهجي جا آهن. سنڌي ۾ آچار 'هسين' ۽ 'روئڻ' ٿيندا. ٻيءَ ست ۾ اصل پڙهڻي 'اکين' آهي، پر صحيح لفظ 'اکين' ٿيندو.

2. هن بيت جي ٻولي سرائيڪي واري علائقي کان ٻه مٿي جي راجستاني آميز آهي، ۽ اها ٻولي قاضي قادن جي ناهي. 'آدگرانٿ' ۾ انهيءَ ٻولي ۾ رچيل ڪلام ملي ٿو.

3. معنيٰ صاف آهي ته:

- ڪهڙي مهج ۽ خوشي سببان کلين پيو؟- روئين ڇو نٿو.

- جو تو وٽ پرين کي پسڻ واريون اکيون ناهن!

[59]

پيتو ڦيٿو پيٽ ۾، ويڄي مُلان ماهه،
ڏُونهين ڏِنهي ڏوڙ ۾، الله اوري آهِ.

1. ٻوليءَ توڙي شعر جي لحاظ سان بيت ايترو معياري ناهي جيترو قاضي قادن جا بيت آهن. 'مُلان' ماه ڪوله ويندو، ۽ نڪي حڪيم يا ويڄ کي سنڌ ۾ 'مُلان' سڏيو ويو آهي. پوئين سٽ جي ٻوليءَ توڙي معنيٰ مبهم آهي. 'الله اوري آهِ' وارو جملو، ڌڻي تعاليٰ جي ذات بابت ادب جي معيار مطابق ناهي.

2. جيڪڏهن ائين ڪري ڄاڻجي ته هي بيت اڻ ڄاڻ ويڄ يا نيم-حڪيم بابت چيل آهي ته ان حالت ۾ هيٺينءَ طور پڙهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو:

پتو ڦٽو پيٽ ۾، ويڄي مُٺلا ماهَ،
ڏائين ڏِني ڏوڙ ۾، الله اوري آهَ.

'مٺلا' معنيٰ 'وٺان'، يعني ٻاهران ماس کان. 'ڏوئين' ڏني کي 'ڏائين ڏني'، (=ٻڌي هڻي) ڪري پڙهبو ته صحيح ٿيندو، معنيٰ ٿيندي ته:

- مرض اندر ۾ آهي ۽ پتو پيٽ ۾ ڦاٽو آهي، ته هو (نيم-حڪيم) وري ٻاهران جسم تان ماس کي پيو وڍي.

هن (ويڄ) ته سڄي ڏوڙ ۾ ٻڌي هڻي آهي (صاف غلطي يا ناانصافي ڪئي آهي)، باقي الله ٿي آهي جو منهنجي آهه کي اوري ۽ اگهائي.

[60]

قاضي ڪنت ۾ ايترو، مَت ڪيرو ٿي پيرُ،
پَلاٽيندو پوتيلي، مَتڪي ڪيندو ڪيرُ.

1. ڇاپي ۾ بيت ائين ڏنل آهي. شعر توڙي معنيٰ جي لحاظ سان هيءُ بيت قاضي قادن جي معيار جو ناهي. 'مت' لفظ صاف راجسٿاني-هندي آهي. 'مت ڪيرو ٿي پير' جي بدران 'مَتِ ڪيڙو ٿي پير' ڪري پڙهجي ته پوءِ معنيٰ ٿيندي ته 'تو ڇڳي راهه نه ورتي'. سڄي سٽ کي هيٺين طور پڻ پڙهي سگهجي ٿو:

"قاضي ڪنتِ ۾ ايترو، مَت ڪيڙو ٿي ڦير"

ڪيرو = ڍيري واري ڪيلي. ڍيري ڪي ڦيرائڻ ۽ سٽ ڪٽڻ واري معنيٰ جي لحاظ سان سٽ جو مطلب ٿيندو ته: 'اي قاضي! تون ايترو نه ڪٽ، ۽ پنهنجي ڍيري ڪي ايترو نه ڦيراءِ'.

2- جيئن بيت چاپي ۾ ڇپيل آهي تيئن مؤلف بيت جي معنيٰ هيئين طرح لکي آهي:

— قاضي! ايترو گهڻو وعظ نه ڪر؛ پنهنجي سمجهه ڪي لاهي ڪري ڀيرن ۾ ڪيو اٿئي.

— جيڏي مهل آءٌ ڀلائيندا، اوڏي مهل تنهنجي وعظن جي پوتلي (بجڪي، ڳوٿري) ڪير مٿي چاڙهيندو.

[ 62 ]

ڏاڏيئين پاڻ واڪاڻ ڪؤن، چيپ تنهنجي وات،
وڏي خالق نه گهرين، ڪرين پاڙي تات.

1- ڀيرئين سٽ ۾ اصل لفظ 'وَڪاڻ' آهي، جيڪو 'واڪاڻ' پڙهڻ بهتر ٿيندو. ٻيءَ سٽ ۾ ڍاٽڪي-راجسٿالي جي اثر هيٺ اصل ۾ ''گهرئين'' آهي، جيڪو 'ڪترين' وانگر 'گهرين' ڪري پڙهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو.

2- 'واڪاڻ ڪؤن' محاورو سهڻو ناهي. هيءُ بيت، مخاطب ڏي جنهن تڪي تنبيهه واري لهجي ۾ چيو ويو آهي سو قاضي قادن جي نمائي سهڻي ٻولي مطابق ناهي.

3- معنيٰ صاف آهي ۽ مؤلف پڻ سهڻي ڪري لکي آهي ته:

— جڳت جي آڻائيندڙ تنهنجي وات ۾ چپ ان ڪري رکي آهي ته تون ان سان سندس جس ڳائين.

— تون پنهنجي زبان سان ان وڏي خالق کي ياد ڪندي سندس طلب نٿو رکين (يا ڪانئس نٿو گهرين) جو (ان ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي جي يا ٻئي ڪان گهر واري) ٻي اجائي ۽ اڻ سهائيندي ڳالهه پيو زبان تي آڻين.

[ 63 ]

تنهن پڇي آساڻ، تون آسين نهين پڇيو
پڙهڻ هار قرآڻ، نهين رتو رحمان سان.

1- هن بيت جي ٻولي قاضي قادن واري ناهي. 'اساڻ' ۽ 'قرآڻ' وارا آچار قاضي قادن جا تي لنا سگهن. هيءُ بيت درويش دادو ديال جو آهي، ڇاڪاڻ ته ان جي سٽاءُ دادو جي بيتن جهڙي آهي.

2- معنيٰ ظاهر آهي ته:

— تو هيءَ ڳالهه اسان ڪان پڇي آهي، اسان توڪاڻ ڪانه پڇي آهي.

— تون سدائين قرآن شريف پڙهندڙ آهين، پر اچا رحمان سان نہ رتو آهين، يعني پاڇهاري ڏٺي سان هڪ نہ ٿيو آهين.

[ 66 ]

سچي سائين ساڻ، تون مَ ڪر ڪوڙي ڪوڙيان
جي تـوُ منجهہ هيانئوَ، وو سپو ڪسي پرڪٿو.

1- پولسي توڙي شعر جي لحاظ سان هي بيت قاضي قادن جو ناهي 'ساڻ' ۽ 'هيانو' قافيا صحيح ناهن.

2- معنيٰ صاف آهي ۽ مؤلف هيئين طور صحيح لکي آهي تہ:
— پنهنجي سچي سائين ساڻ، تون ڪُوڙن وارو ڪوڙ نہ ڪر، ڪوڙي (لڳي) نہ ڪر.
— جيڪو تنهنجي هردي اندر ويٺو آهي، اهو سڀ جي پرک رکي ٿو.

[ 68 ]

جيتي سَچ منسار سان، ستہ جا سائين ساڻ هوء
تو پڌر هي پوڙا تري، جہ ٿاء لير نہ ڪوء،

1- سهٽي معنيٰ وارو بيت آهي پر پولي پنجابي – راجستاني آميز آهي، ۽ قاضي قادن جي ناهي. (جتي = جيترا)، 'سہ' (اهو) ۽ 'جہ ٿاء' الفاظ پنجابي - راجستاني آميز آهن.

2- اصل پڙهڻي ۾ "جہ ٿانءُ" آهي، جيڪو اصليت جي لحاظ سان "جہ ٿاء" ( = جنهن جاء) هجڻ گهرجي.

3- معنيٰ ٿيندي تہ:
— (ماڻهوءَ جي) جيتري سچائي منسار سان آهي، اوتري جي الله ساڻ هجي.
— تہ پوءِ جنهن جاء (ٿاء) تي پاڻي نہ هجي، الهيءَ پڌري پٽ تي بہ جيڪر پوڙو تري.

[ 69 ]

سَچُ پيارا سائيـنئيـانُ، سـائيـن سَچ سُهاء
سَچِي مَنگَل نہ دَهيٺي، سچي سَرپُ نہ کاء
سَچُ سَمُنُدان سِر چڙهي، ڪوڙ ڪڪائين باء
جڏهون ڪڏهون ڪوڙ ڪي، ڏيندا سچ سزاء.

1- چاپي جي پيءِ سٽ ۾ 'دهٽي' بدران 'دَهٽہ' ۽ 'چڙهي' بدران 'چَڙهڻ' اچار راجستاني مطابق آهن.

2. ٻهري سٽون ٻه سٽون پنجابي-راجستاني-هندي آميز ٻوليءَ ۾ رچيل آهن، ۽ ٽين سٽ جو ٻيون فقرو ۽ چوٿين سٽ سنڌي ۾ سٽيل آهن. بيت سهڻو آهي پر مجموعي طور سان هي ٻولي قاضي قادن جي ناهي.

3. بيت جي معنيٰ صاف آهي ۽ مؤلف پڻ سهڻي ڪري لکي آهي ته:

- سائين کي سچ پيارو آهي، سائين کي سچ ئي وڻي ٿو.
- سچي انسان کي منگل گره جي آگ به جلائي نه سگهندي.
- سچي کي نانگ به ڏنگي نٿو سگهي، سچ (جو پيڙو) سمنڊ جي سيني تي چڙهي هلي سگهي ٿو؛ پر ڪوڙ ڪکن جي باهه وانگر آهي (جيڪا تمام تکي ٿيندي آهي، پر ٿورو وقت جٽاءُ ڪندي آهي).

جڏهن ڪڏهن (سدائين) سچ ڪوڙ کي سزاياب ڪندو.

[73]

جيهڙي سائن هٿڙي، تيهڙي ٻاڻ پرين،
ساڻن محبان چڏيو، تون نه چڏ ڏٿي.

1. بيت جا لفظ سنڌي آهن پر معنيٰ مبهم آهي. ٻهرين ۽ ٻي سٽ جي معنيٰ ۾ ڪو سهڻو سنبند ڪونهي؛ خيال پڻ عام سطحي ۽ شڪايت وارو آهي. مؤلف پڻ ڄاڻايو آهي ته ”هيءُ بيت معمولي تبديل سان گرو گرنٿ صاحب ۾ شيخ فريد جي بيتن ۾ ملي ٿو“.

2 ڇاپي مطابق ٻهرين سٽ ۾ ’ٻائن‘ بدران ’ٻائي‘ آهي، ۽ ٻيءَ سٽ ۾ ”ٻهڻ محبا“ آهي، جيڪو ”ٻائڻ محبان“ پڙهڻ سان وڌيڪ صحيح ٿيندو. انهيءَ لحاظ سان معنيٰ ٿيندي ته:

جهڙي ڪنهن کي هٿ ۾ ڏيندا، تهڙي هو ٻاڻ پڻ پريندا.

سڄڻن (محبن) توکي ٻائڻ ڇڏي ڏنو آهي، پر تون پنهنجي ڏٿي کي نه ڇڏ!

[74]

ڏينهه لٿا، سنجها ٿئي، اڳون آئي رات،
ڪنڙا ٻڪاري ٻاتيئي، ٻيڙا ڪپر وات.

1. ٻولي صاف سرائيڪي آهي. انهيءَ معنيٰ وارو ’دوهو‘ ’گرو گرنٿ‘ ۾ ٿوري تبديل سان شيخ فريد جي دوهن ۾ موجود آهي، جيڪو مؤلف پاڻ نقل ڪيو آهي (ص 35) ۽ جنهن کي سرائيڪي ۾ هيٺين طور پڙهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو:

فريدا! ڏکان سيتي ڏينهه گيا، سولان سيتي رات،
کڙا پڪاري پاتڻي، ’ٻيڙا ڪپر وات!‘

2. معنيٰ صاف آهي ۽ مؤلف پڻ سهڻي ڪري لکي آهي:

- ڏينهن پورو ٿيو، سانجهي ٿي، ۽ مٿان رات اچي وئي (يعني حياتي جا سڀ دور ختم ٿيا ۽ وقت پورو ٿي ويو.)
- ٻئي اڪارڻ وارو ٻيئو وڏي سڏ سڏائي، ته ٻيڙو (پائيندڙ سيبان) ڪرندڙ ڪنڌيءَ جي منهن ۾ آهي (يعني موت اچڻ وارو آهي.)

[76]

سَڄِڻ نَتَيِي جَبابُ ڇَڻي، سِي سَڄڻ ڪيت ڳَئي،
جيتي ٻال سرهر ۾، تيتي ڇڏڻ ٻَئي.

1. ٻولي سنڌي - سرائڪي - پنجابي آميز آهي ۽ قاضي قادن جي ناهي. ڇاپي مطابق ٻهرين سٽ جي پڙهڻي ۾ 'سو سڄڻ ڪيت ڳئي' آهي، پر بهتر ائين ٿيندو جيئن اسان لکيو آهي. ٻيءَ سٽ ۾ اصل لفظ 'ڇن' آهي جيڪو 'ڇڻ' پڙهڻ بهتر ٿيندو.

2. معنيٰ صاف آهي ۽ مؤلف پڻ سهڻي ڪري لکي آهي:

- سڄڻ پڙڀانگ ٿيل بستي جواب ٿي ڳهري ته اهي سڄڻ (جي هت هئا) سي اڄ ڪيڏانهن ويا.
- (سندن ڏک ۾) جيترا وار جسم ۾ هئا، سي سڀ ڇڻي پيا.

[77]

ٻيڙان سَڀي ڏهيليان، ايهي ٻيڙ نه ڪا
جڻن وڃڻ واڇو ٿئي، ڇائي هڪ خدا.

1. ٻولي سرائيڪي - سنڌي آميز آهي، ۽ خيال عام سطح وارو آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ رواجي بي صبري ۽ شڪايت سمايل آهي.

2. ٻيءَ سٽ جي ڇاپي ۾ 'جيئن وڃن' ۽ 'ڇائنه' (راجستاني لهجي مطابق) الفاظ آهن، جن کي 'جڻن وڃڻ' ۽ 'ڇائي' ڪري پڙهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو.

3. معنيٰ صاف آهي ۽ مؤلف پڻ سهڻي ڪري لکي آهي.

- سور سڀ ڏکيا آهن، پر اهڙو درد (محبت جو) ڪو ٻيو ڪونهي.
- هڪ خدا ٿو ڄاڻي ته (منهنجي لنؤ لنؤ ۾) واڇي والڪر ٻيو وڃي.

[89]

مٿو هٿو جاڳُ، راتيڙين سَبُه وِهاڻيان،
مَٿئين ٿيوءِ آياڳُ، پربن وسارڻ مَ ڪَر.

1. ٻولي ڍاٽڪي - سنڌي - راجستاني رنگ واري آهي. ڇاپي مطابق ٻهرين سٽ ۾ پڙهڻي 'هٿو' ('ه' جي پيش سان) آهي، پر صحيح 'هَتو' (زبر سان) ٿيندو جيڪو ڍاٽڪي جو

عام لفظ آهي ۽ معنيٰ اٿس 'هو' يا 'رهيو'. پڻ 'راتڙين' بدران ڇاپي ۾ 'راتڙي' آهي. ٻي ست ۾ ڇاپي مطابق 'ڀاڳ' آهي، پر صحيح 'آڀاڳ' ٿيندو. يا وري ائين پڙهجي ته 'مِتنيئَن' ٿيو ء ڀاڳ'.

- تون ستو رهيون! اٿي جاڳ جو رات سڄي وهامي وئي آهي (سڄو وقت گذري ويو ۽ عمر پوري ٿي وئي. جيڪڏهن 'راتڙي' پڙهبو ته پوء پويان فعل جي صورت 'وهاڻيئي'='وهاڻي' ٿيندي; يعني رات سڄي وهامي وئي.)
- تو مٿان بد بختي آئي آهي. (يا تنهنجو ڀاڳ مٺو ٿيو يا ڦٽو آهي)؛ تون پنهنجي پرين (خالق) کي ائين نه وسار.

[90]

پِرين وِساري رت روئن، ڪَبِڏي رِي ڪارڻ،
ڪَنڇَن راس وِڇاء ڪي، پُڪَنَ ڏوڙِ پوَن.

1. ٻولي سنڌي - ڍاٽڪي - راجستاني آميز آهي. ٻهرين سٽ ۾ 'رِي' معنيٰ 'جي' (ڍاٽڪي - راجستاني.)

2. معنيٰ مؤلف سهڻي ڪري لکي آهي ۽ انهيء مناسبت سان ٿي هيٺ ڏجي ٿي:
- ڪهٽ پُڏي ۽ ڪم عقلائي جي سببان (ري ڪارڻ)، هو پنهنجو پرين وساري (هاڻي) رت پيا روئن.
- اهي سون وارو سُور ڪٽيو وڃائي، هاڻي ڏوڙ جا ڀُڪ پيا ڀرين، يا ڀُڪن ۾ ڏوڙ پيا ڀرين.

[93]

مَنجهين سائو لاهي ڪِيِ، پَسَڻ ڪي گهاٽِي،
دُنيِ ڪَسُونيِي رِلڪ جيئون، وِيندوئي واٽِي.

1. ڇاپي مطابق بيت جي پڙهڻي ائين آهي. بيت ۾ مڪاڻل خيال بلند ڪونهي، بلڪ عامي آهي ته هي دنيا بي وفا ۽ بيڪار آهي. پسڻ کي گهاٽي توڙي 'ويندوئي واٽِي' وارن فقرن جي معنيٰ سهڻي ناهي، ۽ پڻ انهن جي معنيٰ مبهم آهي. هي بيت تنبيهه طور مخاطب تي چيل آهي، ۽ اهو انداز قاضي قادن جو ناهي.

2. بيت جي معنيٰ مؤلف هيئين طور لکي آهي.
- کهنبو رلڪ ڏسڻ کي ته گهاٽو ٿئي ٿو، پر ان ۾ اندر آهي ڪجهه به نه.
- هي دنيا به کنهبي رلڪ وانگر آهي، جو واٽ هلندي ئي ويندو آهي.

[94]

مَٿن پالُڻي سون، هي جَرَ پوسُ جَرِ ڪٿون،
وِيئين وَرائي وَن، ڪَنهُ لکي ڪارو ٿيو.

1. لفظ جي سٽاءَ تورڙي وزن ۾ اهڙي ڀڃائي ڪانهي. معنيٰ پڻ مبهم ۽ مُبتذل آهي.
2. مؤلف هيئين طرح معنيٰ ڪئي آهي، جيڪا غور طلب آهي.

مون هن چمڪندڙ پاڻيءَ کي سون ڪري سمجهيو.
(هٿ لاهڻ سان) اهو مون کي ورائي ويو ۽ مٽي لڳي، ڪارو ڪري ڇڏيائين.

[ 95 ]

پَلي (پَلي) وي پَلي، پَلي تيڳانون آئي
بابا آدم آئي حوا پَلي، پَلي سڀ دنياني.

1- ٻولي صاف سرائيڪي آهي. خيال سهڻو پر عام آهي.
2- بيت جي وزن سان ظاهر آهي تہ پهرين سٽ ۾ هڪ لفظ 'پلي' لکيت ۾ رهجي ويل آهي، انهيءَ ڪري "پلي پلي وي پلي" ڪري پڙهڻ سان ئي وزن پورو بيهندو.
3- معنيٰ صاف آهي ۽ مؤلف پڻ سهڻي ڪري لکي آهي تہ:
- پَلي ٽي پلي، هنن (آدم ۽ حوا) جي زماني کان وٺي پلندي آئي.
- بابا آدم ۽ حوا به پليا، پر سڄي دنيا ئي پليل آهي.

[ 98 ]

هَٿ وِياجهڻ 'لُوڻ، ڪَستُوري جهنگَڻ 'کهُري
سڄڻ' دي صابُوڻ، اندر اڄا نہ ڪَري.

1- ٻولي سرائڪي-راجستاني آميز آهي ۽ قاضي قادن جي لاهي. 'وياجهڻ' ۽ 'جهنگڻ' راجستاني محاوري جا لفظ آهن.
2- 'وياجهڻ' کي 'وهائن' پڙهجي تہ معنيٰ ٿيندي 'خريد ڪري'. 'جهنگڻ' کي 'جهنگين' پڙهجي تہ سڄي سٽ جي معنيٰ ٿيندي تہ: شهر ۾ دڪان تان وٺي لوڻ ٿيو، ۽ جهنگ ۾ گهر ٿيو ڪري 'ڪٿوري' جي.
3- اسان جو گمان انهيءَ طرف وڃي ٿو تہ جيڪڏهن بيت 'ضمير غائب' بدران 'ضمير مخاطب' سان پڙهجي تہ معنيٰ ۽ اثر جي لحاظ سان بهتر ٿيندو. ٻيو تہ هن مجموعي ۾ شامل پيا بيت بہ گهڻو ڪري 'ضمير مخاطب' يا 'ضمير متڪلم' ۾ آهن. بيت هن طرح پڙهجي تہ وڌيڪ سهڻو ٿيندو.

هَٿِ وهائين' لُوڻُ، ڪٿوري جهنگين کهُرين
سڄڻ دي صابوڻُ، اندر اڄا نہ ڪَرين.

(يعني تون پاڻ هٿ تان لوڻ وهائين ٿو پر ٻاهر جهنگ ۾ اڇي ڪٿوري جي، يا ڪٿوري جي ملهہ جي گهر ڪرين ٿو-وغيره).

[ 99 ]

سُبان مَحلان مَنڍيان، آچَليان، چَلِن،
هَٽڻون ٻِنن ڀَري، جهَنگِن آٿ مڱن.

1- ٻولي سرائڪي، پر پنجابي- راجستاني آميز آهي. قاضي قادن جي ٻولي ناهي.

2- اصل لفظ "آچليان، چَلَن،" آهي، پر "آچليان چلن" پڙهڻ بهتر ٿيندو، يعني تہ: ڇلن جهڙيون ريتيون هلڻ، اڻ سهائيندڙ پون ڪن، ڪُريتيون ڪن. اصل 'جهَنگِن' آهي، پر 'جهنگين' پڙهڻ بهتر ٿيندو.

3- جيئن بيت بيٺل آهي تيئن ان جي معنيٰ هيئين طرح وڌيڪ مناسب ٿيندي:
-- ڇگن جي وچ ۾، محلاتن ۾، توڙي بازارن ۾ ڪُريتيون ٿا ڪن.
-- شهر مان دڪان تان ڀري سودين، ۽ ٻوءِ جهنگ ۾ ان جي عيوض اٽ جي، يا اٽ جي ماهہ جي، گهر ڪن.

[ 101 ]

توبهہ ڪَرين، ٻاهُڙي، ٻاهڙي توبهہ ڪرين
ڪيهي سادي هَٺ ۾، راڌي آجاڙين.

1- ٻهرين سٽ صاف سنڌي ۽ ٻي سرائيڪي آميز آهي.

2- ڇاپي مطابق الفاظ، ٻهرين سٽ ۾ "توبهہ ڪري لہ"، ۽ ٻي سٽ ۾ 'رڌي' آهن، پر مٿي ڏنل پڙهڻي بهتر ٿيندي. ٻاهڙڻ گهڻو ٿاپڙجڻ؛ توبهہ ڪرڻ = ڇتائي گناهن کان هميشہ لاءِ بس ڪرڻ جو عهد ڪرڻ. راڌي = ٻيج وڌل، ٻوڪيل ٻني. سادو هٺ = بيجا غرور، اجايو گهمنڊ.

3- معنيٰ ٿيندي تہ:
-- اٻوجهہ غافل (پنهنجو پاڻ گناهن کان پاسو نٿا ڪن، ۽ هو) توبهہ تڏهن ڪن ٿا جڏهن ٿاپڙجن ٿا (يعني جڏهن ڪين تڪليف پهچي ٿي؛ ۽ پوءِ توبهہ وساري گناهہ ڪن ٿا ۽ وري) ٿاپڙجي ڏڪ کائي (پوءِ وري) ٿا توبهہ ڪن.
-- ڪهڙي غلط گهمنڊ ۽ اجائي وهم ۾ هو پنهنجي ٻوڪ يا ٻني ٻنا پيلائين ۽ برباد ڪن.

[ 102 ]

جي سائين سُون سچ، تو ٻوَ کهڙا سُتڙي،!
آيا ٿي ڪر لچ، توڙي اگرڙا پٽلهي.

1- ٻولي سرائيڪي- سنڌي آميز آهي.

2- ڇاپي مطابق ٻهرين سٽ ۾ اصل الفاظ "پوکوڙا سنتڙي"، ۽ ٻيءَ ۾ "ٻلئہ" آهي. 'ٻلئہ' اُچار راجستاني لهجي مطابق آهي، ۽ سرائيڪي ۾ صاف اُچار "ٻَلِهي" (ٻري) ٿيندو. 'سنتڙي' معنيٰ 'سَتل مرد کي'؛ پر جيڪڏهن 'سُتڙي' پڙهبو ته پوءِ ٻيءَ سٽ ۾ پڻ 'آيا' جي بدران 'آيي' پڙهبو.

- جي هو پنهنجي سائين سان سچو آهي، ته پوءِ سُتل کي ٻه ڪهڙو ڏپ!
- (اي سُتل!) تون اٿي ٻيهي لڇ، توڙي ڪٺي (ٻرن هيٺان) اگر ٻرندا ٽانڊا هجن.

[105]

ڪَرُوسين ڪُو ٻَل ليپجي ٽاري ٻَڌا هي،
عقل غيب الله دا، الله اِي آهي.

1. ڇاپي مطابق ٻهرين سٽ هن طرح آهي:

'ڪوهي ڪُو ٻَل ليپجيءَ ٽاري بن دا هي'

اصل ٻي سٽ ۾ 'آي' آهي.

2. ٻولي سرائيڪي هندي آميز آهي، ۽ قاضي قادن جي ناهي. ٻهرين سٽ جي معنيٰ مبهم آهي، پر البت ٻي سٽ صاف آهي:

ٿوري ويرم ۾ ڪونج پيدا ٿئي ٿو ۽ پوءِ وڏي ٽاري ٻڌجي ٿو.
الله جي غيب يا ڳجهہ جي پروڙ الله کي ئي آهي.

[106]

توڙي وَڃَنِ روُمَ، نانهہ نَصيبُون آڳرو،
مانيي وَتَنئين تُومَ، جهي ليکيا ڇَپَنِ مَ.

1. ڇاپي مطابق پڙهڻي ائين آهي. پوئين سٽ جو وزن پورو ناهي، ۽ بيت ۾ سمايل خيال پڻ قاضي قادن واري اعليٰ سطح جو ناهي. بيت جو مکيہ مطلب سنڌ ۾ هيٺين عام مشهور پهاڪي وارو آهي ته:

جهي شُوم وڃي رُوم،
ته به ڏوڏي مٿي ٿوم.

هي خيال زندگيءَ جي هڪ خاص طرز جو عڪس آهي، ۽ ان حد تائين ان ۾ هڪ حقيقت آهي، مگر ان سان گڏ ان ۾ انسان جي هڪ ڪردار جي شڪايت ۽ ندا پڻ سمايل آهي، اهڙي ليدا جو اظهار وڏن صوفين درويشن وٽ روا ناهي. البت عام سطح جو شاعر اهڙي ڳالهہ ڪري سگهي ٿو.

2. جيئن بيت بيٺل آهي، تيئن ان جي معنيٰ مؤلف هيٺين طرح ڪئي آهي:

- چاهي ڪير روم ۾ وڃي، اهو پنهنجي نصيب ۾ لکيل شيءِ کان وڌيڪ هٿ ڪري نه سگهندو.
- اهو مالي ۽ ٿوم لاءِ به پڇڪندو. جو لکيل آهي سو لڪندو ڪونه.

جيئن ته بيت ۾ سمايل خيال مشهور پهاڪي وارو ئي آهي، انهيءَ ڪري بهتر ائين ٿيندو ته بيت کي هيٺينءَ طرح سنواري پڙهجي ته معنيٰ پڻ سڌي سولي لڳي:

توڙي وڃي رُوم، (توءِ) ناهه نَصيبَئون اڳرو،
ساني مٿي ٿومَ، جنهن جو لکيو چيٽي ۾.

اڳين ٻولي موجب، 'توءِ' معنيٰ 'تہ بہ'؛ 'چيٽي ۾'، يعني روزازل واري چيٽي ۾.
معنيٰ ٿيندي ته:
- جيڪڏهن (ڪو شوم) ڪٿي روم وڃي، ته به پنهنجي نصيب کان اڳتي ٿي نه سگهندو.
- (هن جي واسطي ڪاڻ لاءِ) ساڳي مالي سان ٿوم هوندي، جيئن مندس واسطي روزازل کان لکيل آهي.

[111]

جي جي ٻوليِ مَئين؟ ڪيٽي، سو سو مُجهہ نہ ٿيوان،
آس چنگي ديوان ميں؟ سَڀي مُڪر گيان.

1. ٻولي سرائڪي، پر هندي - پنجابي آميز آهي.

2. اصل الفاظ ائين آهن جيئن مٿي ڏنا ويا آهن. 'جي جي' کي ٻن معنائن جي لحاظ کان پڙهي سگهجي ٿو: هڪ 'جڙي جڙي' جي معنيٰ 'جيڪي'، ٻيو 'جڙي جڙي' معنيٰ 'هائو هائو' ("قالوا بليٰ" واري قول ڏانهن اشارو). ربّ جڏهن روحن کي پيدا ڪيو تڏهن انهن کان پڇيائين ته: "ڇا، آءٌ اوهان جو رب ناهيان." ("اَلَسْتُ بِرَبِّڪُمْ؟"). جواب ۾ چيائون ته "هائو" (قالوا بليٰ) "بيشڪ تون اسان جو رب آهين". 'جڙي جڙي ٻول' يا 'جيڪي ٻول'، ٻنهي مان مراد "قالوا بليٰ" وارو وعدو آهي. ٻهرئين سٽ جي سِٽاءَ مان به اها معنيٰ لڳي ٿي. جيڪڏهن هي بيت اصل صاف سرائيڪي ۾ هو ته پوءِ ان کي هيٺين طور پڙهبو ته وڌيڪ صحيح ۽ بهتر ٿيندو. 'ٿيان' ۽ 'گيان' کي ٿ ۽ گ جي زبر توڙي زير سان پڙهي سگهجي ٿو. يا وري هن طرح پڙهجي:

جڙي جڙي ٻوليان مئن ڪيتيان؟، سي سي محهہ نہ ٿيان؟،
اس چنگي ديوان سين؟، سڀي مُڪر گيان؟.

- (ازل جي روز) جيڪي ٻول مون ڪيا هئا سي مون کان پورا نہ ٿيا.
- هن ناهوڪي محفل (هن جهان جي جنسار) ۾ (آءٌ ۽ ٻيا) سڀ پنهنجي ڪيل قولن تان ڦري ويا.

[112]

پڳا ساڃا نہ ٿيئي، مَن موتاهل ڪچ،
ڪنين سُٺيا لہ سَنيهيءَ، آڪين ڏنو سچ.

1. سنڌي آميز سرائڪي ٻولي آهي. صاف سرائڪي ۾ 'ٿئي' ۽ 'ڏنو' جي بدران 'ٿيوئي' ۽ 'ڏٺا' پڙهبو. ڇاپي مطابق ٻي سٽ ۾ اصل الفاظ "سنيا" ۽ "اک" آهن، جن جي بهتر ۽ صحيح صورت 'سُٺيا' ۽ 'آڪين' ٿيندي. هن بيت ۾ سمايل مثال ۽ ٻهاڪو سنڌ جي ادبي روايت ۾ آڳاٽي وقت کان وٺي مشهور آهي ۽ ويندي هن ٻوٽين دور تائين سگهڙن جي رس رهاڻ جو هڪ دلچسپ موضوع رهيو آهي. چولدا ته "هڪ موتي ٻيو سَنُ، ٻئي پڳا، ته ٻوءِ سچا نہ ٿيندا". چوندا ته "ڪنين سُٺي ۽ اکين ڏٺي ۾ تفاوت آهي". موتي ۽ سن جي پڄڻ واري مثال بابت هڪ بيت آهي ته:

ڏيئي ريهہ رُپي ڪسي، ڳنڊيو صرافن،
پڳو سچو نہ ٿئي، هڪ موتي ٻيو سن.

## اهي بيت جيڪي وڌيڪ خاطري سان قاضي قادن جا ٿي سگهن ٿا

ٻولي ۽ محاوري لفظن جي ٻيهڪ ۽ سٽاءَ معنيٰ جي معيار، حق ۽ حقيقت جي اظهار جي لحاظ سان وڌيڪ خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو ته هيٺيان 77 بيت قاضي قادن جا ٿي سگهن ٿا، بشرطيڪ اهو ميججي ته قاضي قادن سرائيڪي ٻولي ۾ ٻہ بيت چيا.

[1]

زِبران زبران آيتان، اڪران انت نہ پار،
هيڪڙو ايمان ۾ لَهين حيني سار.

1. ڇاپي مطابق ٻيءَ سٽ جا الفاظ "اڪر الت نہ پار" آهن. وڌيڪ صحيح پڙهڻي 'اڪربن انت نہ پار' يا 'اڪران انت نہ پار' ٿيندي. پر جيئن ته قاضي قادن پنهنجي آتر واري ٻڪر جي محاوري مطابق 'زبران زبران آيتان' آندو آهي، تہ هت پڻ 'اڪران' وڌيڪ موزون ٿيندو.

2. ٻيءَ سٽ ۾ ڇاپي وارا لفظ 'هيڪڙيو' ۽ 'لهن' آهن. 'هيڪڙيو' واري پڙهڻي ڍاٽڪي - راجستاني لهجي مطابق آهي: سنڌي محاورو 'هيڪڙو' ٿيندو. 'لهن' پڙهبو ته مطلب مبهم ٿيندو، ڇاڪاڻ جو 'لهڻ' جو فاعل لامعلوم آهي. 'لهين' (تون لهين) پڙهڻ سان بيت جو خطاب هر پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ ڪي ٿيندو. انهيءَ لحاظ سان معنيٰ ٿيندي:

- زبرن، زبرن، آيتن ۽ اکرن جو ڪو ڇيهہ ۽ شمارئي ڪونهي (الهن سڀني جي ڄڻن ڪي سنڀالڻ مشڪل آهي ۽ جزوي علم جي تفصيل ڪي ڪو بہ عالم پڇي ڪونہ سگهندو).

-(ٻر) ذاتي واحد ۾ جي تنهنجو ايمان آهي، تہ پوءِ تون انهن سڀني کي سنڀالي سگهندين (واحد خالق ئي سڄي جهان جي علم ۽ معلومات جو سرچشمو ۽ جامع ڪل آهي: الهيءَ 'ڪل' علم جي جامع ۾ ايمان سان 'جزن' جو علم خود بخود حاصل ٿي ويندو.)

[2]

جُون' جُون' پڙهن ۽ لِکَن، ڪوڙين' ڪَتَبِيان' جي پڙهين'،
اِيَ' سَڀائي سِکَن، جان' جان' پِريان' نہ مِڙين'.

1. چاپي مطابق ٻهرين سٽ هن طرح آهي:

'جو جو ٻاره لَکن، ڪوڙين ڪتبيان جي پڙهہ'

'ٻاره لَک' صحيح ناهي، ۽ اها اصل راوي يا لکندڙ جي غلطي آهي. تعداد جي معنيٰ اڳتي لفظ 'ڪوڙين' ۾ موجود آهي، جنهن سان گڏ وري 'ٻاره لَک' آڻڻ شعر ۽ معنيٰ جي سهڻائي جي خلاف ٿيندو. 'لَکَ' ('ل' جي زبر) وارو قافيو ٻيءَ سٽ جي 'سِکَ' ('س' جي زبر) سان لٺو ملي. صحيح لفظ 'ڪَتَبِيان' آهي جيڪو 'ڪَتَبَ' (معنيٰ 'ڪتابڙو') جو جمع آهي. 'پڙهہ' آچار راجستاني لهجي مطابق آهي، سنڌي اچار 'پڙهين' ٿيندو. ٻين بيتن ۾ پڻ فعلن جا اهيءَ قسم وارا آچار ('ڪرين' بيت 31 ۾، ۽ 'لهين' بيت 32 ۾) موجود آهن.

2. ٻيءَ سٽ جي چاپي ۾ 'ايهہ'، 'سڀائي' ۽ 'مڙءِ' الفاظ راجستاني لهجي موجب ڏنل آهن، جيڪي سنڌي ۾ 'اِيَ'، 'سڀائي' ۽ 'مڙين' ٿيندا. بيت جي معنيٰ ٿيندي:
- جيستائين جو تون لکين ۽ پڙهہ ۾ محو آهين، ۽ پوءِ ڪئي ڪوڙين ڪتابڙا پڙهين.
- تہ پڻ اها سڄي پڙهائي پَڙهہ واري سِکيا ۽ شاگردي ڇِڻي، جيستائين (تو ۾ اها چاڻ ۽ روشني پيدا نہ ٿي آهي) جو حقيقي محبوب سان تنهنجو وصال ٿئي.

[3]

ڪَتَبُ، قَدُوري، ڪافِيا، ڪَيي ڪِين پڙهيام،
سو ڏيهُ ٻي ڪو ٻيو، جان' نئي پرين لَدَام.

1. چاپي مطابق پوئين سٽ ۾ لفظ 'ڏيهو' آهي، جيڪو 'ڏيهُ' پڙهڻ صحيح ٿيندو. هي بيت 'بيان العارفين' ۾ پڻ موجود آهي. مگر ان ۾ 'پڙهيام' ۽ 'لدام' جي بدران 'پڙهيوم' ۽ 'لدوم' قافيا آيل آهن; ٻيءَ سٽ ۾ 'جن ٿي' واري پڙهڻي قاضي قادن جي بکر علائقي واري اترين ٻولي مطابق آهي. 'بيان العارفين' واري پڙهڻي ۾ 'ڏيهہ ٿي' جي بدران 'پار ٿي' آهي، جيڪو شعر جي لحاظ سان وڌيڪ موزون آهي، ڇاڪاڻ جو اهو لفظ 'پرين' سان وڌيڪ سهڻو لڳي ٿو.

2. بيت جي معنيٰ جيئن اڳ معلوم ۽ مشهور آهي، مؤلف پڻ صحيح نموني ۾ لکي آهي تہ:

- ديني فقه ۽ وياڪرڻ (صرف نحو) جا ڪتاب - ڪنز، قدوري ۽ ڪافيا - انهن مان ڪوبہ ڪونہ پڙهيو اٿم.

- اهو هنڌ ئي ڪو ٻيو، جتان ئي پنهنجي پريتم کي ٻاتو اٿم.

3- غور طلب ڳالهہ هيءَ آهي تہ قاضي قادن جهڙي عالم اهي ٽوڙي ٻيا ڪتاب پڙهيا هئا: اهي ٽيئي ڪتاب ان وقت نصاب ۾ داخل هئا ۽ هر شاگرد کي اهي پڙهڻا پوندا هئا. الهيءَ ڪري جيڪڏهن پهرين سٽ جي معنيٰ ائين وٺبي تہ اهو مطلب ڪونہ لڪرندو جيڪو بيت ۾ سمايل آهي. ٽيئن ڪتاب جو اصل صحيح نالو 'ڪافِيہ' آهي: بيت ۾ آندل 'ڪافيا' واري صورت 'ڪافيان' جي برابر آهي يعني 'ڪافيہ مان يا منجهان'. پر اهو 'مان' سيني سان لڳندو. انهيءَ لحاظ سان 'بيان العارفين' ۾ ڏنل پڙهڻي 'ڪي ڪونہ پڙهئوم' وڌيڪ صحيح معلوم ٿئي ٿي. سڄي سٽ جي معنيٰ ٿيندي تہ:

- 'ڪنز، قدوري ۽ ڪافيہ ڪتابن مان (حقيقي پرين سان ملڻ بابت) سون ڪجهہ بہ حاصل ڪونہ ڪيو'.

[5]

ڪُوبہ گهُرَ گهَڙي نہ ڪِيئُنِ، سائين تو ديدار کي
ڪِيهِي حَجَ ڪَرِين، سيئي پنهنجي رب ڏانَ؟

1- ڇاپي جي پهرين سٽ ۾ 'ڪين' بدران 'ڪِينْهہ' ۽ ٻيءَ سٽ ۾ ان سان ملندڙ قافيو 'ڪَرِينهہ' آهي، ۽ ٻنهي جا آچار ڀاڱي ۾ ملن ٿا. پر انهن آچارن لاءِ نہ تہ ڪو خاص سبب آهي، تہ لڪا وري سنڌي ٻولي ۽ شاعري جي سرمايي سان انهن آچارن جي ڪا ثابتي ٿي ملي. سنڌي لهجي مطابق انهن کي 'ڪِيئُنِ' ڪري پڙهبو. لفظ 'ڪِين' (معنيٰ 'ڪَنِ') لاڙي محاوري مطابق آهي. هن وقت اهو ڪو ورلي ڳالهائجي ٿو، پر اڳ شايد وڌيڪ استعمال ٿيندو هو، ۽ ٿي طرف رهڻ دوران قاضي قادن جي زبان تي چڙهيو. ساڳئي آچار مان فعل 'ڪِيندا' (=ڪندا) بيت نمبر [60] ۾ موجود آهي ۽ غالباً اهو بيت قاضي قادن جو ئي آهي. ٻيو لفظ 'ڏان؟' (=ڏانهن) ٻڻ لاڙي لهجي مطابق آهي.

2- ڇاپي ۾ ٻيءَ سٽ جي پوئين اڌ جي پڙهڻي "سووِي پَهُچُون رب ڏان" آهي. ڀانئجي ٿو تہ اصل راوي اهو فقرو صحيح طور نہ پڙهيو يا اصل لکندڙ صحيح نموني ۾ نہ لکيو. صحيح فقرو "سيئي پنهنجي رب ڏان" ٿيڻ گهرجي.

پهرين سٽ جو فقرو 'سائين تو ديدار کي' صاف آهي، پر جيڪڏهن هي بيت قاضي قادن جو آهي تہ پوءِ ائين صحيح نہ ٿيندو، جنهن جا ٻہ سبب آهن: هڪ تہ هن فقري مطابق شاعر جي شڪايت خود 'سائين' (الله) جي سامهون آهي، ۽ اهڙي شڪايت اعليٰ سنڌي شاعري

جي خواهش جي خلاف آهي. ٻيو ته اهڙي فقري مان اهو گمان به نڪري ٿو ته ’سائين‘ ڪو ٻيو آهي، جنهن کي شاعر ٿو چوي ته جيڪي تنهنجي ديدار جي گهڙ هڪ گهڙي به نٿا ڪن، سي ٻنهنجي رب کي ڪيئن رسندا!

اسان جي گمان موجب اصل لفظ ”ساعت ئي“ هئا، جنهن کي آچار جي هڪجهڙائي سبب ’سائين تو‘ ڪري پڙهيو ۽ لکيو ويو. ’ساعت ئي‘ فقري سان هي بيت هيٺين طرح سهڻو ٿي پيهندو:

جي گهڙ گهڙي نه ڪيئن، ساعت ئي ديدار کي
ڪيهي حج ڪرين، سي ٻنهنجي رب ڏانءِ.

– جيڪي الاهي ديدار لاءِ هڪ گهڙي به گهڙ نٿا ڪن.
– سي ٻنهنجي رب سان (سندس قرب، ٻاجهه ۽ ڪرم جي) ڪهڙي حجت ڪري ٿا سگهن!

[ 6 ]

ستي، ويٺي، آٿي، ڳالهائيندي، ڳائيندي
اسان تسان جي تاتڙي، واتڙيين ويندي.

1- ڇاپي مطابق، ٻئي سٽ ۾ ’ويندي‘ بدران ’ويندو‘ آهي. ظاهر آهي ته اصل راوي يا اصل لکندڙ اهي الفاظ صحيح ڪري نه لکيا. سنڌي ٻوليءَ جي سهڻي بيان موجب اهي لفظ الين ئي پيهندا جيئن مٿي ڏنا ويا آهن. قاضي قادن جي ٻئي هڪ مشهور معروف بيت جي سٽ (”سڄڻ منجهه هئام، مون ويٺي واءِ ڏيا“) ۾ لفظ ’ويٺي‘ موجود آهي، جيڪو ثابت ڪري ٿو ته مٿيان لفظ به انهيءَ سٽاءَ موجب هوندا. ٻيءَ سٽ ۾ لفظ ’تسان‘ سرائڪي جو آهي، ٻر لفظ ’اسان‘ سان سهڻي ٻيچ ۾ ٻيٺل آهي. جيئن بيت ۾ سمايل اعلا معنيٰ، قرآن شريف جي هيٺين آيت مطابق آهي ته:

”قُلْ إِنَّ صَلَاتِي وَنُسُكِي وَمَحْيَايَ وَمَمَاتِي لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ“ (=’چئو ته منهنجي عبادت، آرام، حياتي توڙي موت الله خاطر ئي آهي جيڪو جهانن جو پالڻهار آهي‘).
انهيءَ ڪري هيءُ بيت قاضي قادن جو ئي آهي. اهڙي منزل تي پهچڻ وارن بابت شاهه جي رسالي جي بيت جي هيٺين سٽ چيل آهي ته:

’ستا او سولهين، ننڊ عبادت جن جي‘.

2- معنيٰ صاف آهي ته:
– ستي، ويٺي، آٿي، ڳالهائيندي، ڳائيندي توڙي واتن ويندي
– اسان کي، اي سائين! – اوهان جي ئي تات طلب آهي.

[ 7 ]

آکَر ٻيا وِسارِ، الِفَ اکيون ئي ياد کَرِ،
سو تون ڏيئو ٻارِ، جو نه اُجهامي ڪڏهين.

1. ڇاپي مطابق ٻهرين سٽ ۾ اکيونِ بدران 'اکهونِ' آهي. اهو اچار ٻڻ صحيح آهي، ۽ لاڙي محاوري ۾ وڏيڪ رائج رهيو آهي. پر جيئن ته قاضي قادن جي ٻئي هڪ مشهور معروف بيت ۾ 'اکيان' لفظ موجود آهي ("اکر اکيان آيري، واکو تسي وريام")، انهيءَ ڪري هت ٻڻ هي لفظ 'اکيون' جي اچار سان لکڻ بهتر ٿيندو. ٻيءَ سٽ ۾ ڇاپيل لفظ "آجهنبڻ" آهي جيڪو راجستاني لهجي مطابق آهي. سنڌي ۾ 'اجهامي' ٿي ٿيندو.

2. هن بيت ۾ هڪ الله سان محبت ۽ ان جي يادگيري واري معنيٰ سمايل آهي. سنڌ جي عارفن ۽ الله وارن اهو سبق وري وري ٻئي ڏنو آهي. ميين شاهه ڪريم جي ملفوظات "بيان العارفين" ۾ ڏنل ٻهريون ئي بيت هي آهي ته:

تون ڇَوءُ اللهُ هيڪڙو، وائي ٻي م سِکَ،
سچو آکرُ مَنَ ۾، سو ئي ليکڻو ليکَ.

شاهه جي رسالي جو بيت آهي ته:

اکر پڙهه الف جو، ٻيا ورق سڀ وسارِ،
اندر تون اُجارِ، ٻيو پنا پڙهندين ڪيترا.

چون ٿا ته ٻيائي صاحب کي جڏهن ٻهريون سبق مليو، ۽ استاد چيس ته چئو 'الف'، ته چيائين 'الف'؛ پوءِ استاد چيس ته چئو 'ب'، ته چيائين ته 'الف' ئي بس آهي. هڪ سنڌي ڪافي جي مصرع آهي ته:

'اکر هڪ 'الف' جو ڪافي - ملان! ڏي 'ب' کنان معافي!'

بهرحال هن معنيٰ جو مثال اسان کي ٻهريائين قاضي قادن جي مٿئين بيت ۾ ملي ٿو، جنهن ۾ چيو اٿس ته "الف - ب" جا باقي ٻيا اکر وساري، فقط ٻهريون 'الف' (=الله) ڪٿي ياد ڪر.

3. بيت جي معنيٰ صاف آهي ته:

- ٻيا سڀ اکر وسار ۽ فقط منهنجو وارو اکر 'الف' ئي ياد رکـ.
- ('الف' يعني 'الله'، جي يادگيري وارو) اهو اهڙو ڏيئو آهي جيڪو تون ٻاريندين ته وري نه اجهامندو.

[ 8 ]

لائي لامُ الف سان، ڪاتبُ لکيو جيئن،
سون هينئڙو پريان سان لڳو آهي تيئن.

1. ڀٽ‌ريءَ ست ۾ ڇاپي مطابق ”ڪاتب لکين جيئن“ (=اي ڪاتب! جيئن تون ٿو لکين) آهي. هيءُ بيت شاهه جي رسالي ۾ مختلف پڙهڻين سان موجود آهي. مثلاً:

ڪاتبُ لکي جيئن، لائيو ’لام‘ ’الف‘ سين،
اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.

هن مان ظاهر آهي ته سنڌ ۾ هلندڙ قاضي قادن جي بيتن جي روايت موجب، ڀٽ‌ريءَ ست ۾ ’ڪاتب لکي جيئن‘ يا ’ڪاتبَ لکن جيئن‘ آهي.

’لام الف سان لائي لکڻ‘ وارو مثال پنهنجي پرين سان ويجهائي لاءِ آڏل آهي. الف - بي ۾ جڏهن ’آ - با - تا - ٿا‘ واري پٽي لکجي ٿي ته پوين سڀني اکرن جي پٺ ۾ ”لا“ ۾ ئي ’لام‘ سان ’الف‘ وڌيڪ ويجهو لڳي رهي ٿو. ’الله‘ لکڻ ۾ ته ’الف‘ بلڪل ’لام‘ ۾ ئي سمايل آهي. مؤلف پڻ انهيءَ لحاظ سان معنيٰ سهڻي ڪري لکي آهي:

- جيئن ڪاتب (خوشنويس) ’الله‘ لکڻ وقت ’الف‘ کي ’لام‘ سان جوڙي لکي ٿو
- تيئن منهنجي دل به پنهنجي پرينءَ سان ڳنڍيل آهي.

[ 9 ]

جانُ (ئي) ڀارانُ پَدرو، پُڌائون (سو) سَڏُ،
سون هينئڙو تن ئي ڪيو، سُپرين سان گڏ.

1. ڇاپي ۾، ڀٽ‌ريءَ ست هن طرح آهي:
”جان ڀائان جو پدرو، پُڌو آءٌ سڏ“

ٻوليءَ جي لحاظ سان، ’ڀائان جو پدرو‘ توڙي ’پُڌو آءٌ سڏ‘ فقرا صحيح ناهن. ڀٽ‌ريون فقرو صحيح ٿيندو ”ڀائان پدرو“، ۽ ٻيو فقرو صحيح ائين ٿيندو ته ”پُڌو مون سڏ“. جيڪڏهن هن ٻئي فقري جي اها ئي معنيٰ هجي ها، ته ٻوءِ اصل پڙهڻيءَ مطابق پڻ ائين ئي لکيل هجي ها؛ ڇاڪاڻ جو ’مون‘ جو لفظ قاضي قادن جي ٻين بيتن ۾ موجود آهي ۽ هن ست ۾ به اچي سگهي ها.

اسان جي خيال ۾ اصل لفظ ”پُڌائون“ هو، جنهن کي ”پُڌو آءٌ“ ڪري لکيو ويو؛ يعني اصل ۾ هو ته ’پُڌائون سَڏُ‘، پر اهو ڪهڙو سڏ ۽ ڪنهن جو؟ اهو سڏ ’آلَستُ‘ (=اَلَستُ بِرَبِّڪُمۡ؟ =ڇا آءٌ اوهان جو رب ناهيان) وارو هو، جيڪو رب جي طرفان ٿيو ۽ روحن ٻڌو، ۽ ”ڇيائون ته هائو“ (=قَالُوابَلیٰ). انهيءَ معنيٰ جي لحاظ سان به ”ڀائان جو“

يعني ”پنهنجي اندر جو“ سڌ صحيح نہ ٿيندو. ’پاڻان‘ وارو لفظ اصل ۾ ’پاران‘ (= رب جي پار جو)، يا ’پِرِيان‘ (= منهنجي وارو، اصل وارو)، يا ’پهريان‘ (اصل وارو) ٿي سگهي ٿو، پر جيئن تہ ’پاران‘ جي صورتخطي ’پاڻان‘ سان ملي ٿي، انهيءَ ڪري ”پاران“ رکڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو.

وزن جي لحاظ سان ’پڌائون‘ ڪان پوءِ ڪو لفظ ڪٽيل ٿو، جيڪو ’سو‘ ٿي سگهي ٿو. جيئن ہي سٽ ۾ ’تان ئي‘ آهي تہ پهرين سٽ ۾ پڻ ’جان ئي‘ ۽ ’تان ئي‘ ٿيڻ گهرجي. بيت نمبر [31] ۾ پڻ ’جان ئي‘ ۽ ’تان ئي‘ گڏ آيا آهن.

ٻيءَ سٽ ۾ ”سپريان سڻن“ آهي. شعر توڙي وزن جي لحاظ سان ’سپريان‘ پڙهڻ ئي صحيح ٿيندو. ٻيو تہ هن ڪان اڳئين بيت ۾ لفظ ’سان‘ موجود آهي، انهيءَ ڪري هت بہ ’سون‘ بدران ’سان‘ پڙهڻ گهرجي.

2. معنيٰ ٿيندي تہ:

– (روز ازل ڪان وٺي) جڏهن ڪان ئي (جان ئي) روحن رب جي پار جو سڏ ٻڌو

– مون تڏهن ڪان ئي (تان ئي) پنهنجو من پنهنجي سهڻي پرين سان ڳنڍي ڇڏيو.

[ 10 ]

پهريون ئي پريام جان؟ مون سائين، سون سپڻان،

هينئڙو هيڪ پنڌ ڪري، لڳو ڪَنهَ ڪيهڻان.

1. ڇاپي مطابق پهرين سٽ جي پڙهڻي آهي:

”پهريون ئي پريائم جا، مون سان ئي سڙان“

هن پڙهڻي مطابق ”مون سان ئي سڙان“ وارو فقرو ٻوليءَ جي لحاظ سان صحيح ناهي ۽ پڻ ان سان سهڻي معنيٰ نٿي نڪري. غالباً اصل ۾ ”سون سائين“ هو، جنهن ڪي ”مون سان ئي“ ڪري پڙهيو يا لکيو ويو، ۽ پڻ ”سيڻان“ بدران ”سڙان“ ڪري لکيو ويو. ’سيڻان‘، ’سيڻ‘ جو جمع آهي، معنيٰ سڄڻ، جيڪي سڃاڻپ ڪن. ’سيڻ‘ جو لفظ قاضي قادن جي بيت [نمبر 25] ۾ پڻ آيو آهي. لفظ ’جا‘ اصل ۾ ’جان؟‘ (= جيئن) هو. ٻيءَ سٽ ۾ اصل لفظ ’ڪهہ‘ (’هہ‘ جي پيش سان) آهي، جيڪو ’ڪَهَہ‘ يا ’ڪَهِ‘ (’هہ‘ جي زبر يا زير سان) ٿيڻ گهرجي.

2. سڄي پڙهڻي مطابق معنيٰ ٿيندي:

– اصل کان ئي (روز ازل ڪان وٺي) منهنجا پرين، جيئن تہ منهنجا سائين ۽ منهنجا سڄڻ آهن

– (انهيءَ ڪري ئي) منهنجي دل وڏي چاهہ ۽ خوشيءَ سان پنڌ ڪري، سفر جي وڏي ڪشالي واري ڏکي منزل (= ڪهہ) ۾ سندن پٺيان لڳي.

[ 11 ]

نہ سو لاھُو، نہ سِرو، نہ اورار، نہ پار،
مُوڙھو وَتيِنِ جنھ کي، سو مَن منجھہ لھار.

1. ڇاپي مطابق ٻھرئين سٽ ۾ 'اورار' بدران 'آروار' آھي، ۽ ٻيءَ سٽ ۾ 'جنھ' بدران 'تِينِ' آھي. 'اروار' غلط آھي، صحيح 'اورارِ' ئي ھجڻ گھرجي؛ ٻيءَ سٽ ۾ 'تن' بدران 'جنھ' ھجڻ گھرجي. 'لاھو' يا 'لاہ' معنيٰ لاڙ يا ڏکڻ (وارو پاسو سنڌ جو). شاھہ ڪريم جي بيت جي سٽ آھي تہ "جي آتر جي لاہ، سڄڻ سي پرڪتا". 'اورار' معنيٰ درياہ جو اوريون پاسو، ۽ 'پار' معنيٰ درياہ جو پريون طرف.

2. معنيٰ:

- ھو (پرين) نہ لاڙ ۾ آھي تہ نہ سري ۾، ۽ نکي درياہ جي ھِن پر آھي، تہ نکي ھُن پر.

- جنھن لاءِ تون حيران پريشان ٿي پيو ھلين، سو پنھنجي من اندر ڳولي ڏس.

پيٺاڻي صاحب ان ساڳئي خيال کي ھيٺين بيت ۾ آندو آھي تہ:

"لِڪو ڪولہ لطيف چئي، پاروچو پٺي پار،
نالي ليڙ لھار، تہ تو ۾ ديرو دوست جو".

[ 12 ]

دِل اَندرِ دَرْياءُ، پُڇين ڪيانْ سَمُولڊرَ ڪَلَ،
ماڻِڪَ اِيْ سَرِياءُ، چُڳِي چوڪا نہ ڪَٿين!

1. ڇاپي مطابق ٻھرين سٽ ۾ اصل الفاظ 'درياوَ' ۽ 'ڪِيا سَمُنْدِرَ ڪَلَ' آھن. 'درياوَ' بہ صحيح آھي پر اھو عام اچار آھي؛ 'درياءُ' پڙھڻ بھتر ٿيندو. 'ڪِيا' صاف سرائيڪي آھي، معنيٰ 'ڇا'؛ سنڌي ۾ 'ڪِيانْ' ٿيندو (معنيٰ 'ڇو') 'سمندر' ھندي آميز اچار آھي، سنڌي ۾ 'سمنڊر' ٿيندو پر وزن جي لحاظ سان 'سمولڊر' ڪري پڙھبو. لفظ 'ڪَل' صحيح آھي پر بيت [19] ۾ "ڪنولانھہ ڪر" آھي، انھيءَ ڪري ھت بہ "سمولڊر ڪَرَ" پڙھڻ بھتر ٿيندو. ٻيءَ سٽ ۾ ڇپيل الفاظ 'سرياوَ' ۽ 'چوڪي' آھن. سَرياوَ (اوھان ڪي سريا) بدران 'سرياءُ' (توکي سريا) وڌيڪ صحيح ٿيندو، جو مٿي پڻ جمع بدران واحد آيل آھي. ٻيءَ سٽ ۾ لفظ 'چوڪي' آھي، پر جيئن تہ 'ماڻڪَ' جمع ۾ آھن، تہ ھي لفظ پڻ 'چوڪي' بدران 'چوڪا' ٿيندو.

2. معنيٰ:

- درياءُ تنھنجي دل اندر آھي، ٻاھر سمنڊر جو پيو پڇين!

- ماڻڪ اِھي اتي ئي تو وٽ موجود آھن؛ سھڻا سٺا چولڊي چو نہ ٿو ڪڍين!

[13]

ڪانو مٿه ڏيئي، پيئا جي درياء ۾،
پَسندا سيئي، مانِڪَ اکڙين سين.

1. ڀهرين سٽ ۾ اصل الفاظ 'ڪايا' ۽ 'درياوَ' آهن. 'درياو' بدران 'درياء' لکڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو، ۽ 'ڪايا' جي بدران 'ڪانو' وڌيڪ صحيح ٿيندو. 'ڪانو' جي معنيٰ سمنڊ يا درياء ۾ پاڻيءَ جي لاٽ، يا ماڻاڻي. 'پاڻيءَ جو ڪانو ڏيڻ' معنيٰ لهڻ، هيٺ ٿيڻ، مانو ٿيڻ. سانوڻ ۾ درياء ۾ پاڻي گهڻو هوندو آهي، ۽ سمنڊ ۾ به پاڻي جو چاڙهه ۽ سختي هوندي آهي. سانوڻ گذرڻ ۽ سرءُ لڳڻ سان پاڻي ڪانو ڏيندو آهي. شاهه جي رسالي جو بيت آهي ته:

"سُڪي درُو ڏِيوُن ٿيئو، ڪنڌي ڏنو ڪانو،
پاڻي پنڌيهل ۾ اڳيون نه آئو."

پيڙياتا (پيڙين وارا) به سانوڻ جي موسم ۾ مڇي لاءِ، سيپون ڪيڻ لاءِ يا واپار لاءِ سمنڊ ۾ نه ويندا. سانوڻ ڪان پوءِ جڏهن پاڻي مانو ٿيندو ۽ هيٺ ٿيندو تڏهن پيڙيون تيار ڪندا:

"ڏني ڏياري، ساموڊين سڙه سنباهيا"

ڏياري جڻ سياري جي شروعات آهي. ان بعد پاڻي ڪانو ڏيندو ۽ مانو ٿيندو، ۽ پيڙياتا پيڙيون تاريندا (پاڻي ۾ وجهندا ۽ هلائيندا). الهيءَ پوري ۽ صحيح موسم ۾ جيڪي سمنڊ ۾ ويندا سيئي سپون ڪيندا ۽ سلامت رهندا. ٻيءَ معنيٰ جي لحاظ سان جيڪي لاٽ ۾ هيٺاهين ولندا سيئي مرادون مائيندا. شاهه عبداللطيف، قاضي قادن جي هن بيت کي جڻ وڌيڪ تفصيل سان ورجايو آهي ته:

ويا جي عميق ڏي، منهن ڪانو ڏيئي،
تن سپون سوجهي ڪيڍيون پاتاران پيئي،
پسندا سيئي، اصل اکڙين سان.

2. بيت جي معنيٰ ٿيندي ته:
- اهي لاڪنا جيڪي ڪانِي ۾ درياء (سمنڊ) اندر گهڙيا (1).
- سيئي وجي مانڪ اکين سان ڏسندا (حاصل ڪندا).

[16]

هُنَ سَرَ سندا هَنجهڙا، اِتي ئي آهين،
ڳالهين' رب پَرِتيان' جو منگهي تنه ڏين.

(1) سنڌ جي ڪاري (ساموڊي ڪناري وارن تعلقن) جي ٻولي ۾ 'سمنڊ' کي اڪثر درياء سڏيندا آهن.

1. ڇاپي مطابق، ٻيءَ سٽ ۾ 'تنهه ڏين' بدران 'سو ڏين' آهي، جيڪو سنڌي محاورو ناهي؛ انهيءَ ڪري 'تنهه ڏين' پڙهڻ بهتر ٿيندو. قاضي قادن هيءُ بيت ڪنهن ٻئي جي چيل هن ڪان اڳ واري ھيٺين بيت [15] جي جواب ۾ چيو:

وڃي آيو ڪير، ڪنهه ڏٺو مُنهه لاهو ٽيهين،
اڇي ڪندو ڪير، ڳالهيون رب پَرتيان.

لفظ 'ڳالهيون' مان گمان اٿي ٿو ته هي بيت وچولي يا هيٺ لاڙ جي ڪنهن درويش جو چيل آهي. قاضي قادن جي مٿين بيت ۾ لفظ 'ڳالهين' (=ڳالهيون) آهي جيڪو روهڙي ڊويزن جي اترئين ڀاڱي (خاص طرح گهوٽڪي، ميرپورماٿيلي ۽ اٻاوڙي جي ڀرواري سنڌي) جي ٻولي جو لفظ آهي. پڻ هن بيت ۾ سرائڪي-آميز مقامي ٻولي جو لفظ 'سنگي' آندل آهي.

2. معنيٰ ظاهر آهي ته:

- هن تلاءَ (الاهي راز وارو ٻيو جهان) جا هنجهه هتي ئي موجود آهن؛
- جيڪو ڪالهه رب جي ٻرئلن (پيارن درويشن ۽ ولين) جي ڳالهين جي ڳهر ڪندو تنهن کي ئي هو ٻڌائيندا.

ائين ٿو معلوم ٿئي ته پهرين سٽ جي معنيٰ وارو ٻيو ڪو اڳاٽو بيت پڻ هلندڙ هو، جنهن جي هڪ سٽ ميين شاهه ڪريم هن طرح پڙهي ته:

"ڪيه سَر سندا هنجهڙا، ڪيٿي ٿا چُڻن".

ساڳي معنيٰ ۾ ٻيو هڪ بيت پڻ اڳاٽي وقت کان وٺي سنڌ ۾ هلندڙ هو، جنهن جو جواب پيتائي صاحب ڏنو. اڳ ڪنهن درويش چيو ته:

"هنُو جي رڱ رڱين، سي ڪنٿي ڪنمب ڪٿي وڃا".

پيتائي صاحب جواب ڏنو ته:

اڄان پڻ آهين، هولدا ڪلجڳ تائين ڪاپڙي،
لالائي جو، لطيف چئي، هو لاڳ چڱو لائين،
ٿا نيت مقابل ليڻن، ماڻهو ميرا ڪپڙا.

[17]

سَرَ هيڪڙي وَسن، جَرَ ۾ ليه نه ڪنڌئو،
سارَ نه سالُورن، متي ڪنُول ڦُلاريو.

1. 'سَرُ' معنيٰ تلاءُ، پر 'سالورن' جو لفظ هن وقت سنڌي ۾ عام طرح مشهور معروف ناهي. هن کان پوءِ واري بيت [18] ۾ 'سالورو' واحد ۾ استعمال ٿيل آهي، ۽ ان بعد ٻئي

بيت [19] ۾ جمع ۾ 'سالور' آيل آهي. 'سالورو' جو جمع 'سالورا' هجڻ گهرجي. هن وقت سنڌ ۾ 'سالور' يا 'سالورو'، هڪ سائي گاهه کي چئجي جيڪو تلائن جي پاڻي ۾ ٿئي ٿو. مؤلف (هه) ان جي معنيٰ 'ڏيڏر' ڄاڻائي آهي.

2. بيت جي معنيٰ مؤلف (هه) هيٺين طور لکي آهي:

- ڪنول جو گل ۽ ڏيڏر، ٻئي هڪ ئي تلاءُ ۾، پاڻي ۾ رهن ٿا، پر سندن وچ ۾ پرم جڙي نه سگهيو آهي،

- ڏيڏرن کي اها سڌ ئي نه آهي ته متي ڪنول ڦلاريو بيٺو آهي.

[18]

جهڙي سالُورو سُڌَ لَهي، ڪَنُولان سندي ڪاءِ

تـو پَيو پاتال ۾، هوند نـه مِيتي نـه ڪاءِ.

1. بيت جي معنيٰ صاف آهي، مگر لفظن جي ٻيهڪ ۽ بيان جي سٽاءُ جڻ اڄ ڪلهه جي ٻولي واري آهي، مؤلف (هه) بيت جي معنيٰ هيٺين طرح لکي آهي ته:

- جيڪڏهن ڏيڏر کي اها ڄاڻ هجي ته تلاءُ ۾ ڪنول به آهن

- ته اهو جيڪر پاتال (تلاءُ جي تر) ۾ ويهي متي نه ڪائي.

[19]

ڪي وِيجهائي ڏُور، ڪي ڏُورئي (اوڏا) وَلَهَا،

هو جهڙي جَرَ سالورَ لڏي نه (تن) ڪَنُو لانهه ڪَرَ.

1. ڇاپي مطابق، ٻهرين سٽ جي اصل پڙهڻي ۾ لفظ 'اوڏا' ڪٺل آهي، ٻيءَ سٽ ۾ اصل الفاظ 'هوئي' ۽ "لڏي نه ڪَنُو لانهي" آهن. قاضي قادن جي هن خيال کي شاهه عبداللطيف هڪ بيت ۾ تضمين طور ڪتب آندو آهي، جنهن ۾ لفظ 'اوڏا' موجود آهي. انهيءَ لفظ وڌائڻ ڪان سواءِ وزن پورو ٿي نه بيهندو. ٻيءَ سٽ ۾ ٻهريون لفظ 'هوئي' آهي جيڪو غالباً راجستاني محاوري مطابق آهي. سنڌي ۾ 'هو جي' (= هو جيڪي) پڙهبو، ۽ 'جهڙي' لفظ قاضي قادن جي متي ڏنل بيت [5] ۾ پڻ موجود آهي. ٻيءَ سٽ جي پوئين اڌ جي اصل پڙهڻي "لڏي نه ڪنولانهه ڪَرَ" آهي جيڪا وزن ۾ ڪٺل آهي، ۽ ائين ٿو لڳي ته لفظ 'تن' رهجي ويل آهي، 'ڪنولانهه' جي ٻيهڪ غور طلب آهي. اهو هاڻوڪي اچار موجب لفظ 'ڪَنُولانِ' (= ڪنولن جي) جي برابر آهي. پر ائين لڳي ٿو ته اضافي يا جري ترڪيب وارا اهڙا جمع جي صيغي جا الفاظ، يا پيا اهڙا الفاظ جن جي پڇاڙي 'آن' هجي، سي 'هه' جي ٽيڪ سان اچاربا هئا. ڏهه اينڊ بيت جنهن ۾ 'آڪاسانهه' يا 'منجهانهه' آيل آهن. پڻ

اڪين پڙهئين ۾ ’اسالهجو‘ (= اسان جو)، ’اسالهجي‘ (= اسان جي) ۽ ٻيا اهڙا آچار موجود آهن.

2. معنيٰ هيءَ آهي ته: ٻن ڏرين جي محبت جو مدار مفاصلي تي ناهي: ڪي ٻري رهندڙ ٻه دل کي ويجها آهن، ته ڪي گڏ رهندڙ به ڄڻ ٻري آهن.

- ڪي ويجها رهندڙ به ڄڻ ٻري آهن، ته ڪي ٻري رهندڙ پيارا (ولها = گهوٽ) ٿا (دل کي) وڌيڪ ويجها آهن.

- ’سالور‘ ۽ ڪنول ٻئي ساڳئي پاڻيءَ ۾ ٿا آهن، ته به هڪٻئي کان ٻري آهن، جو ڪين هڪٻئي جي ڪل ٿي ڪانهي.

شاهه عبداللطيف هيٺين بيت ۾ قاضي قادن جي بيت جي پهرين سٽ ڪئني آهي ۽ اڳتي ان کي وڌيڪ سهڻو ڪيو آهي ته:

ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سپرين،
ڪي چڙهن نه چت تي، ڪي نه وسرن مٿور،
مينهن ڪنديءَ جئن پور، تئن دل وراڪو دوست سين.

(ٻروو سنڌي)

[21]

اڪيون آڪاساله، فوجون ڪري آئيون،
سوڙهي گهٽي منجهانه، سوجهي ٻريون لهنديون.

1. آڪاساله، معني ’آڪاس سان‘ يا ’مٿان آسمان کان‘. ”اڪين جو آڪاس تان فوجون ڪري لهڻ“ واري سهڻي تصوير ۽ سهڻو خيال قاضي قادن انهيءَ لحاظ سان آندو آهي، جو محبت واريون اکيون فراق سببان پاڻيءَ سان ڀريل آهن، ۽ ڄڻ ڪڪر آهن، جيڪي آڳم ڪري اينديون ۽ هر جاءِ تي ۽ هر گهر ۽ گهٽيءَ ۾ وسنديون ۽ پنهنجا سڄڻ گولي لهنديون. اکين جي آگمڄڻ ۽ وسڻ وارو خيال، قاضي قادن کان پوءِ واري دور جي اعليٰ شاعري توڙي عوامي شاعر ۾ عام آهي- مثلاً ’شاهه جي رسالي‘ جي بيتن ۾ اهو خيال هن طرح سمايل آهي:

آڳم ڪيئو اڇن، سڄڻ سالوڻ مينهن جيئن.

--

لس ٻارين لوڪ، آڳم ڪيئو اکين سين.

(سر سارنگ)

--

اکين جا آڳم، سون تان لاهه م سپرين.

(سر رپ)

اکين جو فوجون ڪري لهڻ وارو جنگ جو خيال ۽ ڪڪرن وانگر اُگهجڻ وارو مثال رسالي جي هيٺين بيت ۾ وڌيڪ تفصيل سان سربستو آندل آهي:

اکيون ڪيئي آهين، وڏا واجهه وڙهڻ جا،
آيون سنڌي سامرو، جهيڙو ڏيڻ لاهين،
جيئن سي ڪڪر آن ۾، تيئن اُگهيون آهين،
جهڙ ڦڙ ڏيڻ لاهين، وسن ساڻون مينهن جئن.

(سر رپ)

2. معنيٰ ته:

- اکيون ڄڻ آسمان تان فوجون ڪري لٿيون آهن (اُئين جيئن ڪڪر قطارون ڪري وڏي گوڙ ۽ غلغلي سان پرجهي اچن)

- (اهي پاڻيءَ سان ڀريل اکيون ڪڪر وانگر) سوڙهين گهٽين توڙي گهرن ۾ هر جاءِ وسنديون ۽ پنهنجي سڄڻ کي ڳولي لهنديون.

[24]

واحد هنڌين دائرين، هيڪڙو ميهي،
جنهين جان جدا ڪيي، پسندا سيهي.

1. ڀورين مت ۾ اصل لفظ 'هيڪڙيو' آهي، جنهن کي 'هيڪڙو' ڪري پڙهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو، جيئن ستي بيت [1] ۾ آهي. لفظ 'ميهي' قاضي قادن واري وقت جي مقامي بولي جو آهي؛ 'مڙيئي' کي ان وقت مقامي طور بکر ۾ يا آسپاس 'ميئي' ڪري اچاريندا هئا. عربي لفظ 'دائرو' سنڌي ۾ ٻن خاص معنائن ۾ استعمال ٿيو آهي: هڪ 'حلقو' تعليم جي سلسلي جو (شاگردن جو استاد آڏو گولائي ۾ ويهڻ)، جنهن جي اصطلاحي معنيٰ ٿيندي درسگاه يا ڪنهن خاص تعليمي ۽ اعتقادي نظريي ۽ فڪر وارو گروه. ٻي معنيٰ، ڪوبه ماڳ مڪان، جتي ماڻهو ڪنهن خاص مقصد لاءِ ايندا ۽ گڏ ٿيندا هجن.

2. بيت جي معنيٰ صاف آهي، ۽ مؤلف (ه) پڻ سهڻي ڪري لکي آهي ته:

- هر جاءِ ۽ هر ماڳ مڪان (تي ماڻهو يا سندن خيال جيتوڻيڪ جدا جدا آهن، مگر سڀني جو خالق) ڌڻي هڪ (واحد) آهي.

- البت ان کي اهي ڏسي سگهندا، جن پنهنجو پاڻ وڃايو آهي ۽ پنهنجي هستي ۽ خودي کي ختم ڪيو آهي.

[25]

حقيقي مون سڀڻ، وسن شهر حقيق ۾،
ڳالهه چون حقيقيان، چون حقيقي وڻ.

1. ڇاپي جي ٻهرين سٽ ۾ اصل لفظ 'سهر' آهي، جنهن کي 'شهر' ٿي پڙهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ قاضي قادن 'شهر' کي 'سهر' ڪوله ڇپيو هوندو.

2. بيت جي معنيٰ صاف آهي، ۽ مؤلف (هه) پڻ صحيح لکي آهي. هيئين طرح ڪبي تہ بہ سهڻي ٿيندي:

- منهنجا سچا سڄڻ (سدائين) رهن ٿي سچ جي شهر ۾
- اهي جيڪي ڳالهائين ٿا، سو سڀ حق طرفان يا حق مطابق آهي، ۽ هو (سيڪنهن کي) سچا (حق ۽ انصاف) اکر يا گفتا چون ٿا.

[26]

شَفِيقِي سون سڄڻ، وَسن شَهر شَفِيق ۾،
ڳالهہ چون شَفِيقَيانِ، چون شَفِيقِي وڻ.

1. ڇاپي ۾ بيت جي پڙهڻي هيئين طرح آهي جيڪا مؤلف (هه) ڪهڻو ڪري هوبهو ديوناگري ۾ لکيل اصل دستخط مطابق ڏني آهي.

سَفيفي سُون سڄڻ، وَسَن سَهر سَفَافَ ۾،
ڳالهہ چَون سَفَافِيانِ؟ چون سَفافِيي؟ وڻ.

هن پڙهڻي مان اهو نتيجو نڪري ٿو تہ ديوناگري واري 'دستخط' جي لکندڙ پاڻ يا ٻئي جنهن قاضي قادن جا بيت ڪيس ڏنا تنهن ڪنهن ٻئي 'دستخط' (جيڪو سنڌي-عربي صورتخطي ۾ لکيل هو) تان اهي بيت پڙهيا ۽ اتاريا ۽ پنهنجي اڻاڻي ۾ غلطي ڪئي جو 'شفيقي' لفظ کي صورتخطي جي هڪجهڙائي سببان، 'سفيفي' ڪري سمجهائين، لکيائين ۽ پوءِ پيا ٻيا الفاظ بہ انهيءَ لحاظ سان لکيائين. اصل لفظ يقيني طور 'شفيقي' هو، ڇاڪاڻ جو هي بيت پنهنجي سڄي سٽاءَ ۾ هن کان اڳئين بيت [25] سان ملي ٿو، جنهن ۾ حقيقي، حقيق، حقيقيان ۽ حقيقي الفاظ آيل آهن. هن بيت ۾ ساڳي مناسبت سان شفيقي، شفيق، شفيقيان ۽ شفيقي الفاظ ٿي ٿيندا.

2. 'شفيقي' معنيٰ 'شفيقن وانگر' يا 'شفيقن جهڙا' 'شفيق' معنيٰ پياري سڪبي ياءُ وانگر قرب ڏيندڙ. انهيءَ لحاظ سان ٿي (عربي فارسي ۾) 'آخي شفيق' محاورو مشهور آهي سنڌي ۾ اهايت پيار ڪندڙ ياءُ کي 'شفيق ياءُ' سڏيو ويو. 'سيڻ' جي لفظي معنيٰ آهي ڀيڻ- ساءُ جيڪي پنهنجي نياڻي جو سڱ ڏين. جيڪو سڱ وٺي ان کي 'سيڻ' چئبو ۽ جيڪو سڱ ڏئي سو 'سڻ' سڏبو. 'سيڻ' جي اصطلاحي معنيٰ سچا سڄڻ يا وڏي قرب وارا ميت. 'وسن' معنيٰ رهن؛ 'وڻ' معنيٰ 'هنن سامهون گفتگو' ميار وارو ڳالهاءُ يا ڏکيو ڏورابو. انهيءَ لحاظ سان بيت جي معنيٰ ٿيندي:

- منهنجا پيارا سڄڻ وڏي قرب وارا آهن، ۽ سدائين قرب واري شهر ۾ رهندڙ آهن.
- ڪا ڳالهہ ٿا ڪن تہ بہ قرب وچان ٿا ڪن، ۽ جيڪڏهن ڪو ڏورابو ٿا ڏين تہ بہ پيار ۽ قرب سان ٿا ڏين.

[27]

جِيئَنهين مُکَ مَلاءِ، آمِيءَ آلٿِيءَ آکِيڙنِ،
تِئَنهين جِهِي ڳالهاءِ، مانڊوئي ماڇو ٿِيو.

1. ڇاپي مطابق ٻهرين سٽ ۾ لفظ 'مَرانءِ' آهي، پر صحيح 'مَلاءِ' ئي ٿيندو، جنهن جي معنيٰ آهي 'وٽان' يا 'ڪان'. ٻيو لفظ 'آميءَ' آهي، پر صحيح شايد 'آميءَ' (؟) ٿيندو. معنيٰ معنيٰ اوس، تپش، جلڻ، ساڙو؛ آلٿيءَ يعني لٿي. ٻيءَ سٽ جي ڇاپي ۾ لفظ 'معدوئي' آهي، پر صحيح "مالدوئي" ٿيندو.

2. معنيٰ ٿيندي:

- جن جي منهن ڪان (يعني پري ڪان منهن ڏسڻ سان) اکين جو اوس ۽ ساڙو لٿو، (۽ اکيون ٺريون).
- تن جي ڳالهاءِ (ٻڌڻ) سان مالدو وسائل جسم واري تازو توانو ٿيو.

[28]

سَنُجي ڏيئي جهَلِيو، جِئَنهِين روحَ رَساوُ،
تِئَنهِين سَنڌي تَلهڙي، سونهاري سَيّاوَ.

1. ڇاپي مطابق ٻيءَ سٽ ۾ 'تَلهڙي' (ت جي پيش سان) ۽ 'سُيّاوَ' (س جي پيش سان) لفظ آهن، ۽ مؤلف (هه) بيت جي معنيٰ هيئين طور ڏني آهي:

- جن (ستگرن) منهنجي آتما جي رساو (پهچ) کي ڪنجي ڏيئي ضابطي هيٺ رکيو.
- تن جي رهبريءَ هيٺ هلندي، منهنجو سياءَ سولهارو ٿيو.

2. لفظ 'تلهڙو' بيت نمبر [82] ۾ ٻڌ آيل آهي، ۽ اتي ان جي معنيٰ 'پيڙو' يا 'پيڙي' آهي. 'پيڙي جي رَمَن' يا ٻيڙي جي لحاظ سان، 'روح رساوَ' جي معنيٰ 'روح جهڙي رسي ڪي' ٿيندي. 'سياءَ'، معنيٰ سٽ يا سنگت (جيڪا هن حياتي جي پيڙي ۾ گڏ چڙهيل آهي). انهيءَ لحاظ سان، بيت جي معنيٰ هيئين طور ٿيندي:

- جنهن (ناکئي، اڳواڻ، مرشد يا ستگر)، روح جي رسن کي ڪنجي هڻي قابو ڪيو آهي (يعني جن جي هٿ ۾ اهي رسا آهن).
- تنهن جي پيڙي ۾ چڙهيل سنگت پڻ سهڻي اوج ۽ بخت واري آهي (يعني انهيءَ پيڙي ۾ چڙهڻ جي ڪري ئي اها سولهاري ٿي آهي).

[هلندڙ]

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو

# قاضي قادن

**هندستان** مان، تازو شايع ٿيل ڪتاب 'قاضي قادن جو ڪلام'، ڀاءُ ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي ڏياري موڪليو. جنهن جي سهيڙ شري هيري ٺڪر ڪئي، جنهن 'قاضي قادن' جا 112 بيت، منظرِ عام تي آندا آهن. هيءَ هڪ وڏي ادبي خدمت آهي، جا ادبين ۽ عالمن جو ڌيان ڇڪائي ٿي.

سچ پچ ته شري هيري ٺڪر جي تحقيق، سنڌي ادب ۾ نه رڳو بنيادي اضافو آهي، پر 'سنڌي لغت' لاءِ پڻ قيمتي مواد آهي. تنهن ڪانسواءِ بيتن کي اعرابن سان سولو ڪري، معنيٰ ۽ شرح سان سينگاري، مبارڪن جو مستحق ٿيو آهي. اهيءَ چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نه ٿيندو ته هيري صاحب، ٻين محققن لاءِ، تحقيق جو ميدان گهڻي ڀاڱي هموار ڪري ڇڏيو آهي. ڪيترا اهڙا به الفاظ سندس ڪتاب مان ملن ٿا، جي اڳين شاعرن ۽ سگهڙن پڻ ڪم آندا آهن. جيڪڏهن ڪو اديب، هينئر "سنڌي ادب جي تاريخ" لکندو ته شري هيري ٺڪر کي ضرور ياد ڪندو، ورنه تحقيق جي هڪ ڪڙي گم نظر ايندي.

ڪتاب جي مطالعي مان صاف ظاهر آهي ته شري هيري ٺڪر، ڪتاب کي پنهنجي مغز جي مڪ سان لکيو آهي؛ ڇاڪاڻ ته ڪتاب هرطرح سان، ادبي سينگار جو مرڪز نظر اچي ٿو. ڇا لفظن جو تلفظ، ڇا لفظن جي معنيٰ ۽ ڇا سٽي سمجهاڻي! مطلب ته ٺڪر صاحب، ڪتاب کي سوڌي، سنواري ۽ سينگاري پيش ڪيو آهي، جنهن لاءِ، ان فن جا ڳولائو، سندس ٿورائتا ٿيندا.

ڪتاب شايع ٿيڻ کان پوءِ، هڪ ڳالهه جي وضاحت ٿي ته اصل قلمي نسخي تي "ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي" لکيل آهي. اها "ڪادن" واري ڳجهارت. پنجن ستن ورهين کان، سنڌ تي پيئل هئي. جيترڙيڪ سنڌ جي عالمن، ادبين، پارکن ۽ ڳوليندڙن 'ڳجهارت' کي پچڻ لاءِ، ڏکن پٺيان ڏک پئي هنيا، پر تڏهن به پيهجي ويئي هئي. پڇاڙيءَ وارو هنڌائتو ڏک، سنڌ جي مشهور محقق محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هنيو، جنهن ڪري "قادن" واري ڳجهارت پچي پيئي، جو قلمي نسخي تي به 'قادن' لکيل آهي.

يقين آهي تہ ’قاضي قادن جو ڪلام‘ مان ڳوليندڙن کي تحقيق لاءِ ڪيتريون نيون ڳالهيون نظر اينديون. دادا جٿرامداس دولترام لکي ٿو:

”هيري ٺڪر جي هن کوج - ڪشالي مان هڪ ڪان وڌيڪ ٿل ملڻا آهن، جو سنڌ هند جا سنڌي عالم، نہ رڳو سنڌس پورهئي جو نتيجو ماڻيندا، پر منجهائن جن کي اِن قِسم جي کوج جي سڪ چڪ آهي، سي سندس ڪتاب مان سنڌي ٻوليءَ جي اوسر ۽ وڪاس جي اتهاس تي چڱي روشني وجهي سگهندا.“

ڪيترن شاعرن جو ڪلام، اسان وٽ موجود آهي، پر سندن اصلوڪي آستاني جو ڪو پتو ڪونهي. البتہ ڪلام جي آڌار تي چئي سگهون ٿا تہ فلاڻي ڪ فلاڻي پاسي جو هوندو، پر تڏهن بہ ”يقين“ جو لفظ، انهن مان لاڳو ڪري نہ سگهندا سين ”لَکِيَوُ“ شاعر، سنڌ ۾، مشهور ٿي گذريو آهي، پر سندس باري ۾، ڪا هٿيڪي خبر ڪانہ آهي؛ فقط سندس ڪلام جي لفظي مواد کي ڏسي، چئي سگهبو تہ ’ٿر‘ پاسي جو آهي:

سهي تَرالڳيُون نہ تَنجَن، ڪونهن جَنِي ڪَونگرا،
سِرالِڪَ جَنِي جِي سومرا، رَتوا هي رَجَن،
لِيِٽَن جو لَکِيُو چئي، پيهِٺا آهي پَجَن،
کَنڪوا کَجَن، هَرَلَٺي ٿِيندي سومرا.

جوڳيسَر بہ مشهور شاعر ٿي گذريو آهي:

ڪَڪَن کَجِي آئيا، مَٿي ٿَرَ ٿَمِي،
ڪي کَجا، ڪي کُجا، ڪي کُکَر مَنجهہ کَهِي،
کُجاوَ تيُون کَجمِرَ جون، آيون چَڙهہ چَڙهِي،
پاريُون تن پِٽن تي، ڪَن پيون سُونڪَ سَهِي،
آهِي ۽ پَهِي، سَيُٺِي ماربان سومرا.

جوڳيسر جي ٻولي ٻڌائي ٿي تہ ٿَرَ جو شاعر آهي.

شري هيرو ٺڪر بہ قاضي قادن جي بيتن جي ڪسوٽي مقرر ڪندي چوي ٿو:

”قاضي قادن جي تازو مليل بيتن جي ٻوليِ سرائڪي/ملتاني ۽ پنجابيءَ کان متاثر ٿيل سنڌي آهي. سرائڪي/ملتاني اثر ٻوليءَ جي وياڪرڻ واري روپ يا جوڙجڪ تي ڇانيل آهي. ٻوليءَ جي شَبداوَليِ (Vocabulary) اُن کان گهٽو متاثر نہ ٿي آهي. قاضي قادن بکر جو رهندڙ هو، جو اُتر سِنڌ ۾ آهي. اهو علائقو جاگرافيائي طرح ملتان جا صدين کان پاڻ ۾ سياسي، روحاني ۽ سماجڪ لاڳاپا رهيا آهن ۽ ملتان

صوفين جو ڳڙهه به رهيو آهي. اِڪري قاضي قادن جي سنڌي ٻوليءَ تي اهو اثر سياويڪ آهي".

شري هيري ٺڪر، قاضي قادن جي ڪلام کي پرکڻ لاءِ، مٿين ڪسوٽي قائم ڪئي آهي، پر تنهن ۾، اجا ڪي ٻيون ڪسوٽيون به آهن، جن تي ڪنهن به شاعر جي ڪلام کي پرکي، جدا ڪري سگهجي ٿو:

## ا- قافيا

قاضي قادن جا جيڪي ستَ بيتَ مليا آهن، تن مان ڪو به اهڙو بيت نه آهي، جنهن جي قافيي ۾ ڏَڏُ ٻيل هجي. جئن:

1- جوڳيي جاڳايوس، سُتو هوس ليندَ ۾،
تهان ٿيوءِ ڏيوس، ٻريان سَنڌِي ڀڃري.
2- سَجڻ سَنجهه هُئام، سون وِٺي واءُ ٿيا،
هيڏان هوڏان هٽڙا، هيٺ ٻن جاڙَ وڏام.

"قاضي قادن جو ڪلام" مان ڪن بيتن جا قافيا:

1- سَنن پالڻهي سونُ، هي جَرَ ٻوسُ جَرِڪنونُ،
وِيئن وَرائي ونُ، ڪَنهُ لڳي ڪارو ٿيو.

قافيا آهن: 'سونُ' ۽ 'ونُ'".

د رحقيقت 'سون' سان قافيو 'هون'، 'اون' وغيره ٿي سگهن ٿا. 'سون' سان 'ون' جو قافيو نٿو ٿهي. جيڪڏهن "قاضي قادن جو ڪلام" ۾، قلمي نسخي واري پڙهڻي- ديوناگري ليپيءَ واري- به آندل هجي ها ته صحيح تلفظ لاءِ، ويچار ڪري سگهجي ها. اَءُ سمجهان ٿو ته اهو لفظ 'سون' نه، پر 'سُوَن' آهي. جيتوڻيڪ معنيٰ ٻنهي جي ساڳي آهي، ۽ قافيي کان 'سُوَن'، 'سونَ' کان اصح ٿيندو.

'سونُ'، پراڪرت 'سُوَڻُ'. سنسڪرت 'سُوَرِڻُ'=سُ=چڱو+وَرِڻُ=رنگ. سهڻي رنگ وارو.

اڳين سگهڙ شاعرن به گهڻو ڪري 'سُوَن' ڪم آندو آهي. هڪ بيت پيش ڪجي ٿو:

سُوَن سَرسا سهڻي، سَت پاٽَر نَيڻيي نار،
سِهَه ڳچي، ڪَت ڪيسري، آرگ آليهرَ وار.

[سُوَن=سونُ (Gold). سرسا=سرس، وڌيڪ. سَت=پَت. پاٽَر=پَتر. ست پاٽر= پٽر جو پَتُ، سو ٿيو "سرمون". نيني=نيڻ=اکيون. نار=عورت. سِهه=ڪُونج. ڪَت=ڪمر، چيله. ڪيسر=شينهن. ارگ=ناڳ. اليهر=ناڳ].

شاعر چوي ٿو ته ”اها عورت، سونَ ڪان ۾ سوالهن ۾ سرس هئي. ڪيس اکين ۾ سرمون پيل هو. سندس ڳچي، ڪولج جيان ڏکهي ۽ ڪمر، شينهن جيان لڪدار هئي، ۽ وار، نانگ جيان ڪارا، ڏکيا ۽ خوفناڪ.“

ٻهرين بيت جي ٻيي مصرع ۾، ”وَن“ لفظ آهي، جو پڻ ’رنگ‘ جي معنيٰ ۾ آهي. وَن. سنسڪرت ’وَرَڻ‘=رنگ.

2. توڙي هوء نه وِسهُون، سَئين سهسين ماڙوهين،
اکين ڪيئن مَتاع، جتي هوئين مان پرين.

اٿ سمجهان ٿو ته بيت جا قافيا آهن: وِسهون ۽ متاع. اهي قافيا ڏَڏَ وارا آهن. ’وِسهون‘ بدران ’وِسا‘ يا ’ويسا‘ يا ’وِساهه‘ هوندو، تڏهن ته ’متاع‘ سان ميل کائيندو.
وسا، ويسا يا ويساهه=ويساهه، اعتبار.

3. جئن قـقـڙ ماهه ۾، ايئن روزا عـيـد نماز،
اجـا آهـي ڪـا ٻـي، الـلـه دي حاج.

قافيا آهن: نماز ۽ حاج.
قلمي نسخي ۾ ’نماز‘ بدران ’نماج‘ هوندو، تڏهن ته ’حاج‘ سان قافيو ملندو.
قاضي قادن جهڙو عالم، اهڙا قافيا ڪم آڻيندو؟ تنهنڪري گمان غالب آهي ته اهي بيت قاضي قادن جا نه آهن.

## 2. ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ ٻن محاورن ۾.

توڙي هوء نه وِسهون، سَئين سهسين ماڙوهين،
اکيون ڪيئن متاع، جتي هوئن مان پرين.
ڪيئن=ڪائين.

سيچاٿو آڻي سينهن، ڏُووَڏن وَسن جهنگ ۾،
سو ڪڙ ڪاون ڪيئن، ساس جنهين ڪو ليکيو.
ڪاون=ڪائين.

ساڳيو شاعر، هڪڙي هنڌ ’ڪيئن‘ ۽ ٻئي هنڌ ’ڪاون‘ ڪم آڻي، سو بعيد از قياس آهي. اهو الهيءَ ڪري ٿيو آهي، جو ٻئي شاعر، مختلف خطن جا آهن، جن پنهنجي تَر جي محاوري پٽاندر جدا جدا لفظ استعمال ڪيا آهن.

## 3- لفظن جا ساڳيا حرف، مختلف صورت سان.

الف- سَهباز بـازُ تـيـو، پَنـکـي لـه ماري،
آکـ ڪـوڙي عرس ۾، لـڌي مُناري.
’شهباز‘ بدران ’سهباز‘ ۽ ’عرش‘ بدران ’عرس‘ ڪم آيل آهي.

ب- حقيقي سون سيڻ، وَسن سَهر حقيق ۾،
ڳالهه چون حقيقيان، چون حقيقي وڻ.

'شهر' بدران 'سهر' ڪم آيل آهي.

ج- روز محشر ڏينهڙي، ستر سچ تن،
سَپوئي جترَ پانئيان، جي سون پرين ميلن.

'محشر' ۾ 'ش' صحيح آندل آهي.

د- جن محبت مَن ۾، تسي متيلي ئي سويتن،
تن ۾ پتليئي مشعلان، سَہ سدا سپرين.

'مشعلان' ۾ 'ش' صحيح آندل آهي.

جيڪڏهن شاعر ماڳيو هجي ها ته اهڙن لفظن ۾، يا ته 'س' قائم رکي ها، يا 'ش' قائم رکي ها. هيت ڪن بيتن ۾ 'ش' بدران 'س' ڪم آيل آهي ته ڪن بيتن ۾ صحيح 'ش' ڪم آندل آهي، جنهن مان ڪئيئو اشارو ملي ٿو ته شاعر، مختلف خطن جا آهن. قاضي قادن هڪ جيّد عالم، سو ڪيئن 'شهباز' ڪي 'سهباز'، 'عرش' ڪي 'عرس' يا 'شهر' ڪي 'سهر' لکندو!

هينئر شري هيري ٺڪر جي، ڪن لفظن جي معنائن تي، ويچار ڪجي ٿو:

1- نه سو لاهُو، نه سِرو، نه آر وار نه پار،
سُوڙهو وَتيِن، تن ڪي، سو من منجهه لهار.

ٺڪر صاحب لکي ٿو:

آر=چاتي، وار=هيءُ پَرَ، پار=هُوءُ پَرَ.

هن طرح معنيٰ لکي ٿو:

(برهم جو) نه آهي لهوارو (ڍچاڙي)، نه ان کي سرو (منبع) آهي ۽ نه چاتي آهي. نه ان کي هيءُ پَرَ يا هُوءُ پَرَ آهي. (تون) سُنجهي ڪري، ان کي ڳوليندو ٿو قرين. هن کي مَن ۾ جهاتي پائي ڏس.

مٿئين بيت جا فقط ٻه لفظ- آر ۽ وار- غور طلب آهن.

سنڌ جي سدا ملوڪ سگهڙ شاعرن، پنهنجي ڪلام ۾، 'آر' چاتيءَ جي معنيٰ ۾ برابر ڪم آندو آهي:

آليهر آدليا آر تي، ہلر تيو پيئن.

[اليهر=لانگ. هت معنيٰ: ڪارا. ڏکيا ۽ خوفناڪ وار. آدليا=ليٽيا، ڪِريا. آر=چاتي، آرهه. ہلر=هجوم. پيئن=لانگن. پين=لانگ].

شاعر، عورت کي ڦٽي ڏيندي ڏسي ٿو. جڏهن سمورا وار، اڳيان ڇڙڪ ڇڙي ۽ سنوارجي ہيٺا، تڏهن ٿو شاعر چوي!

عورت جي ڇاتيءَ تي ڪارا ڊگها ۽ خوفناڪ وار ڪري پيا ۽ انهن ہيو نظر اچي، جو جهڪ ڪارن نانگن جو هجوم لڙڪي رهيو آهي.

الهيءَ 'آر' لفظ مان، سنڌيءَ ۾ 'آرَهَ' نهيو، جو اصل ۾ سنسڪرت آرَس؟ (ڇاتي) آهي؛ پر هت "آر" ڇاتيءَ جي معنيٰ ۾ نہ آيو آهي. "ار+ وار" کي هڪ ئي لفظ 'اروار' سمجهڻ کپي.

سنڌ جو مشهور سنت ساميءَ چوي ٿو:

الف- ساري چڙهيو سيڄ تي، آروار ڇار ہيئي.
ب- جنهن جو سنهن محبوب ڏي، سي اروار نہ ڇار.

شاعرن جو سرتاج شاه ڀٽائي چوي ٿو:

الف- "اورارا آهون ڪريان، ڀهچان شال ڀِرار".
(سر سهڻي)

"اورارا"= اورينءَ ڀَرِ ڪان. ڀرار= پرينءَ پر (درياهہ جي).
"اروار"، "اورار" يا "اوروار" ٽيئي لفظ ساڳي معنيٰ- هيءَ ڀَرِ- رکن ٿا.
"اروار" سنسڪرت "آوار" آهي، جنهن جو ضد "پار" آهي.(1)
آوارپار=آور= هيءَ پر+ پار= هوءَ ڀَرِ (2). سنڌي لفظ 'آرپار' بہ اتان ئي لڌو آهي.

2- روز محشر ڏينهڙي، سَتر سج تپن،
سَيوئي جَرُ پاڻيان، جي مون پرين مڙن.

ڪر صاحب لکي ٿو:

جَرُ= جَلُ، پاڻي.

"قيامت جي ڏينهن ستر سج تپن ٿا (حد درجي جي تابش ٿئي ٿي)، پر آن ڏينهن جيڪڏهن سنهنجو پرين مون کي ملي وڃي تہ مان جيڪر انهن محسوس ڪريان تہ ڇڻ چوڌاري پاڻي هڻ جهڙي ٿڌڪ لڳي پئي آهي."

اها معنيٰ، شاعر جي حقيقي خيال جي ترجماني ٿي ڪري؛ ڇاڪاڻ تہ بيت ۾ 'سج' جو 'جَرَ' سان (ٿڌڪ جي معنيٰ ۾) ڪو واسطو نظر نٿو اچي. آءٌ سمجهان ٿو تہ قلمي نسخي ۾ "جهَڙُ" آهي، جنهن کي "جَرُ" سمجهيو ويو آهي.

---

(1) سنڪشپت هندي شبد ساگر- صفحو 93- ڪاشي ناگري پرچارڻي سڀا.
(2) پدم چندر ڪوش- صفحو 74- پنڊت گنيش دت شاستري.

معنيٰ هيئن ڏيندي:

قيامت جي ڏينهن، جڏهن سخت گرمي ٿيندي، تڏهن جيڪڏهن منهنجو محبوب مون سان ملندو ته منهنجي لاءِ (اها سج جي گرمي به) جهڙُوٗ ڇٽي وينهو.

3- ٿـوڙي وڃـن رُومَ، نـانـيـهـه لصيهان اڳـرا،
سـالـي وَڌَئِين ٿـوم، جـي لِـکيا ڇِـپـَن ۾.

ڊاڪٽر صاحب 'وڌئين' جي معنيٰ لکي ٿو: پٽڪي، ڦِري:

اسان سمجهون ٿا ته 'وڌئين' بدران 'وڌي' آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: آٽي (مٽي، مٽان). سنڌيءَ ۾ عام چوڻي آهي:

تـوڙي وڃي رُوم، ته به ڍوڍي آٽي ٿُوم.

بهرحال 112 بيتن جو دور مقرر ڪرڻ سولو ڪم نه آهي: ڇاڪاڻ ته بيتن ۾ شاعرن سڀني جا نالا ڏنل نه آهن. البت ڪن آهجاڻن مان ڄاڻي وڃي ٿو سگهجي ته ڪهڙي دور سان تعلق رکن ٿا. 'قاضي قادن جو ڪلام' ۾ هڪ بيت آيل آهي، جنهن ۾ ''ساگرو'' واهه جو ذڪر ڪيل آهي:

''جي مهراڻ مَيا ڪري ته ساگرو جهلي نه سَٽَ.''

اهو ساڳيو 'ساگرو'، ''شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام'' ۾ پڻ آندل آهي. تنهنڪري اسان کي گهرجي ته ''ساگرو'' واهه جو پتو لهون ته ڪهڙي دور جو آهي.

هڪ سگهڙ کان سنڌ جي واهن تي، هَنْدَرَ جو بيت مليو آهي، جنهن ۾ 'ساگرو' واهه به آندل آهي:

ماڙڪ مـون ڏٺـي، شاهو، ٻيجر ڪـي،
خيرو، محمد علي ڪندو، چام واهن تي،
آوَٽ ڪـريـن ٿـو سومـرا، ڪلياڻ آٽي،
اي ''امام بخش'' آٽي، ساگرو ٿئي نه سومرا.

تنوير عباسي

# قاضي قادن جو ڪلام

مؤلف: هيرو ٺڪر.

ٻوڇا پبليڪيشنس، C-8/16313، لارينس روڊ، دهلي 110035.

قيمت: رواجي 12/00 پڪو جلد: 15/00

مهاڳ: جيرام داس دولترام دعائون: رام پنجواڻي

صفحا: مقدمو: 83 متن 60.

**قاضي قادن** جا وڏيڪ بيت هن اڄوڪي سنڌي ٻوليءَ جي ادبي تاريخ ۽ تحقيق لاءِ نوان باب کوليا آهن. اهو اسان جي ادب لاءِ هڪ ليکوال آهي، ۽ اسان جي ادبي روايتن جي قدامت جو وڏو ثبوت پڻ.

شري هيري ٺڪر، هڪ مڃ (مڙهيءَ) مان هن ڪلام کي هٿ ڪري ان جون پڙهئيون قائم ڪري ان کي ڇپايو آهي، جنهن لاءِ ڪيس ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جهڙا محقق ۽ عالم به مبارڪون ڏئي چڪا آهن.

قاضي قادن جو ڪلام، ڀارت جي هرياڻا صوبي ۾ رائيلا ٿالي ڳوٺ مان هٿ آيو آهي، جتي هڪ پستڪ ۾ ڪبير، سورداس، دادو ديال، شاهه حسين ۽ ٻين جي ڪلام سان گڏ ارڙهين صديءَ ۾ لکيو ويو هو.

هن واقعي مان ظاهر ٿئي ٿو، ته سنڌيءَ جو وڏو ادبي ذخيرو ديوناگري لپيءَ ۾ موجود آهي. ڪجهه سال اڳ سراج پڻ برٽش ميوزم لائبريريءَ مان، ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل سنڌي بيت (جيڪي شاهه لطيف کان به اڳ جا هئا) ڳولي ڪڍيا ۽ انهن جي باري ۾ ”نئين زندگي“ ۾ هڪ مضمون لکيو.

ان حقيقت کي اڳ ۾ رکي اهو لازمي ٿيو پوي، ته سنڌي قديم ادب تي کوجنا ڪرڻ لاءِ اسان جي عالمن ۽ محققن کي ديوناگري لپي سکڻ کپي ۽ ان ۾ لکيل پراڻن ڪتابن کي پڙهڻ گهرجي.

ٻي ڳالهه، جيڪا هن واقعي مان واضح ٿي ٿئي، ته هندن جي ٻوتر ڇاپن تي، مسلمان شاعرن جو ڪلام، هندن جي مذهبي توڙي ادبي شخصيتن سان گڏوگڏ رکيو ويو آهي.

اها ان دور جي بي تعصب سماج جي خوبي آهي. جتي سورداس، ميران ٻائي، ۽ گرو نانڪ آهن ته اتي شيخ فريد، شاهه حسين ۽ قاضي قادن پڻ آهن.

قاضي قادن جي ڪلام کي هرياڻا توڙي برهانپور تائين مشهوري ملي. ان زماني ۾ سنڌ جو علم فضل ڪيڏو نه ڦهليو، اها ڳالهه به خوشيءَ جهڙي آهي.

قاضي قادن تي هيري ٺڪر جي ڪتاب ڇپجڻ سان ئي ادبي ماحول ۾ چڙ ٻڙ آئي. سنڌ جي مشهور محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کيس مبارڪون ڏنيون. هو صاحب تفصيلي تبصرو ڪجهه وقت کان پوءِ لکندو. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ”قاضي قادن“ ۽ ”قاضي قاضن“ نالي جي صحت تي بحث ڪيو آهي، ۽ پنڊت گرداري لعل لکيو آهي ته اهو ڪلام، جيڪو هيري ٺڪر ڇپايو آهي، سو ماڳهين ميان مير جو آهي، نه قاضي قادن جو.

انهن سڀني مسئلن جي تحقيق ۽ ڇنڊ ڇاڻ لاءِ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تفصيلي محققانه تبصري جو انتظار رهندو. جنهن جي باري ۾ هن صاحب ”هلال پاڪستان“ واري ڇپيل خط ۾ اظهار ڪيو آهي. بهرحال انهن مسئلن تي ٿوري ڇنڊ ڇاڻ ڪجي ته بهتر آهي.

## قاضي قاضن يا قاضي قادن

اول اول، سڀني تاريخن ۾ ’قاضي قاذن‘ يا ’قاضن‘ لکيل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ ۾ ’قاضي قادن‘ لکيو آهي، جيڪو ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي لکڻ موجب بنا دليل ۽ بنا سند جي آهي. ڊاڪٽر عبدالمجيد مختلف قديم ڪتابن جي حوالن سان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته اصل نالو ”قاضن“ آهي. هيري ٺڪر جي باري ۾ هن صاحب لکيو آهي ته، هن ’قاضي قادن‘ ڊاڪٽر بلوچ جي تقليد ۾ استعمال ڪيو آهي. حالانڪ هيري ٺڪر صاف لکيو آهي ته اصل هٿ آيل قلمي نسخي ۾ ”ڪاجي ڪادن“ لکيل آهي. اهو قلمي نسخو، جيڪو رائيلا جي مٺ ۾ موجود آهي، اهو قديم آهي، ان ڪري ان جي لکجڻ جو وقت به قاضي قادن کي سڀ کان ويجهو آهي، ان ڪري ان جي روايت کي ئي تسليم ڪرڻ گهرجي.

## ميان مير جو مسئلو:

پنڊت گرداري لعل انهن شعرن کي قاضي قادن جا تسليم نٿو ڪري، ۽ لکي ٿو ته اهي سنڌس پاڙيچي ميان مير سنڌيءَ جا آهن، جيڪي اڄا تائين پنڊت ميان مير جي نالي ڳائيندا ٿا رهن. هو صاحب لکي ٿو ته پاڻ پنڊت هريداس جو چيلو آهي، هن صاحب اهو به لکيو آهي ته ميان مير سنڌي، قاضي قادن کان ملڪي مسئلن جي اختلاف تان ڪاوڙجي، پنجاب هليو ويو هو.

ٻين ڳالهين ته دارا شڪوهه جو مرشد، ميان مير سنڌي، قاضي قادن جو پاڙيچو ۽ سنڌس ڏوهٽو هو ۽ هو قاضي قادن جي وفات وقت هڪ سال جو هو. ان ڪري هن جو قاضي قادن سان ملڪي مسئلن تي ڪاوڙجي پنجاب لڏي وڃڻ ممڪن ٿي لڳي. ٻيو ته ميان مير سنڌي جو دور قاضي قادن کان پوءِ جو دور آهي ۽ ان وقت جي سنڌي ٻولي، جيڪا اسان کي ملي ٿي، قاضي قادن جي ڪلام کان پوءِ جي ٿي لڳي. قاضي قادن جي هٿ آيل بيتن جي زبان مان ٿي لڳي ٿو ته اها زبان قديم آهي. ان ڪري، بنا ڪنهن سند جي، ۽ تاريخي حوالي جي، انهن بيتن کي ميان مير سنڌيءَ جي نالي منسوب ڪرڻ زيادتي آهي.

## قاضي قادن جو سياسي ڪردار:

قاضي قادن جي شخصيت سنڌ جي تاريخ ۾ تڪراري رهي آهي. هو سمن ۽ ارغونن جي دورن ۾ رهيو: سيد مهدي جونپوريءَ جو مريد ٿيو: شاهه بيگ جي لشڪر جي قدرت ۾ سنڌ پار پچا قيد ٿيا ۽ هو چرين واڳر کين ڳولهيندو وتيو — ليڪن ڪوشش ڪري انهن قدرت بند ڪرايائين: سيد حيدر سنائي تي سنڌس مرشد قتل جي فتوي ڏني، ۽ پاڻ سنڌس خاص صلاحڪارن مان هو.

قاضي قادن جي شاعري، ۽ سنڌس سياسي ڪردار ٻه متضاد شيون آهن: پر اهڙا مثال بيا ٻه آهن جو ڪي بلند پايي جا شاعر سياسي طور تي بلڪل ئي اُبتو ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. غالب جو مثال آهي، اقبال اوڏاير جا قصيدا لکيا، ۽ خود اسان جي دور ۾ به مثال ملي سگهن ٿا.

## قاضي قادن جي شاعري:

قاضي قادن جي شاعريءَ جي اڀياس ڪرڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته هو لنڊي ڪنڊ جي شاعرائين روايتن کان پوريءَ طرح واقف هو، ۽ ان جو اونهو اڀياس ڪيو هئائين. هو هو ته شريعت جو صاحب: پر تڏهن به صوفين والگر ڪتابن جي علم کي ننديو اٿائين:

زيران زبران آيتان، ڪتيبان جي پڙهن،
ايهه سبائي سڪ، جان جان پريان نه مڙهه.
... ... ...
پڙهندو ڀئي ويو ڪوڙين لک قران،
لکي لوڪ نه سگهيو، ڀائي اندر ڀان.
... ... ...

قاضي قادن جي شاعريءَ ۾، ڪيترا اهڙا موضوع آهن، جن جي روايت هن وٽان ئي شروع ٿي آهي، ۽ اهي موضوع اڳتي هلي سنڌي شاعرن جا پسنديده موضوع ٿي پيا —

شاهه عنايت ۽ شاهه لطيف ته انهن موضوعن تي سچا سر لکيا - 'ڪارايل' جي هنج جي اوائلي صورت قاضي قادن وٽ اجها هيءَ آهي:

در پـــورا ســي گـهـران، حـقـيـقـتـا هنجهه،
ڪوڙين هنڌان ڪڻ چڳن، سر پاڻيءَ جي منجهه.

ڪلياڻ جي 'ويد ۽ واڍوڙ' جي ابتدائي شڪل به قاضي قادن وٽ ملي ٿي:

آلهـان الـدر مـاهـه، پـاهـر ڏڪ اسـ پـڌرا،
ويـد ڪريـنـدو دانهه، پسان سـي واڍوڙيـا.

قاضي قادن هن بيت ۾ سسئيءَ جو نالو ته نه کنيو آهي، پر ان جو پس منظر سسئي پنهونءَ جو داستان ٿو پائنجي:

لڳــي وجـان پـيـر، دانهان ڪندي ڏونگـر،
سـو ٿـي سچـڻ ميڙ، جنهين هـئـون ڏکـڻـي.

ساڳيءَ طرح بيت 34، 35 ۾ رامڪليءَ جي جوڳين، ۽ بيت 60، 61 ۾ 'مسلان' ۽ بيت 72 ۾ 'ڏهيسر' جو ذڪر آهي - انهن موضوعن ۽ مضمونن، جن جي قاضي قادن شروعات ڪئي، اهي صدين تائين سنڌي شاعريءَ تي اثر انداز رهيا - ائين ٿو لڳي ته سسئي، ڪلياڻ، ڪارايل، رامڪلي، سورٺ ۽ ڪلاسيڪي شاعريءَ جا ٻيا سُر، قاضي قادن جي شاعريءَ کان متاثر ٿيل آهن.

## قاضي قادن جي شعر جو گهاڙيٽو:

دوهي ۽ سورٺي مان بيت جي ارتقا جا ابتدائي اهڃاڻ پڻ قاضي قادن جي شاعريءَ ۾ لڀن ٿا. دوها چند به قاضي قادن وٽ آهي، جيئن:

جتي سنسار سچ سان سه جـا سائين ساڻ هـوءِ،
تو پڌر هي پيڙا تري، جـه ٿـانءِ نير نه ڪوءِ.

سورٺا چند جا مثال پڻ ملن ٿا - جن ۾ قافيو پنهي مصراعن جي وچ ۾ ٿو اچي:

سيڻان هـنـڌو سگيو، پيهو آيـو،
لـکي لوڪ نه سگهيو، اسان ڳالهايو.

دوها سورٺا ميل جا مثال پڻ آهن:

سچي سائينءَ سان تـون مـه ڪر ڪوڙي ڪوڙيان،
جـي تـون منجهه هيالو، وو سيو ڪلي پـرکـئـو.

پن ستن وارا بيت گهٽا آهن، پر قاضي قادن وٽ پن ستن کان وڌيڪ ستن وارن بيتن جا مثال پڻ موجود آهن:

سچ پيارا سائينيان، سائين ۽ سچ سهاءِ،
سچي سنگل نہ ڌُڻي، سچي سرپ نہ کاءِ،
سچ سنڌان سر چڙهي، ڪوڙ ڪڪائين ٻاهہ،
جڏهون ڪڏهون ڪوڙ کي، ڏيندو سچ سزاءِ.

...     ...     ...

تون آڌار سڌار تون، تون اڌائون اڌ،
تون ئي اکڙين مون، تون ئي اندر هڏ،
ڳل لڳي ڳالهہ چوان، ڪيهي حاجت سڏ.

ٻن سٽن کان وڌيڪ سٽن وارن بيتن ۾، قافيو سڀني سٽن جي پڇاڙيءَ ۾ ڪو اچي.

قاضي قادن جي هٿ آيل بيتن مان، هيٺين بيتن ۾ سنڌس مشاهدي جي قوت، اصليت ۽ فڪر جي باريڪين جا اهڃاڻ ملن ٿا:

جي سالورو(1) سُترِ لهي، ڪنولان سندي ڪاءِ،
تو پيو پاتال ۾، هولہ نہ ميٺي کاءِ.

...     ...     ...

روز محشر ڏينهڙي، ستر سچ تڻن،
ميونئي چر پانئيان، جي مون ٻرين مڙن.

...     ...     ...

ماو(2) مصليٰ ويڙهہ، هالي ويئي وساريون،
عيد ڪريندو ڪير، ماڪي سڄڻ گڏيو،

...     ...     ...

جيئن قنڌ ماهہ ۾، ائين روزا عيد نماز،
اجا آهي ڪاهہ ٻي، الله دي حاج.

...     ...     ...

شري هيري ٺڪر هن بيت جي معنيٰ ٺيڪ نہ ڪئي آهي. چوڻدا آهن "قنڌ نہ گوشت" معنيٰ ماس ۾ قنڌ کي گهڻ اهميت آهي، تيئن روزن ۽ عيد نماز کي 'ٻي حاج' کان گهڻ پالئجي— هن بيت جو مفهوم شاهہ لطيف جي بيت "ايءُ ٻڻ چڱو ڪم" سان ملي ٿو اچي.

ڏيهہ نتا سنجها ٿئي، اڳون آئي رات،
ڪڙا ٻڪاري پاتئي، ٻيڙا ڪپر وات.

...     ...     ...

(1) ڏيڏر. (2) منهنجو.

پريان سندي ڳالهڙي سر سنجهين ٿي هوءِ
پڌائين پن کي، ڪيهو ڪاج سريوءِ.

... ... ...

ڪڏهن پيريءَ پور، ڪڏهن ڦل اڃا هڪڙو
ڪڏهن پريان جا پور، ڪڏهن سکان سڏ ڪي.

... ... ...

جي سائين سون سچ، تو پڻ ڪوڙا ستڙي
ايا ڪي ڪر لچ، توڙي اڳرڙا ٻلشم.

... ... ...

مٿي ڏنل بيتن جي اڀياس ڪرڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته سنڌي شاعري قاضي قادن جي دؤر ۾ به ايتري رچيل ۽ ترقي يافته هئي جو ان ۾ ڳوڙها ۽ پيچيدا خيال، ڀالت ڀالت جا موضوع، ۽ مشاهدي، ۽ مطالعي جا نتيجا اچي ٿي سگهيا، ۽ فيلسوفيانه توڙي صوفيانه، ڀڳتي توڙي ويدانت جا مضمون سمائجي ٿي سگهيا.

## شاهه لطيف تي قاضي قادن جو اثر

هر شاعر تي، پنهنجي ابتدائي دؤر ۾ ڪانئس اڳ جي مشهور شاعرن جو اثر پوندو آهي. ڪي ادبي روايتون هونديون آهن، جن جو بنياد ڪي شاعر وجهندا آهن ته پيا وري انهن روايتن کي سنواري، سينگاري، چيلي گهڙي، فن جي بلندين تائين پهچائيندا آهن. قاضي قادن، شاهه ڪريم ۽ شاهه عنات جي روايتن کي، شاهه لطيف پنهنجي فن سان سوڌي سنواري، چيلي گهڙي، چوٽ تي پهچايو. قاضي قادن جي شاعريءَ ۾ اهي اهڃاڻ ٿا ملن جن روايتن تي هلي، سنڌي شاعري اڳتي وڌي، ۽ شاهه لطيف وٽ پنهنجي انتهائي بلنديءَ تي پهتي. قاضي قادن سنڌي شاعريءَ لاءِ ڪوتائي ڪري پڙهه پڌي، شاهه ڪريم ۽ شاهه عنات ان تي اوساري ڪري ڍانچو تيار ڪيو، ته شاهه لطيف ان کي رنگ روپ هڻي سينگاري، سنواري ان کي هڪ خوبصورت عمارت بنايو.

قاضي قادن جا بيت آهن:

**لائي لام الف سان ڪاتب لکين جيئن**
مون هنيڙو پريان سان لڳو آهي تيئن.

... ... ...

**ڪايا مهه ڏيئي،** پهنا جي دريا هه ۾،
پسندا سيئي، سالڪ اکڙين سين.

... ... ...

ڪي ويجهائي ڏور، ڪي ڏوريئي ولهه،
هوئي جو ساڳيو، لڌي نه ڪنهن لاهي ڪري.

... ... ...

عين قصر در لڪ ڪوڙين سهسين ڪڙڪيان
جان ڳي ڪرين پرک، تان ڳي سچڻ سامهان

... ... ...

پڙهو ڦيڙو پيٽ ۾، ويدي مُلان ماهه
ڏونئين ڏتي ڏوڙ ۾ الله اوري آءُ.

... ... ...

سٽو سڄي رات، ههُ ٻڪي ماڻن جيئن
نه تو سنبل تات، نه جهوري تو آهه ڪا.

... ... ...

هنن بيتن ۾ ليڪ ڏال محاورا شاهه لطيف وٽ به ملن ٿا. ان مان ظاهر ٿو ٿئي ته قاضي قادن جو اثر شاهه لطيف جي دؤر تائين به رهيو.

شري هيري ٺڪر جي لکڻ موجب "ساهتڪ کيتر ۾ ڪرامتون نه ٿينديون آهن" (ص 23) هر شاعر ڪنهن ماحول ۽ پس منظر جي پيداوار هوندو آهي - قاضي قادن تي پنهنجي همعصرن ۽ اڳ وارن شاعرن ڪبير، سورداس، شيخ فريد، گرو نانڪ ۽ ميران ٻائيءَ جو اثر آهي (ص 29). ڪي بيت گرو گرنٿ ۾ پڻ دادو ديال جي نالي آهن (ص 43) جن جي ٻولي سنڌي آهي. هيري ٺڪر وٽ جيڪي دادو ديال جا بيت آهن، تن مان هو صاحب اهو نتيجو ٿو ڪڍي ته اهي بيت هن قاضي قادن کان متاثر ٿي چيا آهن. اهي سڀ ڳالهيون شري هيري ٺڪر جي ڳالهه ته "ادبي کيتر ۾ ڪرامتون نه ٿينديون آهن" جي ثابتي آهن. قاضي قادن پاڻ کان اڳ وارن شاعرن کان اثر ورتو، ۽ پاڻ کان پوءِ ايندڙ شاعرن تي اثر وڌائين.

هيري ٺڪر جي هيءَ ادبي کوجنا، سنڌي ادب تي هڪ احسان آهي. بهتر هو ته اصل نسخي جا فوٽو پڻ ڏنا وڃن ها. ان تصنيف سنڌي عالمن ۽ ماهرن لاءِ ڪيئي راهون کوليون آهن. هن ڏس ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ماهرن، پير حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، شري موتي لعل جوتواڻي، شري منگهارام ملڪاڻي ۽ ٻين ماهرن کي قلم کڻڻ گهرجي، ۽ پنهنجا رايا ڏيڻ گهرجن.

**دوست ڏيپلائي**

# ٿاريلا ۽ ٿر

ٻرسات ڪان اڳ — ٻرسات ۾ — ٻرسات ڪان پوءِ

تـر ٿوهر کهر جهو ٻڙا، هـُو ٻهرن مٿي ٻـٽ ٻاڪ،
وهـن وراڪن ۾، جـن جـي اجـوڪـي اوطـاق.

**ويچارا** ٿر جا ٿاريلا. رائي رتين ريلن جا رهاڪو. سنڌ ملڪ ٻر. وٺو تہ وهہ واهہ! نہ تہ دربدر. رات ڏينهن سنڌن مهاڙ مال ڏي. جنهن ۾ نہ اٿن جرم نہ جاگير. ڪي وڻ تي. ڪي ڪڻ تي تہ ڪي وري ڏڻ تي. چند پٽ ٻوي تہ ڪيئن ۾ الله جي آسري اوڙون ڏين. مينهن وٺي وڻ ڦٽن. ڪڻ ٿين. ڏڻ جا ٿڻ ٻہ خوب کير ڏين. "ٻرسات ڪان اڳ" ڦوڪ ٻہ ڦلاريا. ڦوڳيءَ مان ڦـڪ ٻري ماڇڪن ڏي موٽيا. "چيٽ چٽيا ويساڪ ورهايا" پاڻ ۽ ٻارڪر ۾ ٻيرون اڃي لال ٿيا. هاڻي تہ وڻ وڻ هيٺ وهاڻ لڳي وين. ساڏوهين ۾ سڙهڪن جي ڏنگڙن ڏارن تي چڙهيو، لامن ۾ لڙڪيو- ٻيا ڏيهاڻ ڪي ڏور ڪيون ڏين. ..."پيلـُو ٻڪا لامان لڙيان، آءُ تہ ملون چڻ يار..." سانو سگر سانيهہ جو سڪي خوب ڳاڏائون. هاڻي ڪوڪا ٻہ ڪيرٻا ۽ پيرون ٻہ اڃي ٻورا ٿيا. هرڪنهن پئي آپ ڏي لهاريو. موسم مينهن جي سنيارپو چي: ادا ڏيو خبرچار تہ ڪهڙا آهن سال جا آثار! پائو، سال تہ مولا ڪٽي موچارو ڪندو پر چوندا تہ 'چيٽ چمڪيو نہ پلو، وٺو پلو نہ چيٽ. راجا رُنو نہ پلو، مرتو پلو نہ سيٺ'. شڪ تو ٻوي تہ آن ڏهاڙي چيٽ ۾ ڪنوڻ پئي ٽلها چمڪا ڪيا. مولا خير ڪري. سياڻن سچ چيو آهي، تہ چيٽ جو چمڪڻ چڱو ناهي. چيٽ جو وسڻ... راجا رُني لقصان آهي. سيٺ راضي تہ چيهو. سيٺ جو رنج معنيٰ قرض جو انڪار. وڪت پاس تي ويندو. قرض ڪنيو تہ چڻ ڳهيو. ٻر ادا، ماروڙين سڪ ٻہ جام جهلي آهي. سال سٺا نو اچڻ کمي. ڪيڙي ماڪوڙي، ٻکي ٻڪڻ ۾ ٻہ سڻا ۽ سهاڳ ٿو ڏسجي. ٻر هڪڙي ڳالهہ آهي، هن سال وڻ ڦرٻاچوتو هو... شايد سال ٻاچات ڪري؛ ٻر ڪڏهن ٻہ آرچو نہ اچڻ کمي. جهنگ جهاڙي وڏي ڪيٽ ٻٽايو. مينهن اِجهو آيو ڪي آيو. چوندا آهن تہ "ورهيہ ڪري تہ جهـڪ ڪري، مڙس ڪري تہ ٻـڪ ڪري، قرتي ڪري تہ آڪ ڪري". چوڏاري اِهي چميگويون ۽ چؤٻول... "روهڻ تپي، مگسر واٺي-

اڀا مينهن وٺلو آئي". روهڻ. مگسر - آڊ ... اهي برسات جا نيڪ آهن. ويچارا مارونڙا روهڻ تپي ۽ مگسر وائي تہ خوش. ڪين ويساهہ آهي، تہ آڊ ۾ برسات ضرور پوندي ... ٻر جي آڊ جي نکٽ ۾ ملڪ ڪي آوسر ۽ آربيج ٺاهيو، تہ چوندا: "آڪاڙا ٻيج واڏرڪا ويچ، سوڙها رکو ٻڙڏيا ڪوري رکو ٻيج ...". آڪاڙ جي ٻيج جي رات آسمان ۾ بادل يا ڪنوڻ ڏٺائون تہ پڪ ڄيندن تہ سال سورهن آنا، پر جي: "آڪاڙا ٻيج واڏرلا ويچ، ڀلي ٻيچو ٻڙڏيا ٻاڇي چڙو ٻيج".
ٻيج جي رات آسمان چٽو. ڪليل ڏٺائون تہ دل لهي ويندن، چوندا تہ مينهن ملڪ کان موڪلائي ويو. ڏڳا ڍور وڪڻي ٻچن جو سمر ٺاهيو. آڊ کان پوءِ بہ برسات جا نيڪ آهن. وڏو وايو. ننڍو وايو. آسريس. منگهہ آڊ جو نکٽ وٺو تہ ملڪ سورهن آنا، پر جي واين ملهايو تہ پڻ ملڪ ڀيو سوايو ... ٻاڇاتين وسن ۾ بہ سانگيڙا سرها ... پر جي واين بہ چنڊ پٽ تي لہ وڌي، تہ چولدا آسريس ڏيسا ڏيس ..." آسريس ۾ ملڪان ملڪ مينهن وسندو، پر جي آسريس بہ الله توهار چئي موڪلائي ويو تہ چوندا "منگهہ ٿاٿي پڌو تنگ"، اهي اکر مارونڙن جا ناميدي جا آهن ... پنهنجا سندرا ثابوت پڌو ... آچا بہ ڪين اميد هوندي ..."ست - ستاويهہ سترهن - چوڏهن ۽ چار- هن وليءَ جا ور گهٽا نو ٻيا بہ نهار ..." اهي جملي 72 ڏينهن ٿيا، جن کي ٿاريلا ٻاهترو چون. اٺين تڏهن ٿيندو جڏهن، روهڻ نکٽ ۾ ڪوٺي ڪنوڻ ڏسندا ... چي ... روهڻ ڏجهي ٻيٺي ... ٻاهترو پوندو ... مطلب تہ ٻاهتري ۽ آڏ ڪان ٿاريلڙا گهڻو چرڪن ... آڏ ڪ پيو تہ چولدا سال ٻاڇاتو آهي. هن سال بہ سانوڻ آهن ... آلاجي کهڙو سانوڻ سانگيڙن کي وسي وسون ڪري ڏي ... ڏنار ويچارا ڏڻ لهاريندي ڪيڙي ماڪوڙي ۽ مال جو اوسر وغيره بہ نهارين. جي ماڪوڙين جو اوسر، آنا ڪڻي ڪنهن آتاهين دڙي ڏي ڏٺائون، تہ پڪ ٿيندن تہ برسات جلد پوندي ... پر جي ڍولير پکيءَ جو ڪنهن ٻٽ تي آکيرو ڏٺو تہ غور سان نهاريندا تہ ڪهڙي طرف اولو ڪيو اٿس ... جنهن بہ طرف کان آکيري جو اولو ڏٺائون تہ چوندا برسات اُن طرف کان ايندي ... چيي ... "ڍولير اولو رکيو آهي ..."
ٻڪرين وٽاڻ تان رات جو اوپر طرف اوسر ڪئي، تہ چڻ ڪين مينهن جي مبارڪ ڏٺائون ... ڍڳن ڍورن پگهر ڪري ڪونٽ ڪارا ڪيا تہ چوندا، تہ ضرور سال جي ڪولتن جي سر برسات سان ڏو پندي ... مطلب تہ مارونڙا پنهنجي ڍنگ ڍول ۾ سارنگ کي پيا سارين. وسڪاري جي وائي واتون مور نہ وسارين ... مارونڙا چوماسي هوائن تي بہ گهڻو ويساهہ رکن - چي ... "سامونڊي ساٿي تہ مينهن نکو ٻاٿي ...". "ڪا مهوڙي تي لاڳي - پتو ڪٽيو ڪلا تي ياڳي" "سوريو تي بايو، ٻڙڏ چوڙهيو نٿي آيو". اها ڪهاوت ٻنيري ۽ ٻنيري جي زال جي وچ ۾ ٿي هئي ... ٿاريلا اتر يا اوپر جي هوا لڳي تہ سمجهندا برسات ضرور پوندي. ڪامهوڙي (اتر جي هوا) سوريو (اوپر جي هوا) آڙنگ آپ ۾ ڏٺائون ۽ ان سان گڏ ڪامهوڙي - سوريو لڳو تہ پيا وهسندا منداٿي مينهن جون مبارڪون ڏيندا ...

ويچارا! ٿاريلڙا سڄ جي اُڀرڻ ۽ لهڻ کي ڪهڙو ڄاڻن. ڇي... اڄ ڀٽائيءَ اُڀريو آهي، متان دل لاهيو... اڄ موکون ڪڏهن ڪيون اٿس... مينهن جي مبارڪ ملي ويئي... ”سوموار، شڪر، وسپت جي جرڪوندو هوءَ - تي ٻهري، ٽي ڏهاڙي جر ريلتو جوءِ...“ سومر، جمعو ۽ خميس ڏينهن، جي سج ۽ چنڊ کي ٻڙ ڏنائون، ته ٻيو پوري پاڙيسرين کي مينهن جون واڌايون وجي ڏيندا... ڇي... ”مولا مهر جا مينهن وسائيندو... ٻر ۾ ٻهاريون ٿينديون...“ وري جي جهرڪين ڪهر چڙيا ته دل لهي ويندن... ڇي... ”الا ڪا ٻت جي گذاري... جهرڪيون ڪهر چڙي ويون آهن...“ تاڙن جي تنوار، مورن جي ٽهوڪيءَ کي ٻه ماروئڙا ڪن ڏين... ڇي... برسات ساري اٿن... ”موران ميهه نه وسري - جيئن هاريءَ کي پتوار...“ مورن کي مينهن جڏهن ياد ٻولدو، تڏهن فرياد ڪندا... ۽ هاري کي پتي جو انتظار هولدو آهي - مور جي اک ڪاري ڪڪر ۾ ڪتل، ته ٻنيءَ جي نظر پتو آئيندڙ جي ڳس ڏالهن مڙيل... مطلب ته عجيب رنگ آهي... جيئن سڀ سنواتيءَ جي انتظار ۾ وات ڦٽيو پيئي انتظار جون گهڙيون گهاري... تيئن ويچارا ٿاريلڙا ڪڪر ۾ آس لڳايو ويا دل کي خوش ڪن... سپ کي جيڪڏهن سنواتي (مينهن - ڦڙو) ملي ته منجهانئس موتي پيدا ٿيندو... پر جي ٻر جي ٻالڪن کي باري تعاليٰ ٻر ۾ ٻهاريون ڪري ڏنيون، ته هو ٿاريلڙا موتين کان سُلهائتا، ڀاڳولد، پنهنجي مالڪ جا گُڻ ڳائيندا...

... ... ...

آئي جو واءُ وريو. ڏڻ ڏڪي دڙن پيڙو ڪريو. ڪڪر ڏڙو ڏڙ ڏاروڙا وڏ ڦڙو وسائي رهيا آهن... ڇمر ڀنيان ڇمر ڇوهيندا ۽ چڻڪارون ڪندا ٻيا اچن... ڪارا ڪڪر وسڻ جا ويس پايو ڪلندا، ڪيوندا، ڪڄندا - ڪُڙندا، لس لهريون ٻڌيو، ڇوڏاري چڙهي رهيا آهن... اڄهو... مينهن اچي ويو. وڏ ڦڙي جا واڪا ته ٻڌو - ڄڻ ته ڇڇ پريو پيو چڻڪاري - لهر لڳي ويئي... ’پيچ مولا! ڳوڏي جيڏو ريچ!‘ ٻجليءَ جا ڪڙڪات ۽ شرڙاٽ، سنهن دل تي ذرو به اثر نه ڪندا آهن... هر ڪنهن جي واتون ”اللّه الصمد“ جو آواز پيو نڪرلدو... مينهوڳيءَ ۾ سال کي سُريليون سينديون هڻيو، ٻيا وڻن ڏي ورائيندا. جهڙ لٿي ته جهنگ ۾ رهن - لڪي ٿٽي ڏڻ جي سنڀال لهن... ٻتل ڏڻ وٺي صبح جو ڪڏون ڪوپا نه پري... ائين ٿيو ته ماڻهو ٽڪون هڻندا... لوڪ جو لعنتاڻو سهڻو ٻولدو... ڦرڦلو، رهي ڪٿي من تان مور نه لاهيندا... پلي ڪٿي ست جهڙي سنڌ جي... جهڙ ۾ جهل ٿي نه ٻوي... سر ٻيا ميگهه وسن...: مجال! جو ڪٿي ٽڏڙي ڇٿي لڳي جهرڪ پرٻن... سنڌ ن لڳن جا لوڻءَ ڪالبارجڻ، جيئن پيجن، تيئن ٻهار ٿين. ڳات ڳوچارون ڳولي، وڻن جا ور ۽ پر جهلي، واڙيون ۽ وڻاڻ پٽائيندا... متان ڏڻ کي ڇهو چڻي نه ماري. پيڙين جو پرم آهي. ننڍيون وڏيون نظر ۾ ته آهن... سنهون ڏڻ آهي ڇيڙن جي پري... چڻي ته داڻو داڻو ٿي ويندي... مينهوڳي رات ۾ ڳولڻ ڏکيو ٿي ٻوندو... ويچارو سنهون ڏڻ ته آهي ٿي ڪتي ٻليءَ جو ڪاڄا جي لظر ڪان ٽڙيو ته آيري جو سنهن

اوڪاج ٻه نظر نه ايندو... ٻل جي ڳتي سوَ ستون ٻائي. ڌڻ پنهنجو سنڀالجي، ڏوهه ٻئي ڪي نه ڏجي. عجيب چوپول آهن. ٻنا اجهي ڍنگهر جي ڍار. الله جي آسري. اکين جي اونگهه ڦٽائي، روزيءَ جي تلاش ۾ سرگردان رهن. سري ٻانون ڏيئي ٻولڙين ۾ پاسا ورائڻ وارن جي زندگي ته چڙ جهاد اڪبر آهي... سندن جهڙا ٿيم ٿيم ڪيو ٿيمن، ٻت ٻسيو چڪون چارا ٽين... ٻر سدائين سرها سنورا... چي... ”مينهن ۽ مهمان، گهڙي ٻل جا مهمان - مينهن جي ٻسائي حاڪم جي ماري تي ڪهڙو ارمان.“ الله جي رحمت جيترو وسي، آن وس آهي... ٽڙ-ترايون، تليون، ممَرُ تار ٿيو چوليون هٽيو ٻيون چاڪن... ٻادل ٻس ٿي نه ڪري. ٻر مجال! جو ٻاڙو ٻولن! چي... لوائي ۽ آجالو ٿئي... ڌڻ ٻه ساهي ٻتي ۽ اکين جي اونگهه ٻه آجهايون... اجوڪين اوطاقن ۾ ڪين آلڪو نه آڻ تڻ... ٽر جي واري، وسندي مينهن ٻڌري ٻاڻيءَ جي چنبو ٻه نه چڏي... ٻل ڪٿي ڪيترو ٻه وڏ ڦڙو واڪا ڪريو ٻيو وسي... ٻر مٿس چڪ چارو سور نه ٿئي... ٻت ٻتيهر ٻايو، ٻلي ٻت تي ٻيو ٻاسا وراءِ. سنگهاريون سالجڻ ليءِ آڏي ڏيو آٿن. وڏ ڦڙي وسندي، واوڙا واوڙي، جهڻ جهڪي جهڙو جهڙو... ڪري ٻيون جهيلاٽو جهولڪاربن... مکڻ ٻريا هٿڙا ڏسيو ٻيون مرڪن ۽ مُرڪن... ڪير ڦڙي جي هاج لاهيو، ماتورا مکڻ ليءِ چُلهن تي چاڙهين... وسندي مينهن، گهر جي سڀ سانجڻ سهيڙ ڪن ۾ ڪٽيو ٻوري ڪن... ٻئي ٻرڪ ٻره جو چولريون، چروڙا-مٽ، مانورا-ٽامابن جا سر ۽ ٿلهڙا ڪٽيو، وڏي لاڏ ڪوڏ سان ٿيلنديون وڏيءَ ويل وچيو وٿاڻ تي سهڙن... مينهن وسندي مال جي ڏهائي ٻه ڏکي... برسات جا اوهيرن تي اوهيرا... آهڻ جي ٻه ويسالد نن ٻر مالڪي سدائين سرها... مال کي مهلاٽو ميڙي، ڏوپ ڏهائي ڪري، ٻڌارين کي ٻتل ٻاڻ جي ٻدبوءِ مان ڪيڍي، ڪندا ٻڪر ٻنڌ ۽ هڙڪن جي هنج حوالي... ته مال ٻل ٻهر ريتي ٻڌل روڻا جهلي ساهه ٻٽي؛ ٻر جي جهڙ ۾ جهل نه ٻئي، ته ٻيرڻ تي آبهي رات وڃائيندا. ڪير چڪو ملي وين ته مهل تي. ان جا ڪيڙا سور لاهن. ڳس ٻنڌ ويندي جي چار ڳرمٽا وات ۾ وڏائون، تسه جڻ مهلاٽي مائي ملين. مالڪيڙا ڍيهون ٻڌي سات ڏيو سهڙن. سٿيي سيمون چرندا، ٻر مال کي سيم مان سوهي سموهي سهڙائيندا سات جهلي. متان ڪا ڪنهن کي مشڪل ٻوي. ٻيڙن جو ٻرم آهي. چنبو ڦڙيءَ جو ڌڻ ڪان چينل نڪل چهه ٿيڻ نه ڏيندا. وراڻي ڪندا وار ٻيڙي، ٻوءِ ڪنهن جي ٻه ڪٿي هجي. ٻرائيءَ پنهنجيءَ جو ويچو مور نه رکن... چي... متان ڪنهن غريب جي وٺي مينهن وچي هلي. مهوڳيءَ ۾ ڏنار ڌڻ کي تڙ ترايون نه ڏيڪاريندا ۽ نه وري ورائي وٿاڻ تي آڻيندا... چي... ڌڻ ڪارڻ جهڙ ۾ جهنگ ننگ آهي. ڪنڪ ٻن ڪرتيو ٻيون قوت ڪنديون... رائي رتين ريلن ۾ رکيو چا آهي... ڏکن جي رات ٻوري تي... سکن جو سج آيريو... ٻرهه ٻاکون ڪڍيون... هاڻي اوير ناهي... ڌرتي ته ڏسو؛ ڦٽي ڏونرا تي ٻيئي آهي... اوٻڙ اوٻارا ڏيو ٻيو اٿي... جهنگ ٻچي ٻولدا... رهيون کهيون ريلن ۾ روڻشا ڪنديون... واهه، جوڙيندڙ جي

جوڙا ڏٺولي ڌڻ ري دلگير رهن... پر ڪٿي بہ ڪنهن ڪار ڪرت مان لڪ لهن؛ ۽ سندن روح کي راحت تڏهن اچي... جڏهن مال مڇي...!

... ... ...

آهي خشڪ واريءَ جا ڍڳا، پيانڪ پٽن وارو واڀوسنڌل، خاردار خشڪي جا وڻ، جي پنهنجي بدحالي تي ماتم ڪري رهيا آهن، ٿر جي ويچاري واري جنهن کي بي رحم طوفان دربدر ڪري رهيو هو، اهي اگهاڙا ڪنڊن ڀريا وڻ اڄ مينهن ۽ سور سان مخمور ٿي جهولي جهمي رهيا آهن، رائي رتيون ريلون ۽ پٽن جا گوچار ۽ تڙڪول جهڙا ڇتون، پڪ، ڇهچ ساوا، گلن ڦلن جي مهڪار ۽ ولين واس ماروئڙن جي ملڪ کي مست بڻائي ڇڏيو آهي. ٻر ٻر ٻاڙيون لڳي ويون، ڪڪا پکن سامهان آڏي وس چرو ويڙهيچن اچي پراڻا ٻڌ وساها، ٻانن وڻڻن تي پيڙيون پٽاريون ڏسيو دل ٻيهي بهار ٿئين... چوڏار چڙن جي چڻ پڻ ٻڌيو پيا سرير ۾ سرها ٿين، ۽ ديس جي دڙي دڙي تي پيا دولهون دولڪائين، مال ٿان مينهن سهو ٿري! مال جي مک ٿري تہ چارئي پهر پيون چرنديون، چڙا چينگهاريندڙيون، مجال! جو گوڏو ٻيڪڙين، ٻره جو ٻويان ٻير ڪنديون، اوهہ آڪيڙو ڪندن، ڏاڏر جون روڪيون لہ رهنديون، جيتر ميڙاڻو ۽ ڏهائي لہ ٿينديون، ڏهائي ڪري سٽايون ڪندا سالي سيم ڏي، پوءِ تہ وٺو ڏس. تہ ڪي وري ڪيئن ۾ ساوا سلا آسرلدا ۽ اوچون ڏيندا ڏسي پيا وهسندا، آڻ آيري اڻن، تہ وري تارن ڀري رات ۾ موڻن، جڏهن ٻوڪ جا سلا سهمہ ۽ ست ڀريا سمجهن تڏهن مڏ وجهن چيڙ چيپڙ ۽ آيت جو، گهر گهر مان نڪرو وڏو آڻ آيري لسيءَ لپ پيو ڪٿو ڪلهي ڪٿو ڪيت ڏي پيو ويندو، ڪيت ۾ گڏيا پوءِ تہ وٺو ڏس ۽ ٻڌ! هٿرچي جي هونڪار لڳي ويندي، ڪٿا ڪرب پيا هلائيندا، پگهر واڻون ڪريو پيو وهندو، دم الدر ۾ ٻورو لہ پيو ٿيندو، پر مجال! جو چيلهہ سڌي ڪن، چيلهہ سڌين تڏهن ڪندا جڏهن پنهنجو مُهاڙو ٻورو ڪندا، ڪيت چڻ تہ ٿيٽر بڻجيو وڃي، هٿرچي جي هنگهہ، جهُول اصل جيءَ ۾ جڙجي ويندي، سلا ليڏائيا تہ چڻ آيا، مٿان ٻوڪ پڪي تہ پوءِ ڪندا ڪرهولن ۽ ڪنين ڏاهڻ جو سعيو، ڪنيون کوب بڻائي، ڪڙچ ڪيڍي ڪندا تيار، پوءِ ويچارا تاريلا چنڊ ڏسي چگو وار نهاري، وجهندا ڪيت ۾ لابارو. پرهہ ڦٽيءَ جو ڪاهي پهچندا ڪيت ۾. اول بادشاهہ ٻير جو ٻڪل ٻوڪ مان ٻورو ڪيلدا، پوءِ ڪندا لابارو شروع، ڪيت لائيءَ تي مور لہ لٽائين، پنهنجو ٻاڻ لٽن ۽ چٽولدا چارا ڪن، لٽندي جي ڪڇو آيون هٿ لڳي وڃن تہ پيهي هٽندا تري، آڇو آن ڪري هٽندا ڦڪ وات ۾، ڪائيندا ۽ ڪلندا وتندا، ڪيت ۾ گرميءَ گهٽ ۽ ٻوڪ جي آهٽ جي پرواهہ مور لہ ڪن، جي ڪٿي تولس تپاين تہ ٻائيءَ ڪاڻ ٻاٽاريءَ ۽ پيهي ٻاسي مور لہ موٽندا، لمي ڪٽندا ڪيت مان ٻڪل چالهون، هٿ جي ٿولڳي يا اڙڪ سان پڇي اڏواڻ ڪري پيهندا ڪاٺڻ. منٽن ۾ ڪوري ڪٿي ڪٺوري جهڙو بڻائيندا، وري ڪريون مٺور زيان لہ ڪندا، چوندي

ميوي کٽي ڪُپر ۾ وجهندا، سڄي ڏينهن ۾ ساهيءَ پٽڻ لاءِ اوتارو هڪ پيرو ڏسڻ. سنڌ ۾ اوتارو ڏسڻ وٽان آهي، ميوي جي مارڪيٽ پيو معلوم ٿيندو... گدرا، ڇانهان، چيڙ، ريڙ ڊلڪ سان رکيا هوندا، مزمان مڙو آيو ته پوءِ ويهي ٽولڪا هٿي ٽڪائيندا، چي: هي ڪچو آهي ۽ پلو، هي پڪو آهي ۽ پوڏ. پنيرن جا پارڙا ته اوتاري ۾ آيري ڪان لٿي ٿائين رهن - ۽ پيا خوب خوبان ڪيٽ جي تلاشي وٺن. سنڌ ڪاڏيءَ تان ڇانهين جي رس جا ريلا وهندا نظر ايندا، ميرا ۽ رس جا رتل ڪپڙا سنڌ ۾ ڪي ابالا ۽ آٺاوا سور نه لڳندا، پر ڪين ويتر پيا وٺندا ۽ سيبائهندا.

ٿاريلن جا ڪمت ڪا سيٺ ورلدمل جي واڙي ته لاهي جت چيڙ، ريڙ ۽ تُراڙي جي پڙ تَرِن، هتي ته جهنگ پچيو پون، پيو ڪاٺ ۽ ڪڻ ليڪو رکندي ڪين لڄ آڇي، مهمان ڪي ڪيٽ سان ڇالهون چڱو چوکو چولدي ڏين ته پل ڪاني خوش ٿئي، چار چؤنڪ ڳالهين جا پڌائي آٿي. ڪيٽ ۾ گدرن تي ماڻهن جو والهوتو لڳيو وڃي، ابا آٿ ۽ گڏهه گدرن جا لڏين، ۽ مجال جو پنيرو ڪٽي منهن ۾ سَر وجهي، ۽ سدائين پيو کلندو ۽ هٿ ڏس ڪنهو...

سي ٿاريلا ٿَرن ۾، جي مانُ گهَٽُ گهُري
وطنُ وَسَ وَسندا پئون، هُنبڙي نيتُ هُري
آندر چيتُ چُري، ورهه وپڙهيچَن جو.
(شاهه)

# آديسي اُٿي ويا....

## مرحوم محمد صالح راهو

سرزمين سنڌ جو هي عظيم فرزند پنهنجي علمي ۽ ادبي خدمتن جي ڪري تعليم کاتي ۾ هڪ ممتاز حيثيت جو مالڪ هو. مرحوم هڪ مشقت پسند ۽ محنتي ماڻهو هو، جڪو پنهنجي ذاتي صلاحيتن ۽ جدوجهد سان فضل و ڪمال جي بلند مقام تي وڃي پهتو. راهوصاحب جي رحلت دوستن کان هڪ سدا مرڪندڙ دوست ۽ ابهم ٻچڙن کان هڪ شفيق پيءُ کسي ورتو. ڪنهن کي خبر هئي ته هيءُ سدا کلندڙ ساٿي اسان کان ايترو جلد وڃي حقيقي حبيب سان هيڪاندو ٿيندو!

پروفيسر محمد صالح راهو 16- جنوري 1926ع تي ڳوٺ سوائي راهو، تعلقي سڪرنڊ ۾ ڄائو. ٻهرياڻين ڪلام پاڪ جي تعليم حاصل ڪيائين ۽ پوءِ ڪجهه عرصي لاءِ مدرسي ۾ فارسي پڙهيائين. ان بعد ڳوٺ جي سنڌي اسڪول مان چار درجا پاس ڪري نوابشاهه جي مشهور لوڪلبورڊ هاءِاسڪول ۾ سنڌ جي مايہ ناز تعليمي ماهر جناب حاجي خان خوجہ صاحب جي زيرِ نگراني ثانوي تعليم حاصل ڪيائين. ان بعد ڪراچي سنڌ مسلم ڪاليج مان بي. اي پاس ڪيائين. آخر ۾ سنڌيءَ ۾ ايم. اي پاس ڪرڻ بعد سال 1951ع ۾ ڪراچيءَ جي گورنمينٽ ڪاليج آف ڪامرس ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو.

مرحوم راهوصاحب 28 سال تعليم کاتي جي خدمت ڪئي ۽ انهيءَ عرصي ۾ هو مختلف عهدن تي فائز رهيو. راهوصاحب ڪاليج جو ليڪچرار، ويسٽ پاڪستان ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جو آفيسر آن اسپيشل ڊيوٽي، پروفيسر، پرنسپال، تعليم کاتي جو سيڪشن آفيسر، ڪاليج جو ڊپٽي ڊائريڪٽر، ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي بورڊ حيدرآباد توڙي سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جو سيڪريٽري ٿي رهيو.

راهوصاحب جي علمي لياقت، انتظامي تجربي ۽ ڪم سان دلي لڳاءُ ۽ ٻين اهڙين لياقتن کي نظر ۾ رکندي سال 1975ع ۾ کيس سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو، جنهن عهدي تي وفات تائين فائز رهيو. مرحوم راهوصاحب سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي چيئرمن جي حيثيت سان ايتري ته محنت سان ڪم ڪيو، جو هن بورڊ جي ڪارڪردگيءَ کي

صدر مملڪت طرفان نہ رڳو ساراهيو ويو، بلڪ بورڊ جي ڪتاب سازيءَ واري ڪم جي طريقي کي پاڪستان جي ٻين بورڊن لاءِ مثالي قرار ڏنو ويو ۽ انهن کي هدايتون موڪليون ويون، تہ سيئي ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي ڪتابن تيار ڪرائڻ جي طريقي موجب ڪتاب تيار ڪن.

مرحوم راهوصاحب جو جيئن تہ وڪالت جو امتحان بہ پاس ڪيل هو، ان ڪري ايل. ايل. بي. جي شاگردن لاءِ سنڌن لکيل ڪتاب Leading Cases Book I and Book II ڪراچي يونيورسٽيءَ طرفان درسي طور رائج ٿيل آهن.

مرحوم راهوصاحب اڪثر رات تائين ويهي آفيس ۾ ڪم ڪندو هو، ۽ تمام گھڻي محنت ڪرڻ ڪري 5- ڊسمبر تي اوچتو سندس طبيعت خراب ٿي پيئي. 7- تاريخ کيس اسپتال ۾ داخل ڪرايو ويو. قدرت طرفان سندس هن دنيا ۾ رهڻ جو وقت پورو ٿي چڪو هو، ان ڪري ڊاڪٽرن ڪوبہ فرق ڪونہ ڪيو ۽ 8- ڊسمبر تي قلب ۾ ڪمزوريءَ جو دورو پوڻ ڪري پنهنجي جان، جانِ آفرين جي سپرد ڪري يارن کي هميشہ لاءِ وڇوڙو ڏيئي ويو.

إِنَّا لِلّٰهِ وَ إِنَّا إِلَيهِ رَاجِعُونَ

مرحوم جي اٿڻي ويهڻي ۽ رهڻي ڪهڻي اهڙي سادي هئي جو ايڏي وڏي عهدي هوندي بہ اڻين محسوس نہ ٿيندو هو، تہ دنيوي لحاظ کان پاڻ تمام وڏي عهدي تي فائز آهن. ايترو قدر جو سمهندو بہ زمين تي هو، غريب توڙي امير سان هڪجهڙو ورتاءُ ڪندو هو ۽ سادا ڪپڙا پہ ڪيندو هو. طبيعت ۾ حليم، نهٺو، کل مک، رلڻو ملڻو ۽ نهايت خوش مزاج هوندو هو. مذهبي لحاظ کان وڏو ديندار ۽ صوم وصلواة جو پابند هو. زماني جي ڏيتي ليتيءَ ۾ صاف رهندو هو. هٿ جو ڇوٽ اهڙو هوندو هو، جڻ سخاوت سندس سرشت ۾ پيل هئي. مرحوم راهوصاحب رسول پاڪ صلي الله عليہ وسلم جي عشق ۾ پڌل هو ۽ هروقت کيس سرزمين حجاز جي ڏسڻ جو گھڻو خيال ۽ شوق هوندو هو. سندس وفات تي سڄي پاڪستان مان تعزيتي ٺهراءَ آيا، جن ۾ سندس خدمتن کي ساراهيو ويو ۽ سندس مغفرت لاءِ دعائون گھريون ويئيون. اسان جي دعا آهي تہ الله تعاليٰ مرحوم جي مغفرت ڪري ۽ کيس پنهنجي جوارِ رحمت ۾ جاءِ ڏئي ۽ سندس پوئيرن کي صبر جميل جي توفيق ڏئي ۽ کين صالح ڪري.

آمين ثم آمين.

— پروفيسر محمد اسحاق ابڙو

# سُڄاڻ (ادارا)

## لاڙ ادبي سوسائٽي، بدين سنڌ.

**پس منظر :** 1956ع ۾ لطيف پبليڪيشنس (3 ڪتاب)؛ ساڳئي سال: جيلاني پبليڪيشنس (21 ڪتاب)؛ 1960ع ۾ ساگر پبليڪيشنس (5 ڪتاب)؛ ٻارڙن جي ٻاري (4 ڪتاب)؛ ادبي محفل (3 ڪتاب). انهن مختلف ادارن پاران ڇاپيل ڪتابن جو ڪل تعداد 36 ٿئي ٿو. اهو تعداد ان ۾ تهائين وڌيڪ ٿي وڃي ٿو، جو ان جو سڄو ڪريڊٽ اهڙي اڪيلي شخص کي وڃي ٿو، جيڪو هڪ غريب ۽ مسڪين پرائمري ماستر آهي، جنهن لنگهڻ ڪاٽي، پنهنجي ٻارن کي بکيو ڏکيو رکي، لور نچوئي، رت ست ڏيئي، اهي ڪتاب سنڌي ادب کي ڏنا آهن. سندس چوائي: ”پوءِ اها ئي ڳالهه آهي، ته اڄ ڪڏهن بکيو ٿيو هجان، ٻارن کي مهل سر ليڙا وٽي ڏيئي نه سگهيو هجان، يا انهيءَ ادبي چرپائي لوڪ ۾ ڏنو ڪيو هجيم.“ مان اهڙي شخص کي ”چرياڻ“ سڏيندس ـــ ۽ اهو چرياڻ آهي: **محمد سومار شيخ** ـــ جنهن پيٽ تي پٿر ٻڌي، ادب کي پستڪن جي ڀنڊار ڏني آهي!

1970ع ۾ مٿين سڀني ادارن کي گڏي هڪ ڪيو ويو ۽ ان اداري تي نالي رکيو ويو: ”لاڙ ادبي سوسائٽي، بدين“. مٿين سڀني ادارن جا ڪتاب به ان اداري جي نالي ساريا ويا. هيل تائين ”لاڙ ادبي سوسائٽي“ 58 ڪتابن جي ”نمائي سوکڙي“ سنڌي ادب کي پيٽا ڏيئي چڪي آهي. اهو ڪارنامو به سنڌواسين جي روايتي بي حسيءَ جو بک تي ويو؛ ها محمد سومار شيخ کي پنهنجي ليکي ان خدمت تي آٿت آهي ۽ سڪٽي ساراهه به هن لاءِ ”سوني ٻلي“ کان گهٽ ڪونهي.

”لاڙ ادبي سوسائٽيءَ“ نه رڳو ڪتاب ئي ڇپايا آهن، پر علمي، ادبي ۽ ثقافتي سرگرميون جاري رکندي، بدين ضلعي جي ساڃي ماحول ۾ ولوڙ پڻ پيدا ڪندي پئي رهي آهي. ان ڏس ۾ لاڙ جي شاعرن ۽ اديبن جون ورسيون ملهايون پئي ويون آهن، جن مان پير عالي شاهه جيلاني، قرهنو پالداري، سالوٽ فقير ۽ سرڪار شيخ مکيه آهن. ان اداري جيئرن اديبن، شاعرن ۽ فنڪارن کي به نه وساريو آهي ـــ ۽ ان ڏس ۾ جان محمد جت ۽ مير محمد لنڊ جي ساڱ ۾ گڏجاڻيون ڪري، هڪ نئين روايت کي جنم ڏنو آهي. هيٺ اسين

ان اداري جي مختلف موضوعن جهڙوڪ تحقيق، شاعري، ڪهاڻيون، ڊرامو، نفسيات تي ڇپايل ڪتابن جي لسٽ ڏيئي رهيا آهيون، ۽ مهراڻ جي پڙهندڙن کي اهي ڪتاب خريد ڪري پڙهڻ جي اپيل ٿا ڪريون:

(1) شاهه جا ڳم ٿيل بيت (سُر مارئي)، (2) مناجات ساقي، (3) سوڪڙي، (4) پارس، (5) تاريخ الشعراء لاڙ — ڀاڱو پهريون، (6) پرڏيهين ڏانهن پيغام، (7) ڳوڳو چوهاڻ، (8) ڇڳو ۽ مدو، (9) شاهه جا ڳم ٿيل بيت (مختلف وڏيڪ سُر)، (10) ڪليات فاروقي، (11) نوراني جاسوس، (12) پورس جا هاٿي، (13) لهرون، (14) نزان، (15) هڪ ندي — ٻه ڪنارا، (16) چوليون، (17) انڌيرو اجالو، (18) تنهنجون ڳالهيون سڄڻ، (19) تند تنوار، (20) شاهه ذوالحج، (21) بوعلي قلندر، (22) ڪيرو چور، (23) قلم وهي ويو ڪالهه، (24) پيرشاهه قادري، (25) سنڌي آوازن جا تبادلا، (26) ماءُ جي قرباني، (27) روحاني ابيات، (28) قصو ڪرهيي پير جو، (29) ٽيرهين تالي، (30) درد جو درياهه، (31) تاريخ الشعراء لاڙ — ڀاڱو ٻيو، (32) ڪليات شيخ الهه بچايو، (33) روپا ماڙي، (34) ڪلام مرڪان شيخڻ (35) ڪلام جڙيل عباسي، (36) ڪلام جوڻيجو، (37) ڏاهو گهيٽو، (38) دوها ۽ دونهان، (39) بلبل جون ٻاتيون، (40) سون سريڪا سپنا، (41) چراتيس چوري، (42) مٽر جاچي، (43) بيت ورلدو، (44) ڪلام پير پاون علي شاهه 'ساقي' (45) ڪلام حيات جمالي، (46) دربار محمدي (47) لاڙ ادبي سوسائٽي، (48) سنڌ جون سورميون، (49) عبرالي، (50) پيروز فقير جو ڪلام، (51) جذبات پنائي، (52) مددخان پناڻ، (53) اسان جا شعر هي سادا، (54) منهنجي ماضيءَ جا چند ورق، (55) بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ، (56) ڪنبن جي پچار، (57) ميگهه رڪ، (58) شيخ ڪرهيي پانداريءَ کي ڳائيندڙ شاعر.

ڏونگر ذم ڏوري، سڪڻ جون سڏون ڪري،
ويئي گهر گهوري، مٽان پرين جندڙو.
— شاهه

# تبصرا

**سچ تريءَ هيٺان** (تنوير عباسيءَ جي شعري ڪتاب تي ويچار)

جديد دؤر سنڌي ادب ڪي جيڪي شاعر ڏنا، تنوير انهن ۾ نمايان حيثيت رکي ٿو. هن جي شاعري جذبات جي بي پناهه اٿل سان گڏوگڏ، شعور جو هڪ تيز رفتار وهڪرو به آهي، جيڪو هن دؤر جي بدلجندڙ حقيقتن ۽ ازلي سچ جي آميزش سان پيدا ٿيل پس منظر ۾ فطري موسيقيءَ سان همآهنگ نظر اچي ٿو. اهو ئي سبب آهي، جو تنوير جي شاعري، ڪنهن هڪ طرح جي ناهي، بلڪ مختلف جذبا ۽ مختلف حالتون، جتي ڪٿي نظر اينديون. اها ٻي ڳالهه آهي ته انهن سڀني ڳالهين ۾ انقلاب جو عڪس نظر ايندو. انقلاب صرف جسماني نه، پر ذهني معاشي ۽ اقتصادي انقلاب:

مضبوط جهوپڙيون ۽ ڪمزور محل ماڙيون،
سو ڏينهن آهي ويجهو، ٽينديون آپيون ڪهاڙيون.

وري جڏهن وطن ڏالهن وري ٿو:

چٽ پراوا ڪين وڻن،
پنهنجي لوئي لاڪ رتي.

—

ديس جي آزاديءَ جي خاطر، هر ڪو سر سهائيندو،
هر ڪو ٽيندو ڳاڙهو گهوٽ ۽ رت جي ميندي لائيندو.

—

ڪين وساريندس مان ڪڏهن،
ڪنڙم جيڪو قول،
منهنجو پيلاين سان پول.

تنوير جو اهو چوڻ ته:

او تنوير، ڳالهه ته هر ڪو ئي چائي،
اسان سوز ان ۾ سمائي به چائون.

يا

وري شعر تنوير لازل ٿين ٿا،
ثمر سوچ جا نيت حاصل ٿين ٿا.

انهن ۾ شعرن ۾ هن تمام سولن لفظن ۾، شاعريءَ جي ٻن اهم بنيادي نقطن جو ذڪر ڪري ڇڏيو آهي، جنهن ڪان هن دؤر جو ڪافي اڏ پڙهيل انسان اڻڄاڻ آهي. سوز ۽ سوچ- انهن ٻن شين ڪان سواءِ شاعري تڪ بندي ٿيجيو وڃي؛ Creation تخليق جي ڏاڪي تان لهيو Craftmanship يا جوڙڻ (Making) جي درجي تي پهچيو وڃي ۽ جيڪڏهن ائين چئجي ته وڌاءُ ڪونه ٿيندو، ته هر دؤر ۾ تخليقڪار ڪان وڌيڪ سگهڙ ئي پيدا ٿيندا رهيا آهن ۽ هن دؤر ۾ ته شاعرن جو ڏاڍو ڪال آهي، جنهن جو سبب شايد اهو آهي، جو ڪنهن به اهڙي شخص ڪي چئلينج ڪونه ڪيو ويو آهي، جيڪو شاعر نه هوندي به شاعر هجڻ جي دعوا ڪري. شاعر صرف اهو ناهي، جيڪو شعر لکي ڇاڏي، بلڪ هن ڪي انهن جي مفهوم جي به خبر هجي- پنهنجي لفظن ۾ هو جيڪي ڪجهه چوڻ چاهي، تنهن کي شعر جي صورت ۾ پيش ڪري. الهيءَ ۾ هڪ حصو وجداني ڪيفيت جو به هجي؛ پر وجداني ڪيفيت ۾ به لاشعوري طور اهي ئي ڳالهيون ظاهر ٿينديون آهن، جيڪي شاعر شعوري طور تي پڙهي، ڏسي يا محسوس ڪري چڪو آهي، تڏهن به معاملو سوچ تي اچيو پورو ٿئي. تنهن ڪان پوءِ جديد دؤر، گوشه نشينيءَ جي شاعري يا اڪيلائيءَ جي گيتن جو ڪونهي. سڄي دنيا جو انسان هڪٻئي کي ايترو ته ويجهو اچي چڪو آهي، جو هاڻ هو هڪٻئي جون خوشيون ۽ غم محسوس ڪري ٿو. مظلومن ۽ محڪومن سان همدرديون ڪري ٿو. بادشاهتن ۽ وڏيرن ۾ ملندڙ خوشين جا خواب اُڻي چڪا آهن، هاڻ ته هر قوم ۽ هر فرد پنهنجيون خوشيون پاڻ ٿو حاصل ڪري. تنهن ڪري 'هاڻ' جو شاعر رڳو پنهنجي ذات لاءِ نه، بلڪ پاڻ جهڙن ٻين به انسانن جي خاطر ٿو شعر چوي ۽ لازمي طرح هن کي پنهنجو پاڻ مان لکري، ٻين قومن ۽ فردن بابت به معلومات رکڻي پوي ٿي. هوندي، ڪوبه شاعر جڏهن پنهنجي ڪا پيڙا پيش ڪندو آهي، ته به هن جو مقصد انهيءَ ۾ ٻين جي پيڙا جو عڪس پيش ڪرڻو هوندو آهي. تنوير ته انسانيت جي لاءِ چوي ٿو:

مات ٿياسون تون ۽ مان،
مات ٿي انسانيت.

تڏهن به ڪيس اها پڪ آهي ته:

جيڪو خواب ڪلهوڪو،
سو ٿي سچ اچوڪو.

پر هي به چوي ٿو:

ميڪو سپنا ماڻي،
ساڀيا ماڻي ڪوڪو.

پر ڪٿي ڪٿي هو شديد ردعمل به ڏيکاري ٿو، اهڙن موقعن تي:

هر ڪو ماڻهو موتيءَ داڻو،
هر ڪا دل هيري جي کاڻ، جاڻي ڏس ته سهي اڻڄاڻ.

وارو تنوير عباسي بي اختيار چيو اٿي:

اوچيون رکون هي لاٽون، هي مشعلون هي ڏياٽيون،
پنهنجن لئه روشني ۽، دشمنن لئه آماڙيون.

هي رد عمل شعوري آهي، جڏهن حالتن ۽ واقعن جو رخ شعور تي Ideal سان ٽڪرائيندو آهي: جڏهن هر شيءِ کان انڪار جو جذبو پيدا ٿيندو آهي ۽ ماڻهو رڳو پنهنجي وجود کي محسوس ڪرڻ لڳندو آهي ۽ انسان هاڪار جي جذبي کان هٽي ناڪار جي حالت تي پهچندو آهي:

پنهون ٿيس پاڻ، مسئي تان سور هٿا.

(شاهه)

واريءَ حالت ۾ هوندو آهي، جتي 'انسان'، 'انسان' هوندو آهي، نه ڪي دوست ۽ دشمن، پنهنجو پرايو.

تنوير جي هڪ بي خاص خوبي اها به آهي، ته هن افريڪا ۽ ويٽنام جي هيروز به ران، پنهنجا ماروئڙا چوندا يا آهن. حيدر بخش جتوئي ۽ شهيد عبدالرزاق سومرو، هڪ سنڌ لاءِ جدوجهد ڪندي پنهنجي جان ڏني، ته ٻئي ڪي سنڌي هجڻ جي الزام ۾ هڪ درسگاهه جي اندر شهيد ڪيو ويو. هڪ حالتن جو شهيد، ٻيو ماڻهن ماريو. تنوير ٻنهي لاءِ شعر چيا:

زندگي جدوجهد اڻ ٽڪ سفر،
زندگي محنت ڪنهين هاريءَ جو هر.

--

ڪيڏا ڪيڏارا ڳايان پنهنجي سنڌ لئه،
مٽيءَ ۾ ملندا وڃن، ماڻهو سوچارا،
ڏهن هچارا، ٽڙيا پنهنجي سنڌ مان.

تنوير جا ڪئين رنگ آهن: هو انقلابي به آهي، ته رومانوي به: حقيقت پسند آهي، ته جذباتي به. سندس شعر مان محسوس ٿئي ٿو، ته هن پنهنجي ديس جي مٽيءَ جي خوشبوءِ چڱيءَ طرح محسوس ڪئي آهي. پنهنجي شاعرن جو چڱيءَ طرح آڀياس ڪيو اٿس. تازو هن سنڌ جي سدا حيات شاعر شاهه لطيف سائينءَ جي شعر جو آڀياس به لکيو آهي ۽ خود هن مجموعي ۾ هڪ نظم محمد فقير جي شعر جي هڪ سٽ سان شروع ڪيو اٿس:

جسا وک چاوين سا وک اڳتي.

رسمي طرح ته تنوير ڪي انگريزي رومانوي شاعرن مان، ڪنهن سان ڀيٽي سگهجي ٿو. پال ويلري، ايزرا پائونڊ ۽ ٽي. ايس. ايليٽ سان سندس ڀيٽ ڪري سگهجي ٿي: پر منهنجي نظر ۾ اها غلط ٿيندي، ڇو جو تنوير جو هڪ الڳ اسٽائيل آهي ۽ الڳ مقام. هن جي شاعري ديس جي سالڪيئڙن جي جذبن ۽ اميدن جو اظهار آهي. تنوير سنڌ جو سپوت آهي ۽ هت رهندڙن جي من ۾ هن جو مقام ڏاڍو اوچو آهي.

## پاتال ۾ بغاوت

مائڪ: پهريون ڇاپو: 1976: ڪرائون سائيز: 80 صفحا: چار رپيا: آڪم پبلشنگ ايجنسي، پوسٽ باڪس 238، حيدرآباد سنڌ.

هن ڪتابڙي تي مهراڻ جي 78/2ع پرچي لاءِ تبصرو ڪرڻو هوم، پر موڪلي 78/3ع لاءِ رهيو آهيان. اوير نسوري منهنجي آهي — ڪجهه پڙهي پوري ڪرڻ ۾ ڍڪيائيءَ جي ڪري، ڪجهه سيسفوس (مائڪ موجب: سسيفس) واري ڏند ڪٿا وري پڙهي ڏسڻ لاءِ يوناني ديومالا تي ڪنهن ڪتاب هٿ ڪرڻ جي اڏوگابري ۽ ان ڪارڻ اڻ ـ ٿڪل ڪوشش جي ڪري، ۽ ڪجهه ٿلهيءَ سُستيءَ جي ڪري. پڙهي پوري ڪرڻ ۾ ڍڪيائي ان ڪري جو ٻولي، خاص ڪري مهاڳ ۾، اهڙي ڪم آندل آهي جو معنيٰ مطلب پروڙڻ لاءِ ساهيون وٺڻيون ٿي پيون. انهن ساهين ۾ عجيب قسم جي پنڪچوئيشن ۽ پروفن جي چُڪن جو به هٿ هو. يوناني ديومالا تي ڪتاب هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ان ڪري جو اهو ڄاڻڻ ٿي چاهيم ته آڳاٽي يونان جي ڪارلت ااالي عياشيءَ ۽ لُچپڻي ڪان بدنام شهر جي ڏند ڪٿائي بانيءَ ۽ پهرين بادشاهه، سيسفوس، کي مهاديوتا، زيوس، جن لوپ ۽ ٺڳيءَ جي ڪري تان پاتال ۾ سنگ مرمر جي ڇپ پنهي هٿن سان ڏِکي ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي پهچائڻ جي ڪڏهن به پوري نه ٿيندڙ سزا (ڪڏهن به پوري نه ٿيندڙ ان ڪري جو ڇپ چوٽيءَ تان ڦرندي اچي وري پٽ پوندي هئي) ڏني هئي، تن جي وچور ڇا هئي. جي مائڪ پنهنجي 25 صفحن جي مهاڳ ۾ ڪٿي منڍ ۾ اصل ڏند ڪٿا به درج ڪري ها ته هوند مون پارن ويسرين ۽ گهٽ ـ ڄاڻ تبصري ڪندڙن جو ڀلو ٿي پئي ها.

’پاتال ۾ بغاوت‘ ڇا به ’ڀاڱا‘ آهن. پهريون ڀاڱو (ص ص 9-33)، ’سسيفس جي انڪار‘ هڪ طرح جو مهاڳ آهي، جنهن ۾ مائڪ هِن ’دائمي ڦتڪاريل ۽ ننديل‘ ڪردار بابت پنهنجي Thesis هيئن اپٽاري آهي: ’سسيفس، ڪامؤ پاران مڙهيل وجود ڪان متاثهون آهي. گهڻو متاثهون. ڇاڪاڻ ته هو اختيار جو ننديل آهي ۽ ڦتڪاريل. سندس وڏائي انهيءَ ۾ آهي ته، هو سدائين، هر ويل، اختيار کي چوي ٿو: نه — جو ڪجهه مٿس مڙهيو ويو آهي، اختيار پاران، جنهن وٽ سگهه آهي. سسيفس ان کي ٺڏي ٿو. انبري واري ٿو. نه؛ ۽ انهيءَ ”نه“ — جي حد ڪان ”پاڻ هجڻ“، جي اظهار جي سرحد شروع ٿئي ٿي. جنهن ۾ پنهنجي تقدير/چرپر جي چونڊ جو حق محفوظ رهي ٿو، چونڊ جو حق، جيڪو آزاديءَ جو تت آهي. تنهنڪري الاهي فتوائن، مقدس احڪامن ۽ اختيار جي سرن کي ٺڏڻ، سسيفس پنهنجي اخلاقي جوابداري سمجهي ٿو.... سندس انڪار... اختيار طرفان مڙهيل امر کي للڪار آهي. هو اهو نٿو مڃي ته ڪو متاثهون، يا ڪا مٿين هستي سندس باري ۾ فتوا مڙهي، فيصلو ڪري، نصيب جوڙي. ۽ نه ئي هو انهيءَ حيثيت مائڻ لاءِ جاکوڙ ڪري ٿو، پاڻ متاثهين مڙهيندڙ هستي بڻجي.

جيڪا ٻين جي مٿان فتوائون مڙهي ۽ نصيب ٿاڦي. سنڌس ناڪار، پنهنجي هستيءَ جي هانڪار لاءِ آهي.' (ص ص 22-23، 27). الهيءَ ناڪار کي develop ڪندي، مانڪ هاڻ اختيار/سگهه جي هر علامت جهڙوڪ خدا، مذهب، نظريئي، رياست، اسٽبلشمينٽ، قاعدي قانون جو منڪر ٿئي ٿو ۽ انهن علامتن کي هوڪارڻ/للڪارڻ/ٺڏڻ/ناڪارڻ هيٺين/وهيٺن/خلق/عوام، خاص ڪري حساس ۽ ايماندار فنڪار جي 'اخلاقي جوابداري' ۽ 'آدرش' ڄاڻائي ٿو.

پيو ڀاڱو، جو ص 37 ڪان ص 79 تائين آهي، تنهن ۾ اصل 'Story' بيان ڪيل آهي. جاءِ واردات پاتال/موت-گهر، هاديس (مانڪ موجب: هيڊز) ۽ ديوتائن جي دربار، اولمپوس، آهي. هاديس ۾ ديوتائن جي ٻين 'ڦٽڪاريل، دائمي سز ڀوڳيندڙن' سان گڏ سيسفوس به پنهنجي اڻ ڪٽ سزا جو عتاب ڀوڳي رهيو آهي — ۽ اهو سلسلو ڄڳن ڪان هلندو اچي ٿو. اصل قصي جي شروعات تڏهن ٿئي ٿي، جڏهن 'هڪ لڱا اوچتو' سيسفوس ڇپ' ڪري ريڙهڻ بند ڪري، ان مٿان ويهي رهي ٿو، ۽ پهرين پاتال/موت-گهر جي واليءَ، هاديس، جي هڪل تي ۽ پوءِ مها ديوتا، زيوس، جي پيغمبر، هيرميس (مانڪ موجب: هرمز) جي چوڻ تي به پٿر ريڙهي چوٽيءَ تي پهچائڻ ڪان ناڪار ڪري ٿو. تنهن تي ڪيس اولمپوس ڏانهن نيو وڃي ٿو، جتي هو زيوس سان مهاڏو اٽڪائي ٿو. آتان هو وري پاتال ڏانهن موٽايو وڃي ٿو، انهيءَ حڪم سان ته سندس سزا جو چڪر ايترو ته تيکو ڪيو وڃي، جو منجهس 'سوچ لاءِ ڪا وٿي نه بچي، سندس سونجهه جا سمورا ڳوڪڙا بند ٿي وڃن،' پر سندس 'پيڙا جي سرت' ۽ 'بيوسيءَ جي ڄاڻ' جيئن جو تيئن رهي.

سرورق تي جو ڪارڊ جو آهي، هڪ هيٺي/وهيٺي انسان جو چٽ آهي، جنهن جا هٿ larger than life آهن ۽ چوڏاري ڇانئيل اونده جون ڪڙيون، سندس هڪ ٻئي مُٺ سان چهڪ چيهون ٿي رهيون آهن.

منهنجي هڪ دوست، جو ميڄبل ڪهاڻيڪار به آهي، منهنجي اڳڻ تي مانڪ کي indecent ليکڪ سڏيو هو، ۽ indecent ليکڪيءَ جو جيڪو مثال ڏنو هئائين، تنهن سان ڄاتو هئم ته مانڪ ۾ اهو ڪجهه ڇپي ڏيڻ جو ساهس آهي، جيڪي ٻيا هوند سوچيندي به ڪيٻائن. 'پاتال ۾ بغاوت' جي به اهائي striking خوبي آهي. مانڪ سوچ توڙي ليکڪيءَ ۾ سراسر unorthodox آهي. هن لاءِ ڪجهه به مقدس ۽ سڳورو ۽ اڇوت نه آهي — پر رڳو سنڌ جي milieu تائين، جو ته شايد ٻي ڪو اهڙو موضوع هولدو، جنهن کي اولهه وارن ڪنيو ۽ وانڪو نه ڪيو هجي.

'سيسفس جي ناڪار' rationale جي بدران هڪ قسم جي جذباتي، منجهيل ۽ لفاظيءَ سان ڀريل exposition تي ٻڌو آهي. ان جي jerky ٻوليءَ ۽ چوهي لهجي مان ائين لڳي ٿو جڻ مانڪ جذباتي صدمي جي اثر هيٺ، غضبناڪ ٿي ويو هجي ۽ دماغ جي بدران دل سان سوچڻ لڳو هجي. هو انهيءَ غضبناڪيءَ جي تسرار پنهنجي هستيءَ ۾ ڪٿي چوڦير ڪمائيندو نظر

اڃا ٿو، پر سنڌس ڏک ڀريا، اڻپورا ۽ اڌورا آهن، جي سنڌس سوچ جي anarchy کي واڌڪو ڏين ٿا، ۽ 'نه' جي زور تي اختيار ۽ سکھ جو بُت پچندي پچندي هو خود 'نه' جو بت گھڙي ويھاري ٿو، جنھن جي اڳيان پاڻ مالڪ به هيڻو، بيوس ۽ لاچار آهي.

'سيسفوس جي للڪار' ۾ مالڪ پنھنجي سورهي سان هي ٽي آسون ٻه رکي ٿو: (1) ته هو 'پاڻ هجڻ' جي اظهار لاءِ سدائين، هر ويل اختيار کي چوندو "نه"، (2) ته هو خود پنھنجي لاءِ اختيار ۽ سکھ جي ڪالک/گھر/جاکوڙ نه ڪندو، ۽ (3) ته هو پنھنجي للڪار سان جتي وهيٽي خلق جي احساسِ جرم کي جاڳائيندو، اتي اختيار جي احساس جُرم کي ڏونداڙيندو. پر ڪھاڻيءَ ۾، جا دراصل 'story' کان وڌيڪ dialogue بلڪ monologue آهي، سيسفوس رڳو پهرين آس پوري ٿو ڪري، باقي ٻيون ٻه آسون پوريون نٿيون ٿين.

پهرين موت-گھر ۾ هيرميس اڳيان (ص ص 55-56) ۽ پوءِ ديوتا-دربار ۾ زيوس اڳيان (ص ص 71-75) هو پاڻ تي هڙتي 'پوانتي سزا' ۽ 'سگھي، بيهودي مشغوليءَ، مڙهجڻ جو ڪارڻ هيڻو، ليستو ۽ بيوس ۽ ديوتائن منجهان نه هجڻ پڌائي ٿو، ۽ سکھ ۽ اختيار جي باب ۾ جنھن passionate لمولي ۾ ڳالهائي ٿو، تنھن سان پاسي ٿو ته الجھائيءَ ۾ سکھ ۽ اختيار جو ڪالکي آهي. هن جو جانانيءَ ۾ اها ڪالک رکڻ وڌيڪ سڀاويڪ ٿئي ها، پر هو 'مهان ۽ اتم' آهي، ۽ شايد سڀاويڪ ٿيڻ ۾ ڪا وڏائي ۽ آتما نه آهي.

سيسفوس جي بغاوت تي ڪتاب هيٺ آيل روحن طرفان جيڪي ردعمل (چرڪ ڀري ڪنبڻ، اڇرج ڀريل لڪاهن سان ڏسڻ، هاريس جي موڪ تي چرڪجڻ وغيره.) ۽ هاريس، هيرميس ۽ زيوس طرفان جيڪي ردعمل (لرزِ گھنجائڻ، اکيون چنجهيون ڪرڻ، منهن جو ناسي تي پوانتو ٿيڻ، آواز ۾ ڪروڌ ۽ غضب جي باهه اوتي سيسفوس کي هيسائڻ، سچائڻ، ڊيڄارڻ ۽ مرعوب ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ وغيره) ظاهر ڪيا وڃن ٿا، تن سان ڪٿي به اهو محسوس نٿو ٿئي ته ڪو وهيٽي خلق جو احساسِ جرم جاڳي يا اختيار جو احساسِ جرم ڏولڏاڙجي رهيو آهي. ۽ انهن ردعملن کان 'سرت ڀري ۽ سچاڻ' سيسفوس جي بيپرواهي ڏيکاري ٿي ته هو پنهنجي ذات جو اسير آهي، ڪيس ٻاهر وارن/ٻين سان دلچسپي ڪانهي.

ذات جي اها اسيري هن ڪردار جي طاقت به آهي ته ڪمزوري به، طاقت ان ڪري جو هو نتيجي کان لاپرواهه ٿي سرڪشي ڪري ٿو ۽ جيڪي سچ سمجهي ٿو، سو چئي ڏئي ٿو. ڪمزوري ان ڪري جو هن جي سرڪشي ۽ حق گوئي خال (vacuum) ۾ ۽ خال لاءِ آهي. ۽ جڏهن هو سوچ ۽ سولجهه ڦرائي ۽ پيڙا جي سرت وڌائي موٽي ٿو، تڏهن ڪا آس اميد نٿي رهي، نه هن لاءِ، نه ٻين لاءِ، جو پاتال ۾ پائيتال جي پدران 'گھرو سناٽو آهي؛ چوڌاري موت جا پاڇولا رڙهي رهيا آهن'. هيءَ نراس ٻڃائي هن ڪردار کي سگھي ڪنيءَ وانگر گھٽو آپامنڊڙ، جرياڻ (foolhardy) ۽ پاڻ آزارائيندڙ ٺاهيو ڇڏي. اها هن سان نه پر

هن جي 'ڏاڍائي، آرهه زورائي ۽ همٿ ڇڙالڊ' آهي، جو هو انهن تهمتن جي، جن تان ڪيس
سزا ڏني وئي هئي، ڪوڙ وانگر نٿو ڪري؛ بجاءِ ان جي سزا ڏيندڙ اختياريءَ کي indict
ڪري ٿو. ۽ جنهن passionate ٻوليءَ ۽ لهجي ۾ هو پنهنجي ماضيءَ ۽ پنهنجي پيڙا بابت
ور ور ڪري ڳالهائي ٿو، تنهن مان هو ايترو سڄاڻ سوچ وارو نٿو لڳي، جيترو brooder.

مانڪ جي ٻولي هوندي ته شاعراڻي سونهن واري آهي، پر ڪٿي ڪٿي jerky به آهي،
جنهن سبب پڙهندڙ کي پنهنجي گرامر جي قاعدن جي ٻوليواري ڪندڙ ٻوليءَ سان هيرڦيري
پوي ٿي. امداد جو چوڻ آهي ته مانڪ ۽ نئين نهيءَ جا ڪجهه ٻيا ليکڪ ٻوليءَ ۾ تجربا
ڪري رهيا آهن. ڪا به ٻولي انهيءَ ٻوليءَ جي سيني ڳالهائيندڙن جي سوڙي ۽ ملڪيت
هوندي آهي، چو ته اهي ئي ان جا سرجيندڙ، سنواريندڙ هوندا آهن. سنڌيءَ تي مانڪ جو به
ايترو ئي حق آهي، جيترو منهنجو. جي هو ٻوليءَ ۾ ڪي تجربا ڪرڻ گهري ٿو ۽ ڪندو رهي
ٿو ته اکين تي. پر مون، هڪ پڙهندڙ ۽ سنڌيءَ جي وارث جي حيثيت ۾، ايترو ته لهڻو ته
مون کي پڌاهو وڃي ته ليث به هن انهن تجربن جي ضرورت ڇو محسوس ڪئي آهي؟

ٻهاڙيءَ ۾ ڪجهه 'پاتال ۾ بغاوت' جي relevance بابت. سوچ جي لوچ سدائين اڄيان
لهڻي. هر نئون ويچار سوچ جي موڙيءَ کي وڌيڪ شاهوڪار ۽ سگهارو ڪري ٿو. پر جي
اهو ويچار milieu پتاندر ۽ چالو context ۾ هوندو ته وڌيڪ اثر ڪندو، وڌيڪ اڄيان
ماڻيندو. سنڌ جي واسطي سان 'پاتال ۾ بغاوت' جي ڪهڙي relevance آهي، سا مونکي سمجهه
۾ نه آئي آهي. ڇپائيندڙن کي به سمجهه ۾ نه آئي هوندي، شايد ان ڪري ئي هُنن پرلٽ
آرڊر 500 رکيو آهي.

— سليم احمد

## • توانن جذبن جي لوچ

(مشتاق احمد شوري جي ڪهاڻين جي ڪِتڪي تي راءِ)

جيڪڏهن ڪتاب جي ذيلي سري (ٽڪل جذبن جو موت) مان مشتاق جي چيل ڪهاڻين
جي ڦهليل ترورن منجهان سنڌس مجموعي فڪر/زندگيءَ کي مثل جذبن جي موت جي روپ
۾ نتيجو ڪڍنو آهي، ته منهنجي خيال ۾ غلط ٿيندو.

مشتاق جون هيءُ ڪهاڻيون ٽڪل جذبن جي جهُڄيل احساس جي اظهار ضرور آهن،
موت نه. هنن ڪهاڻين ۾ مون کي مشتاق جي توانن جذبن جي لوچ نظر آئي آهي. اها لوچ
جيڪا سياويڪ، فطري تڪميل جي منزل کي رسڻ بدران مختلف روپن ۾ ڦٽڪندي لڇندي
رهي ٿي. جذبن جي انهيءَ لوچ پوچ جي چڪتاڻ ۾ توانا جذبا 'ٽڪجي چتور ٿيل، پر مثل
نه. پوڳنا، ذلت، بي وسي، ڪاٿرپڻو (حاصل ڪرڻ جي ڏس ۾) بس اسٽاپ، بس پنيان ڊوڙ،

پوڙهي پيڙهه ۾ لڳندڙ من (ڊئنيل انا) 'جيڪڏهن ڪار هجي ها، ته انهن نه ٿئي ها' (بي وسي)، هائي نه سگهڻ جي شڪتي نه ڏاريندڙ، ويچارن ۾ لٽڪيل، بوريت جو چليندڙ احساس... مشتاق جي ڪهاڻين جو وايومنڊل دوستو فسڪائي آهي: پوڙهنا جي وهڪ ۾ اڙهندڙ ۽ چلندڙ. جنهن تي روڳي ضمير (Sick conscience) جو ٺپو هنيو ويو هو، جيڪو دراصل روڳي ضمير نه، پر حساس ۽ سجاڳ ضمير هو: لڳندڙ.

مشتاق ايماندار آهي. پنهنجو پاڻ ڏانهن ۽ پنهنجي تخليقي عمل ڏانهن:

'...لاشعوري، شايد نيم شعوري، شايد ڪنهن حد تائين شعوري سطح تي ڪٿندي، پاڻ کي اجنبي، لاتعلق ثابت ڪرڻ جي جاکوڙ ۾ ٿڦڙ کائيندي... آءٌ ٿالهي ۽ مشهوريءَ لاءِ پٽڪيو آهيان...' (ص: 9 مهاڳ).

مشتاق پنهنجو پاڻ کي اجنبي/لاتعلق بنائڻ ۾ اولهه جي ڏارئپ (Alination) واري درگهٽنا کي ذهني طور قبوليو آهي: '...شخص موجود ناهي. هو ڪسڪي ويو آهي، وچالجي ويو آهي. صرف اردگرد جي حالت موجود آهي- ۽ اسين رڳو هڪٻئي سان دغا ڪري رهيا آهيون. ڇو ته اسان ٻئي سان ڏوهه ٿيو آهي. انسان، بي وس هئڻ بنا ڪنهن ڪارڻ ۽ سهاري جي هن ڌرتيءَ تي پٽڪڻ لاءِ ڇڏيو ويو آهي' (ص: 9، مهاڳ). اولهه جي ڏاريائپ: جاني به شخص ڪسڪي ويل. جنهن ۾ پوڙهنا جو تجربو/احساس اڻلڀ، ختم ٿيل. جڏهن ته اوپر ۾ شخص موجود آهي. جيڪو پوڙهي ٿو. پوڙهنا مان مائي ٿو Masochistic) (Suffiring سنڌ، جيڪو اوپر جو ڀاڳ آهي. جنهن ۾ مشتاق رهي ٿو ۽ پوڙهي ٿو. ان پوڙهنا واري حقيقت مان سيرجي آيل هي ڪهاڻيون، جيڪي مشتاق جون آهن، سي خود مشتاق جي اختيار ڪيل اولهه جي بي معنائيءَ واري ورتل آئڊيا کي رد ڪن ٿيون. اهو ٿي سگهي ٿو ته اولهه جي ڏارئپ کي مشتاق پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ ذهني طور قبوليو هجي، پر سنڌس سيرجيل، جيئريون جاڳنديون ڪهاڻيون اوپر جي موجود شخص کي وڌيڪ نمايان ڪن ٿيون. اوپر جو اهو موجود شخص جيڪو احساس رکي ٿو، جنهن جا جذبا توانا آهن، جيڪي مائڻ لاءِ لوچين ٿا، پر بي وس، ٻيل ۽ هيٺي هجڻ ڪارڻ، آمائڻ جي نتيجي ۾ پوڙهين ٿا. پوڙهنا، جيڪا جيئري جاڳندي حياتيءَ جو اهڃاڻ آهي. جيڪا تڪميل جي انجام کي نه پهچڻ جي حالت ۾ 'جيون جا روئندڙ' نهڪ ٻڌجي وڃي ٿي. تڏهن مشتاق جو هيءُ ڪڍيل نتيجو ته 'ڏوهه ٿيو آهي' ساڀيان لڳي ٿو، هنن سڏڪندڙ ڪهاڻين جي پس منظر ۾. جيڪي ڪهاڻيون سندس مهاڳ سان ميل ڪائڻ بدران، الڳ، پنهنجو سماجي، مقصدي وجود ڪنيو بيٺيون آهن، لڳندڙ، اڻ-آسودو، تسڪين جي تڪميل نه پائيندڙ ويڙهيندڙ احساس کڻي-اهوئي سبب آهي جو مان فيصلو ڪري نه سگهيو آهيان ته، مشتاق، پنهنجي ڏيندڙ اوسر مطابق ڪڍيل نتيجي ۾ هنن ڪهاڻين منجهان ڪهڙين ڪهاڻين کي ڏس اون ڪيو آهي؟

مشتاق جون هي ڪهاڻيون ذهانت ۽ سوچ کان وڌيڪ چلينڊڙ احساس کي ڪميونيڪيٽ ڪن ٿيون. چلينڊڙ احساس، جيڪو ڪهڻ ۽ پوساتن جي اولڊاهين وهڪ جي ڳجهي سيمر (Under-current) هوندو آهي. ان سان گڏ وڏ ڪهرو مشاهدو، جيڪا خارجيت (Objectivesim) جو اهم پاڳو ٿيندو آهي. تڏهن، ڪن طرفان مشتاق تي اهو لعنتائو ته هو داخليت جو شڪار آهي، ڪيڏو نه بيهودو ۽ جهل وارو لڳي ٿو. هونئن به منهنجي اڏو داخليت ڪو عيب ڪونه آهي. جو زندگي منهنجي موجودگيءَ جي حقيقت ۾ نه ٺلهو خارجي آهي، نه ٺلهو داخلي. دراصل زندگيءَ کي خارجي ۽ داخلي خانن ۾ ورهائڻ ئي، هن کي نه سمجهڻ ۽ اکيون پورڻ جي برابر آهي. — مانڪ

## • ڳالهيون من اندر جون

محترم لعل محمد چانڊيي جهڙا انسان وٽ پيا به اهڙا ڪيترا ئي اديب، شاعر ۽ فنڪار هوندا، جن جي جيڪر سرپرستي ۽ حوصلي افزائي ٿئي، ته سنڌي ادب هر شعبي ۾ مالا مال ٿي سگهي ٿو. علم ۽ فن لاءِ ڏکرين جي اشد ضرورت نه آهي، علم هڪ ذات ۽ روشني آهي. محترم لعل محمد جو هي ڪتاب به انهيءَ ذات جو مظهر (out come) آهي.

چوندا آهن ته ”ناڻو چڙهيو واپاري ڪٿيو ڪانئي.“ اڄڪلهه گمنام ۽ گوشه نشين اديبن جي ادبي ڪاوشن جي ڪير حوصلي افزائي ڪري؟ اهڙا ڪئين املهه مانڪ قلمي صورت ۾ رهندي رهندي اڌوهيءَ جو کاڄ بڻجي رهيا آهن.

پبلشر حضرات مواد کان وڌيڪ مصنف جي شهرت کي ڏسي ۽ ڪتاب جي چلتي ڪسي پرکي، پوءِ رقم جي سيڙپ ڪندا آهن ۽ پهريون اولو مارڪيٽنگ جو رکندا آهن. تنهن ڪري ادب جي ڌار ڌار صنفن ۾ معيار جو فقدان آهي. انهن حالتن ۾ لعل محمد صاحب جو هي ڪتاب، جيڪو صوفياڻي رنگ جي ڳالهين، نصيحتن ۽ دعائن تي مشتمل آهي، تنهن کي شايع ڪري پڌرو ڪرڻ، سنڌي اديبن جي سوسائٽيءَ جو هڪ نيڪ ۽ جرئتمندانه قدم آهي.

120 صفحن تي پکڙيل هي ڪتاب مهاڳ کان علاوه ٽن مکيه بابن ۾ ورهايل آهي. پهرين ”ڳالهيون“، ٻيو ”لاصحائا لڪتا“ ۽ ٽيون ”بيت ۽ ڪافيون“.

دوآبي جي اندر ڪوٽ بچل خان چانڊيي جي ڳوٺ ۾ ويهي، جتي ماحول جي لحاظ کان پسمانده ڪي، حسرت ۽ حوصلي شڪني جهڙو ماحول هجي، جتي ڪو پڙهيل ماڻهو ريجهه رهاڻ لاءِ نه ملي، جتي بجليءَ جي بدران ڏيئا ٽمڪن، جتي سئي گيس جي بدران چيٽن جون دونهيون دکن. ويهه سال اڳ جي دور ۾ محترم لعل محمد چانڊيي جهڙو سگهڙ ۽ وينجهار جهڙا ۽ حقيقت پسنداڻه خيال ۽ پيارا پيغام ۽ پاڄهارا پول محفوظ ڪري، اهو سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ جي زرخيزي ۽ سياڻائيءَ جو نشان ۽ ثبوت آهي. ”سچائپ“، ”انقلاب“، ”اسلام ۽ ڪفر“،

"حق جي ڳولا"، "اسلام جي منزل"، "انسان ۽ حيوان"، "حق ۽ حقوق"، "ٻه رستا"، "موت"، "مسرت"، "علم ۽ عمل"، "آسرو ۽ اعتماد" ۽ "دعا" اهڙا عنوان آهن، جن تي ڪو سيکڙات بنا مطالعي جي، تڪڙ ڪري قلم آزمائي ڪونہ ڪندو. اهڙن عنوانن چونڊيندڙن ۽ لکندڙن ۾ "ضرور ڪي ڪٺا هوندا." ان جو واضح ثبوت هي ڪتاب آهي.

ڪتاب جو ٻيو حصو ص- 101 کان 120 تائين بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي. بيت شروع ۾ الله تعاليٰ جي حمد، نبي سڳوري جي نعت، شهيدن سڳورن ۽ امام صاحبن جي شان ۾ چيل آهن. اگرچ انهن ۾ فني خوبيون، رنگيني ۽ رواني گهٽ آهي، تہ بہ هي صوفيانو ڪلام سانڍڻ جهڙو آهي.

ڪٿي ڪٿي هن ڪلام ۾ جيئن ڪافين جي چونڊ ۽ نباهہ ۾ معيار ۽ اصولن جي اعتبار کان معمولي گهٽ وڌايون آهن، پر انهن جي ڪري ڪلام جي افاديت متاثر نٿي ٿئي:

"وڙهين ٿو واڳونءَ جيان، وجهي وراڪا ولڪ"

هتي "وجهي وراڪا ولڪ" وارو اصطلاح واڳونءَ لاءِ موزون نہ آهي، البت "وڙهين ٿو واڳونءَ جيان، وڏو ڦاڙي وات" بلڪل مناسب ٿيو لڳي، جيڪو بيت بہ خود سائين شاعر جو ئي آهي.

شاعريءَ جي تضميني، تشبيهہ، پس منظر، گهاڙيٽو ۽ لفظن جي چونڊ جي لحاظ کان شاعر لطيف سائينءَ کان گهڻو متاثر ٿيو ڀانئجي. محترم لعل محمد جي ڪافين ۾ لئي ۽ مٺاج آهي- ۽ مضمون صوفيانو اٿن. خيالات جي لحاظ کان ڪٿي ڪٿي لعل صاحب دلپت صوفي ۽ ساميءَ کان متاثر ٿيو ڀانئجي.

هي ڪتاب سنجيدگيءَ سان پڙهندڙن ۽ سوچيندڙن لاءِ ڪارائتو مواد مهيا ڪري ٿو ۽ اسان توقع ٿا رکون تہ محترم لعل محمد چانڊيو پنهنجو اهو ادبي سلسلو جاري رکندو.

— ڊاڪٽر عبدالرحمان محمد بچل قريشي

## ● ساڳي:

دل جا ارمان پورا ٿين نہ ٿين،
پاڻ پورا ٿي ويندا سين. — مجبورن جو شاعر

ليکڪ، شاعر، فنڪار ۽ فيلسوف پنهنجي پنهنجي وقت جا سڀ کان سوا حساس ۽ ذهين پارکو ٿيندا آهن. سندن حساس دل ۽ ذهين دماغ زندگيءَ جي ناسورن، ناڪامين، ناانصافين ۽ نابرابرين کي سهي ڪونہ سگهندا آهن ۽ مختلف ورلن ۾ ان جو اظهار ڪري ڇڏيندا آهن، نہ تہ جيڪر چين سان جيئي بہ نہ سگهن. خود شاعر جي لفظن ۾:

لکڻ لاءِ نٿو لکان،

ذهن جي صحت

قائم رکڻ لاءِ ٿو لکان!

شاعر ۽ ليکڪ جو سنئون سڌو واسطو ادب سان هوندو آهي، جنهن کي سولي سنڌيءَ ۾ پڙهائجي، ته جيئري جاڳندي زندگيءَ کي صفحن ۾ سهيڙڻ ٿي چئبو ۽ شاعري ته وري لفظن ۽ جذبن جي سائنس جو ڪيتر آهي، جا لطيف احساسن جو بهترين اظهار ڪري ٿي.

اڄ جو ادب اتي پهتو آهي، جتي ڪيمرا فوٽوگرافر ڪان پٺتي، هڪ ڊاڪٽر سرجن جو ڪم ڪرڻو پوي ٿو، يعني نه صرف مسئلن کي چٽڻ يا عڪاسي ڪرڻ، پر انهن جي وَڍَ ڪُٽَ ۽ ڀاڙ ڀڃ جا نسخا ڳولهي ڪيڻ، اجاين وهمن، رسمن ۽ ڪچاين مان اڏول انسان کي ڪيڻ ۽ سندس جند ڇڏائڻ:

ڪات ٿي پنڪو لاهي

ڪهاڙو ٿي پرن تي رکڻ جا ڏينهن ويا

پر-

ڪجهه ته ٿي هاڻ جي حق وٺو آهي

ڪيستائين پڪرو ٿيندين؟ ته پنڪو لاهي ٿي جي ڪجي ۾ وڃه

ڪسڻ سا ڳڻ

ڪهڻ ۽ سڪ

ته جي سکهين-!

۽ ”ساڃي“ سمورو اميد، همت، ويڙهه ۽ حوصلي سان ڀريل آهي:

پورهئي سان ۽

جي پيٽ جي

پورائي نه ٿئي

پار پڇا بک مرن-ته

چوري نه ڪندم-ته

پيو ڇا ڪندم-!

آزاد نظم ۾ سهڙيل هئي ساڃيءَ جهڙن سونن ڀاڻ سان وڏي لواڻ ۽ انوکا ويچار ڪٺي آيون آهن. هونئن به آزاد شاعري شعر جي دنيا ۾ انقلاب آندو آهي. شاعر جي خيال

thought کي بحر وزن، قافيي رديف جي کتراڳ کان بچائڻ لاءِ ۽ سوچ کي اصلوڪي صورت ۾ رکڻ لاءِ، آزاد شاعريءَ جو استعمال آندو ويو؛ پر هر آزاديءَ وانگر اها آزادي به پاڻ سان ڪجهه پابنديون کنيو آئي آهي.

ڪتاب ۾ ليون روايتون پڻ نظر آيون. اسان وٽ تعارف ڪرائڻ جو مرض تمام پراڻو آهي، پر هتي آرٽسٽ ۾ امرجليل جو خط ڏنل آهي، ان مقصد کي پورو ڪيو ويو آهي ۽ ڪتاب جي بئڪ تي ليکڪ جي تعارف جو ڪم شاعر جي هڪ Self-introducing شعر کان ورتو ويو آهي، جو ڏاڍو سياڻپ سان لکيل آهي:

هر- هاري ۽ هاري- اڻي
جي رت آهيان،
سنڌ- سنڌو ۽ سنڌڙيءَ
جي خاڪ آهيان.

ڪتاب جي شروعات ۾ هڪ آمريڪا جي شهريءَ جو پنهنجي سامراجي ملڪ خلاف لکيل هڪ ڪوڙي شعر جو منظوم ترجمو ڏيڻ، ليکڪ جي انقلابي سوچ جو اهڃاڻ آهي، وري شعر جي ابتدا سنڌ جي مهندار شاهه ۽ سچل تالي لکيل لفظن سان ڪئي وئي آهي ۽ پوري سماجواد سوچ جو ڪين مرڪز قرار ڏنو ويو آهي. ڪيڏو نه آونهو ايهاس؛ حقيقت سمجهڻ جي تکي نظر ۽ تيز فهم ذهن آهي. شاعر پنهنجي دور جو سچو اکين ڏٺو شاهد هوندو آهي ۽ پنهنجي وقت جي حالتن جي صحيح عڪاسي ڪري تاريخ کان به اڳتي لکري ويندو آهي، جنهن لاءِ ئي ارسطوءَ شاعريءَ کي تاريخ کان وڌيڪ سچو ۽ فلسفيانو قرار ڏنو هو. عالماڻي صاحب:

سڀ سوڌو جهلجي
سو ڇڏيو وڃي
بنا سڀ جي
پڇو جو وڃي
قيد ڪايو وڃي
لکو داد
لکو فرياد
سنڌ کان سواءِ- ٻي ڪنهن هنڌ-
اهڙو الذير

آهي يا نہ-
مون کي خبر نہ آهي-!

يا طبقاتي سماج تي لڪندي چون ٿا:

ٻکيو اڪهاڙو رهي
آن آهائي
ڪيڏو نہ قلندر آهي-اسان جو هاري!

هي در ديوار

............

جنهن جوڙيا
الهيءَ جي ٻہ زال هٿي
پار هٿا
ار الهن لاءِ
هو نہ در ٺاهي سگهيو
نہ ديوار

.........

پين لاءِ جوڙيندي
مري ويو
هاڻي سندس پارڻ جو وارو آهي-!

ڪيس ڳالهہ چوڻ جو ڏاڍو چينڊڙ ڏانءُ آهي، پواي سادي ساوڻي ۽ صاف اڻس محاورن جو وقائتو استعمال ڏاڍو لٺون ۽ سوپياوان لڳي ٿو.

پاڻ کي
ماضيءَ سان پيار آهي
پيار-ڏاڍو پيار

اهو ماضي جنهن ٻک بيروزگاري اڻي لئي ۽ اجهي جا مسئلا ڏنا، تنهن سان پيار-هڪ ارڏو ماڻهو ڪڏهن ٻہ ماضيءَ سان پيار ڪري چپ نہ ڪنه و آهي. اڳتي وڌڻ حياتيءَ جو

اهڃاڻ آهي تہ پنتي ڇو؟ ماضيءَ کان تہ ڪجهہ سکيو آهي ۽ مستقبل سنوارڻ لاءِ سعيا ڪيا آهن.

پر پوءِ بہ آءٌ چولدس تہ 'ساٿي' جون هي سٺون ڀاڱ ۾ وڏي مٿيا رکن ٿيون. شعري دنيا ۾ وڏو انقلاب، سوچ ۽ فڪر ۾ وڏي تبديلي آهي. پنهنجي جڳهہ تي هڪ نرالي الوکي ۽ انفرادي شيءِ آهي، جنهن جو ان کان پهرين ڪو وجود ڪونہ هو.

مذهب، جنريشن گئپ، شادي (ڪنواري) ۽ تعليم تي عالماڻي صاحب جن جنهن الڳ اسٽائيل ۾ ترقي پسند سوچ ڏني آهي، سا سنڌ ن ئي حصو آهي. دل تي چٽيل تہ جيڪر سنڌ ن هر سٽ جو حوالو ڏيان، ڪيڏي نہ جدت، سجاڳي ۽ انقلابي فڪر آهي.

آخر ۾ ائين ئي چولدس تہ، هن ڪتاب جو وڏو حصو الهن ڪتابن جي وچور ۾ اچي ٿو، جن لاءِ بيڪن چيو آهي تہ: سمورا چٻاڙي هضم ڪرڻ جهڙا ٿيندا آهن.

— لاکپال

[''سچ ٿريءَ هيٺان'' تي تبصرو قاضي خادم ڪيو آهي.]

●

## ● ڏيان ۾ رکڻ جوڳيون ڳالهيون:

1. خط مختصر لکيا وڃن ۽ الهن ۾ ڪنهن بہ لکڻيءَ جي وٽڻ/لہ وٽڻ جا ڪارڻ لکڻ گهرجن.
2. مواد فل اسڪيپ پني تي چٽن اکرن ۾ لکي موڪليو وڃي.
3. ڪنهن جواب طلب ڳالهہ جو ئي جواب ڏنو ويندو، ان ڪري جوابي لفافو بہ موڪليو وڃي.
4. اڄاڻ ۽ غيرضروري بحثن کان پرهيز ڪئي وڃي

# فورم — فتاح (چترڪار)



...خبر ڪانہ ٿي پوي تہ اسان ’سنڌي سنڌي‘ چوندي، نہ ٿڪجڻ جي باوجود بہ، اهو نہ سمجهي سگهيا آهيون، تہ اها ڀلا ٿيندي ڪهڙي آهي؟ ڇا اسان ايترا بي حس ٿي چڪا آهيون، جو اجا ڪم ۽ ان جي نوعيت ۽ ڏانءُ ڪي بہ نہ سمجهي سگهيا آهيون!

قومي شعور رکندڙ سنڌيءَ جي سڃاڻپ بہ تہ ڪرايو، تہ اها مخلوق ٿيندي ڪهڙي آهي؟ ۽ ”ڦٽيءَ ڦٽيءَ تلاءُ“ جا قائل آهيو يا ”جمندي چام“ جا! رڳو هڪ پاسي تنقيد ٺيڪ ڪانهي. توهان ٻڌائي سگهندا تہ ظفر ڪاظمي آرٽ جي دنيا ڇڏي، ڇو وڃي پراونشل ميوزم ۾ پيڙو ٿيو آهي؟ دارا ابڙو آمريڪا ڇو هليو ويو؟ علي اڪبر سکر وارو دڪان ڇو ڇڏيو؟ ع. ق. شيخ جنهن سڄي ڄمار فن لاءِ وقف ڪئي، اهو پيريءَ ۾ پبلڪ اسڪول جي نوڪريءَ ۾ ڇو پيو گهمي! گل محمد کتري، جنهن پنهنجي زندگي سنڌ ۽ سنڌي آرٽ کي ڏني، تنهن کي اُجوري ۾ رت جي آلتين رڪن پيو ڇا مليو؟ اهو سڀڪجهہ ڇا پيو ٿئي؟ ڪير پيو ڪري؟ ڇا اهو سڀڪجهہ پاڻ ڄاڻ پيو ٿئي؟ ادب ۽ آرٽ سان ايڏا وڏا هاڃا!

۽ هاڻي مولهيي ٻڌڻ جو وارو منهنجو ۽ ٻين چترڪارن جو آهي، جهڙوڪ: رضوان، خدابخش ابڙو، قيس ۽ منصورعالم. انهن سڀني ڳالهين هوندي بہ اسان اهو چولداسين تہ، اسان سنڌي ڪتابن ۽ رسالن کي گيٽ اپ جي پراڻي ڪامپليڪس کان نجات ڏياري آهي.

مان اهڙي هٺ ٺوڪي سنڌيت جي مخالفت ٿو ڪريان، جنهن ۾ رڳو مظلوم ماڻهن سان ادبي ۽ انٽيليڪچوئل ليول تي ٺڳي ۽ مڪاري ڪئي ٿي وڃي.

مان محسوس پيو ڪريان، ڄڻ ڪيتريون ئي فيشن ايبل ڇوڙون منهنجي جسم کي ڇهنديل آهن. منهنجو رنگ پيلو پئجي رهيو آهي. شايد نہ، ہر ڪ سان اوهان سنڌ جي ذهن کي ’السر‘ ۽ ’ياڳليٺو‘ ۽ ’ٽي. بي‘ ڏيڻ ٿا چاهيو- ۽ پوءِ ادبي مذاڪرن، ڪڏجاڻين ۽ ورسين ۾ ٺهراءُ پاس ڪري، آگ لهرائڻ ٿا چاهيو! ڇا اها ڊپلوميسي ناهي؟ ڇهري تي هڪ وڏيڪ لقاب ناهي؟

جنهن قوم جا فنڪار چندن ۽ وظيفن تي پلبا آهن، انهن جي خودداري ۽ انائيت مري ويندي آهي. ان ريت قومي ضمير کي سمهارڻ ۾ ڪنهن جو هٿ آهي؟ اهو هٿ ظاهر ڇو نٿو ڪيو وڃي؟

# پڙهندڙن وٽان

● ادا، اڄوڪي ٽپال ۾ توهان جو موڪليل ”مهراڻ“ مليو ان لاءِ مان توهان جي ٿورائتي آهيان. نسيم تي لکيل سمورا ليک مان ڏاڍي دلچسپي ۽ ڌيان سان پڙهيا (البت ادا ناصر جي غير حاضري ڏاڍي محسوس ڪيم).

ادي ماهتاب جو ليک ڏاڍو دلچسپ ۽ من موهيندڙ هو. پر هڪ ٻن هنڌن تي سندس لکيل سٽن منهنجي دل کي ٿورو ڌڪ پهچايو آهي- ان لاءِ مان پاڻ کيس ذاتي طرح سان به چوندس جو منهنجي ساڻس ايتري حجت آهي- مون کي ڊپ آهي ته اهي سٽون پڙهندڙن تي ڪو سٺو اثر ڪونه ڇڏينديون. ماهتاب لکيو آهي ته:

”گهر واريءَ کان پڇيم ته هن ٻڌايو ته آيو آهي ته سڄو ڏينهن پيو ’گولا جي ڳراهه جا‘ پڙهي“.

”ڏاڍي ٻور ٿيندي هوندينءَ“.

”پيو چاهي تنهن ڏينهن چيو-الس ته پڙهڻ جي هر هر تڪليف ڇو ٿو ڪرين، مون کي ڏي ته تعويذ وانگر گهوٽي ڏيانءِ ته پي وڃ“.

اهڙا خشڪ ۽ چيندڙ لفظ منهنجي واتان ٻڌي لازماً پڙهندڙن جي ذهن تي منهنجو تصور هڪ جاهل ۽ بدذوق عورت جو ٿي اڀري سگهي ٿو. حالانڪ مان ڀي سنڌ جي واحد خوش قسمت انسان آهيان، جنهن نسيم جو هر ليک پهرين پڙهيو. نسيم منهنجو من چاهيو ليکڪ هو. مون کي هر دفعي چاهنا هوندي هئي ته عين دفعي نسيم ڇا ٿو لکي! زميندارين ۽ دنيا جي ٻين ڏولڏن ۾ مهينن جا مهينا کيس لکڻ جو موقعو نه ملندو هو، ته منهنجو من ايڇين ٿي پوندو هو، ته نسيم جي قلم کي ڪٽي ڪٽ نه لڳي وڃي ۽ وري جڏهن کيس ويهاڻو سينو هيٺان رکي لکندو ڏسندي هيس ته اطمينان محسوس ڪندي هيس ته نسيم سنڌ ماءُ جو فرض ڪونه وساريو آ ۽ انهيءَ ترنگ ۾ مون ڊسمبر ۽ جنوريءَ جي رت ڄمائيندڙ راتين ۾ نسيم کي ڪيئي ڀيرا چالهيون ٺاهي ڏنيون ۽ اسُر ويلي تائين ساڻس سندس لکيل ليک تي ٽيڪا ٽپڻي ڪئي. اها ٻي ڳالهه آهي ته منهنجو لکڻ طرف لاڙو ڪونهي.

مون ماهتاب کي ائين برابر چيو هو: پر هن به مذاق ۾ ڳالهه ڪئي ته مان به وري مذاق ۾ جواب ڏنو- ادي ماهتاب وري ڳالهه کي ڪجهه ٻئي لموني لکيو آهي، حالانڪ اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي.

اڳتي هلي پيڻ ماهتاب قلم هلندي نسيم کي اکيون آڳهندي ۽ سندس اکين جي چوڌاري حلقن ۽ محرومين جو ذڪر ڪيو آهي. نسيم واقعي دل جو نرم هو ('هو' لفظ لکندي روح ڪيتري نه پيڙا پيو محسوس ڪري-). نسيم جي ڪونئري هنيانءُ جو مثال مان پنهنجي ذاتي مشاهدي مان هڪ واقعو ٻڌائيندي هلان ته تنهن زماني ۾ نسيم "سنڌ پوڙيو مهراڻ" لکي رهيو هو. وچتو منهنجي نظر مٿس پئي. جان ڏسان ته سندس ڳلن تي لڙڪ هئا ۽ اکيون ٽي ڪنيائين ته ڳاڙهيون لال لڳيون پيون هُنس. منهنجي پڇڻ تي ڪهاڻيءَ جي آخري پيرا جي آخري سٽ آڱر رکي مون کي پڙهايائين. مان ته اچرج ۾ اچي ويس؛ يا الله! هيءُ انسان آهي يا ديوتا!! ايتري ڪومل من جو ڌڻي به ڪو ٿيو، جو ٻئي جي جوڙيل رتا تي پيو هنجون هاري!!! (زينوءَ جي يتيم ٻار تي ماتم ڪندڙ جي ننيڙي ڏمن اڄ پاڻ مجسم ماتم آهي).

باقي نسيم جي محرومين متعلق، ته خدا جي فضل سان نسيم جي ڪا خواهش اڻ پوري نه رهي (سواءِ سندس خيرپور تي لکيل نامڪمل ڪتاب جي). جو هُن چاهيو سو کيس مليو. مالي آسودگي، جنت مثل گهر، پيارا ٻار ۽ جيون ساٿي، وفادار دوست، مراد وارا پائر- پنهنجي لکڻين مان هو satisfied هو. کيس جيتري ئي عزت ۽ آدر مان مليو جنهن جي هو لائق هو. ادا، دنيا ۾ اهڙا انسان گهٽ ملندا جن جون سڀ خواهشون پوريون ٿين ۽ نسيم به انهن مان هو. سندس موت به اهڙوئي ٿيو، جهڙي موت لاءِ هو خواهش ڪندو هو. باقي غم روزگار ته هر انسان پاڻ سان خدائي تحفو ڪٺي آيو آهي- زمينداريءَ جي future متعلق ته چانو پيا ته ڪهڙو آهي ۽ هڪ نسيم جي سر تي ايڏي ڪٽنب جو بار هو. نسيم جهڙو ڏسڻ جو جبل هو ته حوصلا به جبل جهڙائي هُنس. نسيم ڪنهن کان شڪست کائڻ وارو نه هو. نه سياسي ٻکوڙن کان؛ نه ادبي مالڳرن کان؛ پر افسوس موت کان شڪست کائي ويو. نه نه اهو ته مان غلط ٿي چوان ته نسيم مري ويو- نسيم ته شهيد ٿيو ۽ شهيد مرندا ته ڪونه آهن. ڏٺوَ ادا، نسيم موت کي به شڪست ڏيئي ڇڏي!!!

نسيم ۽ موت؟ ڪوڙو ئي ڪوله ٿو لڳي.

پاڻ، جي توهان جو "مهراڻ" سان ساٿ سلامت هجي ته منهنجو هي خط ضرور ڇپيندا. جو مان لئي چاهيان ته سنڌواسين تي منهنجو image خراب پوي.

آخر ۾ توهان کي اهو چوندم ته توهان ائين نه پانئجو، ته اهو ڪجهه ڪري توهان پنهنجو فرض لهائي ڇڏيو. نه نه، توهان کي هر دل تائين نسيم جو پيغام پهچائڻو آهي، تان جو هر انسان نسيم ٿئي. سچائيءَ تي سر ڏيڻ وارو نسيم؛ انسانيت کي پيار ڪرڻ وارو نسيم، برائيءَ جو بدلو ڀلائيءَ ۾ ڏيڻ وارو نسيم!

غمزده

- انيس نسيم احمد

● مون تازو ئي ”قاضي قادن جو ڪلام“ نالي هڪ ڪتاب شايع ڪيو آهي، جنهن ۾ قاضي قادن جا 112 ناياب بيت، شرح، ڏکين لفظن جي معنيٰ ۽ مهاڳ سان ڏنا ويا آهن. آن ڪتاب کي ڀارت جي راشٽرپتي (president) گذريل مهيني نئين دهليءَ ۾ راشٽرپتي-ڀون ۾ وڪري لاءِ Release ڪيو. ڪتاب جون ۾ ڪاپيون ڪجهه ڏينهن ٿيا تہ مون توهان کي ”مهراڻ“ جي ائڊريس تي، رجسٽرڊ بوڪ پوسٽ ڪري روانيون ڪيون آهن... ممڪن هجي تہ ”مهراڻ“ ۾ سمالوچنا (تبصرو) ڪرائيندا... اتان جي مکيہ عالمن جون ائڊريسون موڪليندا تہ مان انهن کي ڪتاب ڏياري موڪلڻ جو ٻربند ڪري سگهندس... ٻيو تہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مون کي لکيو تہ هن ڪن سنڌي اخبارن ۾ ان ڪتاب تي لکيو آهي. ٻين بہ ڪن دوستن مان پتو پيو آهي تہ اتي جي ڪن سنڌي اخبارن ۾ ان ڪتاب تي تبصرو ٿيو آهي. توهان مون کي انهن CiIppings موڪلي سگهو، تہ مان توهان جو تمام گهڻو شڪرگذار رهندس. توهان حيدرآباد سنڌ ۾ ويٺا آهيو، جا سنڌي ساهتيہ ۽ اخبارن جو مکيہ مرڪز آهي. ”مهراڻ“ جا ڪي تازا پرچا موڪلي سگهو تہ مهرباني.

— هيرو ٺڪر، دهلي.

● توهان جو خط پهتو ۽ ان سان گڏ ”دودو چنيسر ڀاڱو 2“، ”مهراڻ 78-2“ ۽ ”گل ڦل“ جا جون ۽ جولاءِ جا ٻہ پرچا سوکڙيءَ طور مليا. دهلي يونيورسٽيءَ ۾ جديد هندستاني ٻولين جي وڀاڳ ۾ ٻارهن ٻوليون آهن، جن ۾ سنڌي بہ هڪ آهي. سنڌي ٻوليءَ جي اڀياس مٿان مان آهيان، ان ڪري توهان جا موڪليل ڪتاب مون کي موڪليا ويا. هن ڊپارٽمينٽ ۾ ٻيا سڀ غير سنڌي آهن ۽ ڀارت جي ٻين ٻولين وارا آهن.

مون ۾ تحقيقي مضمون: ”سنڌي ٻوليءَ جو بُڻ بنياد، ڪجهہ ويچار“ ۽ ”سنڌيءَ ۾ نالر جي گردالي بناوٽ“ موڪليا هئا، جيڪي 68 جي پرچن ۾ ڇپيا هئا. ان بعد غلام محمد گرامي (آن وقت جي ”مهراڻ“ جي ايڊيٽر) جي لکڻ موجب سنڌي ٻوليءَ تي ٻيو بہ هڪ تحقيقي مضمون ”سنڌيءَ ۾ فعل جي بناوٽ“ سري سان موڪليو هو، جيڪو اٽڪل فول اسڪيپ چاليهہ کن صفحا هو. توهان کي ”مهراڻ“ جي فائيلن ۾ جيڪڏهن اهو مضمون هٿ اچي وڃي، تہ ان جي شايع ڪرائڻ جي ڪوشش وٺندا.

— مرلي ڌر ڪشنچند جيٽلي، دهلي.

● چنڊ چاڙهڻ نوس دليلن سان ٿيڻ گهرجي، نہ ڪي اجاين الزامن سان. اڄ جو اديب صحيح سوچ رکي ٿو. هو عام ماڻهن جي حال تي قلم کڻي ٿو. هو پنهنجي جذبن، آمنگن ۽ احساسن کي ڀرپور نموني سان اظهار ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو. اڄ جو اديب ديس جي ميرن، ڪوجهن ۽ مظلومن کي ڳائي ٿو. هن ادب کي نئين جوت ۽ نوان موڙ ڏنا آهن. ”مهراڻ“ جي موجن ۾ ايڏي تہ مستي آهي، جو پنهنجي رستي ۾ اينڌڙ هر بند کي لوڙهي

ڇڏيندو. اسان کي ”مهراڻ“ جي سچائي ۽ قوت ۾ يقين آهي. هن ڀيري شاعري گهٽ ڏني اٿوَ. مير محمد بخش ٽالپر ۽ الهداد ٻوهئي جا مضمون نهايت معلوماتي ۽ ڪارائتا هئا.

— راهي چنا، سنڌ يونيورسٽي.

● ”مهراڻ“ ۾ ڪهاڻيون ۽ شاعري معياري هوندي آهي. اميد ته اڳتي به اهو معيار برقرار رکندا.

— رياض حسين ميمڻ، ميرپورخاص.

● ”مهراڻ“ هن ڀيري به دستوري سونهن ۽ سمجهه ڀري ونڊر سان ڪري ٻهتو. توڙي جو اوسيئڙو ڪجهه وڌيڪ ڪرايائين، شايد: —’پَل پَل ڪوڪن جان — ماس ۾ — تنبجي رهيو آهي‘، سحر جي نظم جو اصلي ۽ عملي چٽ ٿي چٽيائين. اڻين له سمجهجو ته اوسيئڙي منهنجو ڌيان به ڪنهن سيڪس ٻيڪس ڏي ڇڪايو... اميد ته هر وک ڪٿڻ وقت ٻوليءَ ۽ ادب جي وسيع تر مفاد کي نه وساريندا، ٻوءِ ٻلي شخصي الا کي ڌَڪجٿو پوي.

— رسول بخش قريشي، جهڏو.

● ٽائيٽل تي سنڌ جي سورمي ۽ ننڍڙو هوشو ڏسي، وقت جا گهايل گهاوَ چُٽلي پيا. شاعريءَ جي ڀاڱي ۾ انقلابيت نظر ڪانه ٿي اچي. شاعري تمام سٺي ٿيل هئي. ڪهاڻين ۾ سڀ کان وڌيڪ ”آدرش“ وٺي. شاگرد جي حيثيت سان آئون ان ڳالهه سان اختلاف ڪندس ته هو ميٽرڪس استعمال ڪن ٿا. شرجيل جي ”اوٽبڪ“ سان ڪجهه صفحا رڳو ٻوريت تي لکيل هئا، البت ڪي اهميت وارا به هئا. مشتاق شوري جي ڪهاڻي بلڪل نه وڻي. خبر نه آهي آڳهات تي ايترو ڇو لکيو اٿس، جڏهن ته هن مهانگائيءَ جي دور ۾ هرڪو شاديءَ کان لنوائي ٿو پيو. علي بابا به بنگالين جيان ٻک جو ماريل ٿو ڏسجي. اڳي ته خط لکڻ جو ماهر هو، ٻر هاڻي وايون ٻتال ٿي ويون اٿس. اولڙن ٻنيان ڊوڙڻ جي ڪوشش ٻيو ڪري. خدا ڪيس ماڳ تي رسائيندو. عبدالجبار جو ”ٻهانو“ ساراهه جوڳو هو. ڪيهر جو ”ڊچٽو“ به چڱو موضوع هو. ’پورٽريٽ‘ حفيظ جون سٺيون سارونيون ڏئي رهيو آهي. نسيم تي لکيل ماهتاب جو ليک اڌ سا ڏيندو رهيو. ان کان سواءِ ”المنصوره - برهمڻ آباد“ ۽ ”ساميءَ جا سلوڪ“ به سٺا مضمون هئا. تنهنجي محنت تي ٿو ڪي جس هجي.

— طاهر سنڌي، لاڙڪاڻو.

● هاڻ ”مهراڻ“ اسان جهڙن ايرن جي هٿ ۾ ڪٿي پڙهڻ جهڙو ٿيو آهي. ”مهراڻ“ ۾ جيڪا اواڻ ڏسجي ٿي. تنهن کان ڪير انڪار ڪندو!

— گل محمد ’گل‘ هيسباڻي، ٽنڊو ڄام.

● ڪيهر جي ”ڊچٽو“ ۾ خيالن کي لڪائي ظاهر ڪيو ويو آهي. ليڪ هاڻ به منجهيل ٿو لڳي، تنهن هوندي به سماج تي چڱي چوٽ آهي. علي بابا ڏاڍو فري ٿي ٿو لڳي. ڏکيا لفظ سنڌس سٺي ليک هجڻ جو احساس ضرور ڏيارين ٿا، ٻر انهن لفظن کي سمجهڻ عام ماڻهوءَ

ڪان گهڻو مٿي آهي. 2/78 وري پڙهيم ته سحر جو "هنر جنم" ڀيرين ڀيري جيترو ئي سور لڳو هو، هن ڀيري اوترو ئي اعليٰ محسوس ٿيو. نسيم لاءِ ڪجهه صفحا وقف ڪري سچيءَ سنڌ تي احسان ڪيو اٿوَ. – خالدالزمان ڪاچٽي، هالا نوان.

● "مهراڻ" منهنجي پسند جو رسالو آهي. "مهراڻ" جي مقبوليت تمام وڏي چڪي آهي، اهو ئي ڪارڻ آهي، جو لاڙڪاڻي جي بوڪ اسٽال تي "مهراڻ" جو نئون پرچو هفتي گذرڻ ڪان پوءِ ملڻ ڏکيو هوندو آهي. – سلطان ڪوکر، لاڙڪاڻو

● من مهڻو "مهراڻ" پڙهيم، دل ۾ گهر ڪري ويو. ٽائيٽل ڏاڍو سهڻو ۽ جاذب نظر هو. مهراڻ جي مطالع مان ملندڙ موتي بي بها ۽ قيمتي آهن. اوهان جي لگن ۽ ڪاوش مبارڪ لائق آهي. نسيم کرل کي پيش ڪيل خراج عقيدت ۽ ساڻس محبت جو اظهار ايترو ته پسند آيو، جو خوشيءَ وچان لڙڪ لڙي آيا. خدا پاڪ شال کيس جنت ۾ جاءِ ڏيڻ فرمائي. ترجمي جو پاڳو وڌيو. مضمون ۾ "فتحنامو" معلوماتي ۽ دلچسپ هو. شاعريءَ ۾ مهر پروين جي ڪافي ڏاڍي وڻي، پيا شعر به موتين مثل هئا. اوهان جي غزل متاثر ڪيو. علي بابا ۽ مشتاق شوري محنت ڪري ڪهاڻيون لکيون آهن. – محمد اسلم 'صابر' ڪنڌڪوٽ.

● "مهراڻ" سنڌ جو واحد خالص ادبي ۽ عظيم مخزن سمجهو وڃي ٿو. الله اوهان کي وڌيڪ توفيق عطا فرمائي. – سيد ماڪن شاه رضوي، ميرپور خاص.

● جيڪڏهن ڪو صاحب ذاتي پسند ۽ ناپسند جا اصول ادب تي مڙهڻ گهري ٿو، ته اها هڪ ڏاڍائي آهي. جيستائين مخصوص گروهه جو سوال آهي، ته منهنجي خيال ۾ توهان "مهراڻ" ڪنهن ڪنهن مخصوص گروهه يا نظريي جو ٿيڻ نه ڏنو آهي؛ پر جيڪڏهن ڪي "مهراڻ" کي ڪنهن هڪ گروهه جو رسالو بڻائڻ چاهين ٿا، ته ميندي ۾ مارئي نه ڪُٺين. "مهراڻ" جي ايڊيٽر ته رسالي تي ڪابه نظرياتي يا ذاتي پٽڪ نه بڌي آهي. توهان "مهراڻ" جي ايڊيٽر جي حيثيت ۾ ۽ پنهنجي سچي شاندار ادبي زندگيءَ ۾ صرف ۽ صرف سنڌي ادب ڏانهن جوابدار رهيا آهيو. ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته توهان ان جوابداريءَ کي پوريءَ ريت نباهيو آهي. توهان کي ڪنهن ٻئي جي اڳ ۾ جوابدار رهڻ جي ڪابه ضرورت ڪانهي. توهان کي سنڌي ادب، ٻولي ۽ سپيتا اڳ ۾ جوابدار هئڻ تي خوشي هئڻ گهرجي.
– بلبل ڪوروائي، سنڌ يونيورسٽي.

● "مهراڻ" دلاويز رسالو آهي. اوهان جي محنت قابل صد تحسين آهي. توهان سنڌي علم ادب لاءِ هڪ نئين ۽ ناياب شيءِ جو اضافو ڪندا رهو ٿا. شعر ته پنهنجو مٽ پاڻ هئا، خاص ڪري "مارئيءَ جا سلام" پسند آيو. نسيم کرل جي فن کي پيش ڪرڻ لاءِ جيڪا ڪوشش ورتي اٿوَ، تنهن لاءِ اوهان ڪيرون لهڻيون. ماهتاب محبوب "سنڌي ٻوليءَ جو بي تاج

بادشاهه" ۾ دل جي ڏک ڀرا سچا واقعا پڌايا آهن. پڙهڻ سان ائين ٿو معلوم ٿئي ته لسيم هن وقت موجود آهي. ترجمي جو ڀاڱو به پسند آيو. الهداد ٻوهئي جو مضمون "شعر جي اپياس جا لوان طريقا" پڙهڻ وٽان هو، ۽ شاعرن جي لاءِ هڪ رهبريءَ جو ڪم ڏئي ٿو. "ساميءَ جا سلوڪ" مضمون تي ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ کي جس هجي.

— عبدالعزيز 'آسي'، ڪنڊڪوٽ.

● "مهراڻ" ٺي آهي، جنهن سنڌ ۽ سنڌيءَ جي سينڌ کي سينگارڻ سنوارڻ لاءِ سالوڻ سياري چوليون پٽي هنيون آهن. جڏهن "مهراڻ" جي ساڃي ڪپر ڏانهن نظر ڊوڙايم، ته عنايت بلوچ، ذوالفقار راشدي، ثريا سوز، سائيڻو اوٺو، بشير سيتائي، مقبول اختر، ايساز گل، غلام نبي لاشاد کي بهترين راڪسا ڏٺم، جن پنهنجي پنهنجي ڍنگن سان سٽني سنڀال ڪئي آهي. انهن کان اڳيرو سرو پچند رشاد جو 'ڀروپي' ۽ 'ڏاهو' عذرا جبين جو 'جيئڻ ڪارڻ جيڏيون' ۽ نورالهدي شاهه جو 'ديس جي سنسان گهٽين ۾' "مهراڻ" ۾ سيلابي صورتحال جو رکوالو ڏٺم. اوهان جي 'آخري ڊائلاگ' سيني کان سرسي ڪئي.

ڪاپي ڪپ تي، لسيم جي ياد ۾ نسيم جون ڪهاڻيون ۽ ماهتاب محبوب جو "نسيم سنڌي ٻوليءَ جو بي تاج بادشاهه"، "مهراڻ" ۾ ڏيئي، نسيم جي وڇوڙي کان آيل گهاوَ ۾ ڪاڻي ٽنبي ڪيئي اٿوَ. —سرڪش سنڌي، رتوديرو.

● ڪيهر جي ڪهاڻي سماج جي منهن تي ڀرپور چماٽ آهي. "ڳالهه" کي ڪوبه لفظن جو پوش نه پارايو ويو آهي. اهڙا واقعا ۽ مشاهدا ڪڏهن به پنهنجي سگهه يا عمر نه وڃائي سگهندا.

— قمر شبير، خيرپور ميرس.

● توهان جي ايڊيٽريءَ ۾ "مهراڻ" هڪ لئون رنگ ماڻيو آهي، شاعريءَ جي ڀاڱي ۾ مڙئي ڪسو آهي. شاعريءَ جي نالي ۾ گهڻي ڀاڱي نظمائتا اثر ڀيا ڇپجن، جن ۾ ڪو مرهه ڪولهي، رڳو شاعر جي ذهني خلفشار جو عڪس آهن. عام پڙهندڙن جي دلچسپيءَ کي آڏو رکي شاعري چاهيو، آزاد لظم ته شاعريءَ جي اصولن کان ٻنهه آزاد آهن.

— ياسمين، خيرپور ميرس.

● "مهراڻ" پڙهيم، ڏينهون ڏينهن ورک اڳتي اٿوَ. هن دفعي سائين الهداد ٻوهئي جو مضمون معياري هو. ڪهاڻين ۾ علي بابا ۽ مشتاق شورو سٺا رهيا. ممتاز مهر جي ڪهاڻي "منزل" ۾ ڪو تاثر ڪونه هو، پر تڏهن به چڱيرڙي هئي. لسيم ڪرل جي ياد ۾ لڪتل هي پرچو مجموعي طرح سٺو هو. نسيم جو مضمون ۽ سندس ڇپيل ڪهاڻي واهه جي هئي، اهڙو عظيم ڪهاڻيڪار اسان جي دل تي گهاو ڪري ويو. هڪ گذارش ته "مهراڻ" جهڙي بلند پايه پرچي کي اجاين بحثن ۾ نه ڦاسايو. —آزاد جتوئي.

● پرچي کي سنوارڻ لاءِ اوهان جون ڪوششون ساراهڻ جوڳيون آهن ۽ اوهان جنهن سِڪ آڪير سان ”مهراڻ“ کي اسان جي هٿن تائين پهچايو ٿا، ان لاءِ اوهان کي جس هجي.

—اياز سنڌي.

● ”مهراڻ“ جي سونهن ۽ سوڀيا سان توهان جي محنت پڌي پئي. رسالي کي جن ڀاڱن ۾ ورهايو اٿوَ، ان سان رسالو وڌيڪ زيبائتو ٿو لڳي. ڪهاڻيڪارن ۾ علي بابا، نسيم ٿيبو، مشتاق ڪاملاڻي ۽ ڪيهر شوڪت سرس آهن. ’سَر ۾ سارينئي‘، نسيم کرل جي ياد ۾، ماهتاب محبوب، علي بابا، سحر امداد، تنوير جوڻيجو ۽ نسيم ٿيبو جا تاثر وڻيا. ’موت، سارتر جي نظر ۾‘ پڙهي ولي رام ولڀ جي محنت کي ساراهڻو ٿو پوي. شاعريءَ ۾ خاڪي جويو، ثريا سوز، بشير سيتائي، طاهر سنڌي، ڪنول لهاڻو، وليرام ولڀ، امداد حسيني، رسول ميمڻ، ذوالفقار راشديءَ جي ڪلام، ان حصي جي سونهن وڌائي آهي. اميد آهي ته توهان جي محنت صاب پوندي.

—پيار علي ’پرديسي‘، ٽنڊو باگو.

● سمجهان ٿو ته اڄ ”مهراڻ“ تي بزرگ ليکڪن ۽ شاعرن جي مُهر لڳل آهي. هر دفعي ساڳيا ساڳيا ليکڪ ۽ ساڳيو مواد. اهو سڀڪجهه ڇا هي؟ کتريءَ جو اسڪيچ وڻيو. شعرن ۾ سروپچندر شاد، رسول ميمڻ، ولي رام ولڀ ۽ تنهنجا شعر وڻيا. سحر ته شايد هر دفعي ”مهراڻ“ جا ٻه پيج لکائي ورتا آهن، پر پوءِ اڃا چو نه اچن.

—مختار ”ناز“ سومرو، ڪنڊڪوٽ.

● ”مهراڻ“ نئين ٽهيءَ جي نوجوانن جو رسالو آهي. نه اڳيان پارسي ڪتاب، نه حاڪمن جا خطبا. کرل تي ماهتاب جو ليک لڪ لهي. کرل جهڙي عظيم ڪهاڻيڪار جي ادبي توڙي ذاتي زندگيءَ کي سمجهڻ لاءِ اهو مضمون ئي ڪافي آهي. اوهان جي غزل جون مٺيون ٻه سٽون پنهنجو مٽ پاڻ آهن. ان سان گڏ شاعري ۽ ڪهاڻين جو ڀاڱو به پڙهڻ وٽان آهي.

—اشرف ”آصف“ مصراڻي، لاڙڪاڻو.

● ”مهراڻ“ ڏاڍو پسند آيو. اسان جو ”مهراڻ“ پاڪستان جي ڪنهن به ٻوليءَ ۾ نڪرندڙ ادبي رسالي کان ڪهڙي به طرح گهٽ ناهي.

—عبدالجبار عباسي، هري پور، هزاره.

● ڪو زمانو هو، جو ”مهراڻ“ رسالو اسٽئنبرڊ جو سمجهيو ويندو هو، پر پوءِ جيئن ئي معيار ڪريس ته اسان جهڙن ڪيترن پڙهڻ ئي ڇڏي ڏنو. توهان جي ادارت هيٺ پهريان ٻه پرچا ته نه پڙهي سگهيو آهيان، پر 78-3 وارو پرچو بوڪ اسٽال تان ملي ويو. ڏاڍو دلچسپ لڳو آهي. ٻي ڳالهه اها ته لڳي ٿو ته سنڌ ۾ فقط ٻه آرٽسٽ آهن—ظفر ڪاظمي ۽ گل محمد کتري — جو، گهٽي ڀاڱي انهن جون ئي Paintings نظر اچن ٿيون ۽ ڪيتريون ته ساڳيون

ساڳيون ڏسي ٽڪجي پيا آهيون. سرورق جي تصوير ۾ ته وري ڪمال آهي، جو ساڻ جي ڇهري تي ماتا بدران ڪاوڙ ۽ غصو بکي رهيو آهي ۽ لڳي پيو ته هوءَ پار کي اُولشو ڏئي هٿي.

— الطاف شيخ، ڪراچي.

● اڪين پرچن جي پيٽ ۾ هي پرچو ڪجهه ماٺو ٿو لڳي. ”مهراڻ“ بابت ڊيريون اڳ به مشهور هيون، پر توهان آتر لهڻو. هن پيري ڪهاڻين جو حصو ايترو جاندار ڪونه هو، جيترو هئڻ گهرجي ها. ڇا ممتاز مهر جي ڪهاڻي ”مهراڻ“ ۾ شايع ٿيڻ جهڙي هئي. وري به لک شابسون هجن علي بابا، مشتاق شوري ۽ مشتاق ڪاملاڻيءَ کي، جيڪي ڪهاڻين جي حصي جو پرم رکي ويا. ’پورٽريٽ‘ جي ٻي قسط اهڙو خاص اثر نه ڇڏيو. نسيم کرل تي لکيل ماهتاب جو مضمون ڏاڍو وڻيو. شاعريءَ جي حصي مختصر هئڻ جي باوجود گهڻو متاثر ڪيو. توهان جي غزل جون هي سٽون:

ٻالڪن ۾ پل لاهي ڇاهي، هيٺو ناهي هان،
جان جان جيءَ جيسي کي جوکو، تن تالکهي تان تان.

عذرا جبين جو هي نيڙو:

لنڊي نيشي ڪنوار
ٿلهي پوڙهي سيٺ جي
اکين منجهه خمار.

اشرف آصف جو نيڙو:

سياڻو پيا لادان
ٻرين ۽ پيٽ لئه
هرڪو آ حيران.

ان کان سواءِ تهمينه مفتي جو نظم ۽ رحيم بخش قمر جا ”ماروئيءَ جا سلام“ ڏاڍا وڻيا ۽ متاثر ڪيائون. مضمونن جي حصي مان سائين الهداد بوهيو ڪيرون لهڻي.

— قل علينواز سعيد، نوابشاهه.

● ”مهراڻ“ جي شاعريءَ واري ڀاڱي ڏاڍو متاثر ڪيو. ڪنول لهاٽي زان ٻال سارتر جي آواز ۽ پيغام کي سٺي ترتيب ڏيئي اسان جي آڏو پيش ڪيو آهي. پرچي جي هر شاعر ڀاڻ نباهيو آهي. نسيم جي ڪهاڻي ”پهرين مُراد“ دلچسپ ۽ بهترين ڪهاڻي آهي. نسيم امر آهي ۽ رهندو.

— راڻو ”راز“ ميٺي، ٿرپارڪر.

● ”مهراڻ“ 3/78 نومبر جي پڇاڙيءَ ۾ مليو، اهڙي ليٽ شايد برداشت نه ٿئي. پر وري رسالو ڏسي دل چولدي آهي، ته امداد اچا به سجاڳ آهي. ايڊيٽوريل ڪو خاص نه پيو اچي. گهٽ ۾ گهٽ پڙهندڙن سان رهاڻ ته هئڻ گهرجي. شاعريءَ جي ڀاڱي ۾ هڪ

شاعر جا وڌ ۾ وڌ بہ شعر هئڻ گهرجن. مهر پروين، عنايت بلوچ، ذوالفقار، ثريا سوز، تاج جويو، واجد، سورٺ سڻا رهيا، پر اياز گل، سروپچندر شاد، تهمينہ، ڪنول ۽ لورالهدي شاهہ گهڻو متاثر ڪيو. امداد ۽ سحر سڄڻ شاعرن ۾ ليکجن ٿا. لورالهدي کان "مهراڻ" لاءِ ڪا اهين ڪهاڻي وٺو. علي بابا حسب دستور متاثر نہ ڪري سگهيو. ور ور پڙهڻ سان بہ سمجهہ ۾ نہ آيو تہ ڇا پيو لکي! مشتاق شوري شروع ۾ لکو تہ سٺو لکيو، پر پڇاڙيءَ ۾ اٿپورو لتيجو ڇڏي، سڄي ڪهاڻيءَ جو پيڙو پوڙي ڇڏيائين. عبدالجبار جوڻيجي جو "پهالو" وٺيو. ممتاز مهر متاثر نہ ڪري سگهيو. خبر ناهي ڇو اهڙيون ڪهاڻيون ٿا ڇپيو؟ رعنا شفيق صديقيءَ جي "آدرش" بهترين هئي. ڪهاڻيءَ ۾ ڪٿي بہ ڪو جهول نظر نہ آيو. ڪهاڻيءَ جي رواني ۽ دلڪش لفظن ان کي "مهراڻ" جي جان ثابت ڪيو. "اولبڪ" جو هڪ پنو بہ سمجهہ ۾ نہ آيو. نسيم ٿيٻو جي ناول جي هڪ باب پڙهڻ کان پوءِ هرڪو ائين سمجهندو تہ هي هڪ بهترين ناول آهي. مشتاق ڪاملاڻي ۽ ڪيهر سٺا رهيا. نسيم جون لکڻيون پڙهي دل پرچي آئي ۽ نسيم جو "چوڏيهون در" وري ياد آيو. نسيم بابت ماهتاب محبوب جي يادگيرين بار بار پڙهڻ تي مجبور ڪيو. نسيم بابت سڀني جا تاثر سٺا هئا. مضمون سڀ ڪارائتا ۽ وڻندڙ هئا.

محمد اقبال بلوچ، تلهار سنڌ.

● "مهراڻ" نهايت شوق سان پڙهندو آهيان. پرچي کي باقاعدگيءَ سان ۽ بهترين نمولي سان شايع ڪرڻ تي مبارڪون.

روشن منگي، پنوعاقل

● شاعريءَ ۾ مهر پروين، ذوالفقار راشدي، تاج جويو، اياز گل، ڪنول لهاڻي ۽ سحر امداد پاڻ موکيو آهي. "بهالو" ۽ "منزل" بهترين ڪهاڻيون آهن. ترجمي جي پاڳي ۾ وليرام ولڀ کي جس هجي. مضمونن جي حصي ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب، ڊاڪٽر ميمڻ صاحب ۽ پوهٽي صاحب جا مقالا اهم حيثيت رکن ٿا.

"مهراڻ" سنڌي ادب جو هڪ انقلابي ادبي رسالو آهي، جيڪو جديد خيالن ۽ موجوده سماجي ضرورتن کي اڳيان رکي شايع ڪيو ويو آهي. هر صنف تي معياري مواد پيش ڪيل آهي. "مهراڻ" سنڌ کان وڇڙيل ساٿين لاءِ "سنڌڙي جي سوکڙي" آهي. بيشڪ "مهراڻ" سنڌ جو واحد علمي، ادبي، تاريخي، تمدني، اخلاقي ۽ اصلاحي رسالو آهي.

الطاف سومرو، داد لغاري.

● ادب خاطر ڏکب سور سهي بہ ڪم ڪندا رهو. ائين نہ ٿئي جو سياڻي سڄي قوم کي لوڙهيو پوي... اڳتي کان اڳرا ٿي وکب وڌائيندا رهو.

راشد مورائي، مورو.

● مدت کان "مهراڻ" پڙهندو اچان. توهان جي رنگ روپ پريا اٿس، اهي ۽ روح کي راحت ڏين ٿا. شل ويران وير وڌ هجي.

غلام رسول شاهه رضوي، عمرڪوٽ.

● سرورق: ويچارو معصوم مصور پاڻ مايوس آهي؛ ان ڪري تصوير ۾ مائي مايوس نظر اچي ٿي؛ پار کي چڻ ڪَنهن تي ڏي. شاعريءَ ۾ رڳو نالا آهن. ڪهاڻيون، ڳالهه، پورٽريٽ سڀ هڪ هنڌ سٽيل آهن. 'سوچ لوچ' صفا نه وڻي. حاميءَ جي غزل (سڪائون ياسن، پڙ وجهڻ، چلا ڪيڻ) ۾ ڪهڙي نواڻ آهي؟ رحيم بخش قمر روح جون ڳالهيون ڪيون. مهر پروين جو شعر سوچارو هو. عنايت بلوچ 1976ع جي ياد ڏجي ويو آهي. نعيم پوتن جي ڳالهه ڪري پارن کي ڏيچارڻ ٿو چاهي. ذوالفقار جي ڪوشش سمجهڻ کپي. مانيٺي جو غزل شاهڪار هو. سروپ ۽ عذرا جا نيڙو ساترائن تي پورا ناهن. تنهنجي غزل متاثر ڪيو. توهان جي آئي شرجيل، شوڪت، علي بابا، ڪنول ۽ سحر هر پرچي تي ڇانيل آهن. علي بابا جي ڪهاڻيءَ جي ٻولي ڪڇي ۽ انگريزي لفظن سان پريل هئي. مشتاق شوري جي ڪهاڻي پاڻ سان جنگ هئي. ممتاز جي ڪهاڻي حقيقي لڳي. عبدالجبارجوڻيجي جو 'بهانو' وڻيو. رعنا جي ڪهاڻي 'آدرش' انگريزي ڪاڏڙ هئي. نسيم ٿيپو جي ڪهاڻي غيرحقيقي ۽ جُڙتو لڳي. مشتاق ڪاملانيءَ جي 'ڏنبل رت' جي ٻولي نه لاڙي آهي نه آزادي. سالول جي 'خالي ٻنو' هئي ٻـ خالي ٻنو. ڪيهر ڪهاڻيءَ ۾ ذليل، ڪتي، بدمعاش جهڙا اگرا لفظ لکيا آهن. مسڪين جي ڳالهه ٻـ مسڪين هئي، نتهي نڪي، لڏو لاهي وجي ڪٽ تي ويٺو، 'سڪڻو' ۽ 'تور پيو' جهڙا نالا مون ته پنهنجي سانير ۾ نه ٻڌا. پورٽريٽ ۾ ڪالديرا ڇالڪي لکي ليڪ پنهنجي مشاهدي جي ٻت وائڪي ڪئي آهي. علي بابا جو ليک پڙهي لڳو ته نسيم سائبيريا جو رهاڪو آهي. سحر امداد وقت سر چڱو لکيو. ولي رام جي ڪوشش ساراهه جوڳي آهي. ڊاڪٽر بلوچ جو مضمون چڱيرو آهي. ڊاڪٽر پوهني جو مضمون چڱو آهي؛ پر انگريزي لفظن سان پريل. مير صاحب ۽ سنڌي صاحب جا مضمون وڻيا. "مهراڻ" ۾ پروفن جون ڪوڙ چڪون آهن.

محمد عثمان سولنگي.

● "مهراڻ" مستيءَ ۾ اڳي کان اڳرو آهي. ٽائيٽل بهترين هو: ڀهراڙيءَ جي عورت، ڪچ ۾ ٻار، تماٽا نيڻ! "سوچ لوچ" پڙهندڙ کي سوچ لوچ تي اُپاري ٿو. تو نسيم جي ياد تازي ڪرائي، ادب جي ٺيڪيدارن کي سچ چيو آهي. شاعري سڀ سون هئي. عنايت بلوچ، ثريا سوز، اياز گل، طاهر سنڌي، ڪنول لهاڻو ۽ تنهنجون شيون وڻيون. نعيم سچو صفحو اجايو وڃايو. سچاڻ پڙهندڙ کي سڌ آهي ته توهان نوان ۽ سٺا لکندڙ پيدا ڪيا آهن. مشتاق شوري، علي بابا، مشتاق ڪاملاڻي، شرجيل ۽ رعنا جون ڪهاڻيون سٺيون هيون. "پورٽريٽ" پڙهي لڳو ته اسين ٻـ ڪانپ ڪيسو وينا حفيظ سان ڪچهريون ڪريون. "سر ۾ سارينٺي" ۾ سيني نسيم سان انصاف ڪيو آهي. — گل هيسباڻي، خيرپور گنبو.

● ”مهراڻ“ جو سٺو ۽ وڏيو. شاعري ساراهه جوڳي هئي. علي بابا ۽ نسيم کرل جون ڪهاڻيون بهترين هيون. شرجيل جو لوڻيڪ سٺو هو. نسيم بابت ليک وڻندڙ ۽ دلچسپ هئا. نسيم اڄ اسان وٽ ناهي، پر هن جي ياد سدائين رهندي. دعا آهي ته ”مهراڻ“ اڃا به ترقي ڪري.

– لياقت علي سيال، هالائي

● شاعريءَ ۾ نعيم، ثريا سوز، واجد، اياز گل، طاهر سنڌي، سروپ (ڏياري، ليڪن جو ڪهيرو) تهميڻه ۽ توهان سٺو لکيو. رعنا جي ڪهاڻي ”آدرش“ پڙهي جو لڪ هئي. علي بابا، نسيم ڏيپو ۽ ڪيهر جون ڪهاڻيون بهترين هيون. ”نسيم نسيم کرل کرل“، ”پورٽريٽ“ ۽ پوهٽي صاحب جو مضمون سٺو هو.

– آفتاب احمد سومرو، شڪارپور

● وچين دؤر وارن تي اها ميار آهي، ته هو عربي ۽ فارسيءَ ۾ ڪاهي پيا هئا. توهان ”سماهي“ کي ”ثماهي“ ته ڪيو، پر ساڳي وقت انگريزي ۽ هنديءَ ۾ وڃي ڦاٿا. علي بابا کي عرض ته هو انگريزي لفظن سان انصاف ڪري. نسيم جون ڪهاڻيون سون آهن، جن تي وقت جو ڪٽ لڳو چڙهي. افسوس جو نسيم جي وڃڻ سان اهڙين ڪهاڻين لکجڻ جي اميد ختم ٿي وئي! ”پهرين مراد“ جي ٻولي ڳاڏڙ آهي، جيئن: ”حجتان“ ”چنگهان“، پر ڪٿي وري عنائت ۽ ماڻڪ ”چٽرون“، ”ڪلون“ ڪري چون ٿا. فعل به حيدرآبادي لهجي جا آهن. نسيم جو مضمون ”چمڙيون ليريون“ پلو هو. کرل تي ماهتاب محبوب جو ليک چڱو هو. کرل تي علي بابا جي ليک جو رکيو عنوان وڏيو ناز سهتي کي اهو ٻڌائڻ کپي ها ته ’خفتي‘ ۾ ڪهڙو زهر هو ۽ ٻين ڪهاڻين ۾ ڪهڙي ماکي ٻيل هئي. تخليقي ۽ تحقيقي مواد لاءِ ”مهراڻ“ جي صفحن جي برابر ورڇ ڏيڻ گهرجي.

– رشيد چڪائي، چڪ سکر

● ”مهراڻ“ جيڪو سنڌي ادب ۾ واڌارو آندو آهي، سو شايد ئي ڪنهن ٻئي رسالي آندو هجي. هن ڀيري ممتاز مهر ۽ ڪيهر جون ڪهاڻيون چڱيون آهن. نسيم کرل جي ”پهرين مراد“ وڻندڙ ۽ دلچسپ هئي. ذوالفقار راشدي ۽ طاهر سنڌيءَ جا غزل سٺا هئا. مشتاق شوري جي ڪهاڻيءَ ۾ اڳڪٿات تي ڪيل بحث پسند آيو. ڪيهر جي ڪهاڻيءَ جا ڪردار جڻ پتلا هجن، جن کي ليکڪ پنهنجي مرضيءَ سان گهمايو ڦيرايو آهي. اهو انداز غير فطري ٿو لڳي. شرجيل، ماهتاب محبوب، بيدل، علي بابا، سالول ۽ سحر جون لکيون پڙ وڻيون. پوهٽي جو مضمون معلوماتي هو.

– سرويش، لاڙڪاڻو

● ”ساروڻيون“ ۾ سحر لکيو آهي ته ”جنوريءَ جو ’سوجهرو‘... اڃا پکڙ ٿي سگهيو...“ اهو جنوريءَ ۾ پکڙ ڪٿان آيو؟ مشتاق شوري جي ڪهاڻيءَ ۾ ڪنهن ”ڇتي قسم جي شهوتي ڇوڪريءَ“ جو ذڪر آهي. شاعريءَ ۾ بحر طويل جا ٽوٽا ٽڪرا ڪري ڪچ مچ مضمون ٺاهيو، ڪنهن سٽ ۾ ٻه، ته ڪنهن ۾ چار لفظ ۽ بي معنيٰ نثري ٽڪرا لکي هرڪو لئيءَ سان لٽ پٽيو

شاعر بنيو وتي! اڪثر تحريرن ۾ انگريزي جملا ۽ اکر تنبيل آهن. ڇا اها ٻوليءَ جي خدمت آهي؟ مهرباني ڪري "مهراڻ" ڪي بازاري پرچو نہ بڻايو.
- اسدالله عاجز، ڳاڙهي موري (خيرپور)

● "مهراڻ" انگريزيءَ سان پريل آهي، خاص ڪري پوهئين جو مضمون، جيڪو مواد ڇپي رهيا آهيو، سو نالي ڪي ڏسي ڇپي رهيا آهيو. مواد مقصد ۽ معنيٰ جي لحاظ ڪان ڏيڻ گهرجي. ص 21 تي غلام نبي ناشاد جو نظم 'ڪنواري' سنڌي ثقافت تي سنئين سڌي چڙهت آهي. طاهر سنڌي جو غزل معياري هو. اياز گل جو غزل بہ پيارو هو.
- انظير احمد شهزاد، لاڙڪاڻو

● نورالهديٰ شاهہ لفظن ڪي معنيٰ ڏيڻ ۾ سقل آهي. نثر توڙي نظم ۾ رسالو آتم هو. نئون نسل ادب تي هڪ هٿين، دقيانوسي اصولن، پراڻن تورن ۽ ماپن ڪي رد ٿو ڪري- پوڙهين ڪوڙهين سوچن ڪي نندي ٿو. - منظورعلي پنو، ٽنڊو محمد خان

● "مهراڻ" ۾ آيل لواڻ سواءِ اندر جي الذن جي هر طبقي پسند ڪئي آهي. اهو ڪريڊٽ آهي. ان لاءِ ڪنهن مُدي خارج شخصيت کان ڪنهن سرٽيفڪيٽ وٺڻ جي ضرورت ڪانهي. ادب ۾ اختلاف راءِ جي اهميت کان لنوائي نٿو سگهجي. اختلاف راءِ لہ رڳو ليکڪ جي شعور ۽ Perception ڪي اڳتي وڌي هلي ٿي؛ پر نون تجربن جي آڌار تي تخليقن ڪي جنمڻ ۾ مدد بہ ڏئي ٿي. جتي اختلاف راءِ ناهي، اتي فڪر ۽ عمل جون راهون بند ٿي وڃن ٿيون ۽ ذهني اوسر رڪجي ٿي وڃي. اسان جهڙين قومن لاءِ تہ ان جي اهميت تهائين وڌي ٿي وڃي؛ جنهن جي روشنيءَ ۾ اسان ڪي تجربي جو ساهس ڪري آفاقي تخليق ڪي جنمي، پنهنجي ادب ڪي بين‌الاقوامي معيار تي پهچائڻ جي جاکوڙ ڪرڻي آهي؛ پر ان جو مقصد اهو ناهي، تہ بدنيتيءَ ڪي برداشت ڪيو وڃي. ڌرتيءَ جي گولي تي ٿيندڙ تڪڙين سياسي، سماجي اقتصادي ۽ ثقافتي تبديلين ڪي محسوس نہ ڪرڻ، چاڪيءَ جي ڏاند جيان اکين تي کوپا چاڙهي، هڪ ئي پڙ ۾ ڦرڻ واري ساڻهوءَ جي ذهني اوسر بابت ڇاڻو چئي سگهجي؟ ادب رڳو الگ اکر گڏ ڪرڻ جو نالو ڪونهي- ادب انسان جي آتلي پولڊڙ جذبن جو نالو آهي.
- نور گهلو، دادو

● ڪيهر دليريءَ سان ڪهاڻي لکي آهي، جس هجيس. پيا بہ نالير ڪهاڻيڪار هئا، پر سيني ۾ هڪجهڙائپ هئي! هاڻ علي بابا جون هڪ ئي ڍنگ ۾ لکيل ڪهاڻيون بور ٿيون ڪن. مضمون سٺا ۽ ساڃهڻ جهڙا آهن. - ممتاز عباسي، لاڙڪاڻو

● "مهراڻ" پنهنجي اصل ڪارب ۾ سمويل آهي، ان لاءِ جَسُ لهڻو. باقي سچ تي پاهوڙ تہ رهندي آئي آهي، نئين- پراڻي جي ويڙهہ بہ هلندي آئي آهي. "مهراڻ" مڙيل ۽

سينواريل سر نہ ہر و هندي واهڙ جيان آهي. شعرن وارو پاڱو ڪجهہ ڪسو رهيو. شايد مواد جي کوٽ جي ڪري. ڪهاڻين ۾ علي بابا جي ڪهاڻي اهم آهي. ممتاز مهر جي ڪهاڻي سمجهہ ۾ نہ آئي. عبدالجبار جوڻيجي جي ڪهاڻي ٽيڪنڪ جي لحاظ کان وڻي. شرجيل کي لکڻ جو ڏانءُ آهي. نسيم ٿيبو جي ڪهاڻي من کي ڇهندڙ آهي. 'پورٽريٽ' متاثر ڪيو.

– اڪبر سومرو.

● "مهراڻ" نہ رڳو اڳي کان اڳرو آهي پر ارڏو بہ. الهداد بوهيي جو مضمون ڪارائتو آهي. ٿالهر صاحب جو مضمون سٺي تحقيقي ڪوشش آهي. 'سامي جا سلوڪ' پراڻي ماڻي ۾ نئي ماڻيل آهي. 'چيڙيون لبيريون' پڙهڻ سان نسيم اکين آڏو اچيو بيهي; هن پنهنجي طبقي سان جنگ جوٽي – سنڌس ڪهاڻيون ادب جو آسلهہ خزانو آهن. علي بابا ۽ ماهتاب محبوب جا تاثر وڻيا. داخلي ڪيفيت هيٺ لکيل عليءَ ۽ مشتاق جون ڪهاڻيون من کي ڇهندڙ پڇائي رکن ٿيون. 'بهانو' طنز سان ڀرپور آهي. شرجيل جي ڪهاڻي ڏاهوڪي آهي، سواءِ سورميءَ لاءِ آڳرين تشبيهن جي. نسيم ٿيبو جي ڪهاڻي سٺي آهي. 'آدرش' چڱي هولدي بہ ڊيگهہ جي ڪري بور ٿي ڪري. شاعريءَ ۾ لعيم، ذوالفقار راشدي، ثريا سوز، تاج جويو، خاڪي جويو، سروپ، عبدالجبار جوڻيجو، لصير، رسول ميمڻ، ولي رام ولڀ سرس آهن. تنهنجي غزل ۾ لٺون لکور خيال ڳتيل آهي. ڪنول جي نظم ۾ هن ڪوڙهي ۽ پرماري سماج خلاف زبردست Protest آهي. سحر امداد جي نظم ۾ داخليت آهي، جا ڪوبہ واضح تاثر ڇڏي ۽ اهو نظم نہ پر Prosaic ٿو لڳي، عنوان بہ صحيح نہ اٿس. 'پڙهندڙن وٽان' ۾ سٺا رايا آيل آهن، سواءِ انهن جي جن وٽ اڃا پراڻا ڪتيل وَٽَ ۽ تُراڙا آهن.

– بشير سيتائي، ٽنڊو باگو.

● "مهراڻ" وقت تي ڇو نٿو اچي؟ اياز گل جو غزل سٺو آهي. طاهر جي هن شعر: 'منهنجي هٿ تي ليڪو ناهي، تنهنجا پاڳ پلارا آهن' متاثر ڪيو. سروپ 'ڀهروپي' ۾ امن جي بوڇارين تي چڱي ٽوڪ ڪئي آهي. ڪنول جي 'موت' متاثر ڪيو. ولڀ جو آخري نظم سٺو هو. 'رسندو پرجندو ڪهاڻ'، 'خالي پنو' ۽ 'ڳالهہ' سٺيون هيون. نسيم کرل ۽ ماهتاب محبوب جون لکڻيون وڻيون. علي بابا انگلش جي ڪَيڊَ آهي يا انگلش سنڌس ڪَيڊَ! مضمون سڀ اهم هئا، چڱندا پَٽَ کان پاسو ڪريو.

– منظور احمد قريشي، شهداد پور.

Printed and Published by Ghulam Rabbani A. Agro, at the Sindhi Adabi Board's Printing Press, Tilak Incline, Hyderabad Sind.

سائينمِ! سَدائين، ڪَرِين مَٿِي سِنْڌِ سُڪارَ،

دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.





# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانئُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيِ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي ورِي پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيِن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوِ، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا يارَ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)